# هلچل

## سنڌي سڀا، ويسٽرن ريلوي، بمبئي

سورهين سک پري سوکڙي ١٩٨٥

SINDHI SABHA
W. RAILWAY. BOMBAY.

سنڌي سڀا ويسٽرن ريلوي بمبئيءَ جي پاران سڀني
سائين، گهٽگهرن ۽ شڀچنتڪن کي نئين سال جون شڀ
ڪامنائون ۽ لک لک واڌايون.

ڪاروباري ڪاميٽي

## اشوڪ ڏيوچند هرداساڻيءَ جو سنيهو



هر انسان جو پنهنجي ٻوليءَ ۽ سڀيتا سان پيار ٿيندو آهي. اڄ ڪلهه اسان جي مکيه ضرورت آهي تہ پنهنجي ٻارن کي سنڌي ٻولي سيکاريون، سنڌي ٻوليءَ سان پيار ڪرڻ سيکاريون. سنڌي ٻولي ۽ سڀيتا جو واڌارو ڪيون. سنڌي غريب وديارٿين کي مالي مدد ڪريون. انهن کي ڳاڻي پڳين فين ۽ ڪتابن جي مدد ڪريون.

سنڌي سڀا ويسٽرن ريلوي بمبئيءَ جا دوست نہ فقط هر سال پاڻ پتوڙي هڪ سهڻي ۽ ساهتيڪ "هلچل" نالي مخزن ڪيندا آهن پر ڪيترن هوشيار وديارٿين کي انعام ڏيئي انهن جي همت افزائي بہ ڪندا آهن ۽ هر ساليانی جلسي تي ڪونہ ڪو سنڌي ناٽڪ يا نرتيہ پيش ڪري، سنڌي ساهتيہ ۽ سڀيتا جي شيوا بہ ڪندا آهن.

نئين سال جون ويسٽرن ريلوي سنڌي سڀا جي مترن کي هارديڪ واڌايون تہ ڏيان. ايشور کي آراڌنا آهي تہ شل سڀ سنڌي سکيا ۽ آسودا رهن. پاڻ ۾ پيار سان رهن هڪ ٻئي کي مٿي چاڙهين ۽ سنڌيءَ سان پيار ڪن.

اشوڪ ڏيپچند هرداساڻي

# سنڌي سڀا ويسٽرن ريلوي، بمبئي

| ڪاروباري ڪاميٽي | عهديدار |
| --- | --- |
| چيئرمين: | شري سيول منداڻي |
| پريزيڊنٽ: | شري ڀگوان ماکيجاڻي |
| ائسوسئيٽ پريزيڊنٽ: | شري جيرام ايسراڻي |
| وائيس پريزيڊنٽ: | شري صاحبراء دولتاڻي |
| وائيس پريزيڊنٽ: | شري سندر ميراڻي |
| جنرل سيڪريٽري: | شري پنجو راوتاڻي |
| جائنٽ سيڪريٽري: | شري مهيش جسواڻي |
| خزانچي: | شري گوڪل مسند |
| ڪلچرل سيڪريٽري: | شري ٺاڪر لعلواڻي |
| جائنٽ ڪلچرل سيڪريٽري: | ڪماري ليلؤ پنجواڻي |
| پڪنڪ سيڪريٽري: | شري اشوڪ جڳسنگهاڻي |
| جائنٽ پڪنڪ سيڪريٽري: | ڪماري ڀگونتي ٻمباڻي |
| مخزن سيڪريٽري: | شري ريلو گيهاڻي |
| جائنٽ مخزن سيڪريٽري: | شري ڪشن شهاڻي |
| سمپادڪ: | شري سروج ٺارواڻي |
| سمپادڪ: | شري حشو ڀارواڻي |
| ايڊيٽوريل بورڊ: | شري خوبو ڪنگواڻي |
| ايڊيٽوريل بورڊ: | ڪماري ڪلا تولاڻي |
| ايڊيٽوريل بورڊ: | شريمتي مالتي وزيراڻي |

# ڪاميٽي ميمبر

١. شري پون ٻجلاڻي
٢. شري گنگارام ڀاٽيا
٣. شري پوڄراج وڇاڻي
٤. شري ٽيڪچند موٽواڻي
٥. شري پرشوتم ڀاٽيا
٦. شري گرمک موٽواڻي
٧. شري واڌورام سورجاڻي
٨. شري ٻلرام رامرکياڻي
٩. شري ويسي موتيراماڻي
١٠. شري هري متاڻي
١١. شري رام ميراڻي
١٢. شري ڪشن هرپاڻي
١٣. شري موهن جيسواڻي
١٤. شري هريلال ٻنيجا
١٥. شري پريتم ورياڻي
١٦. شري گوپي ڀاٽيا
١٧. شري رام ڀاٽيا
١٨. شري آنند دولتاڻي
١٩. شري موٽنداس گنگواڻي
٢٠. شريمتي نرملا هنگوراڻي
٢١. شريمتي رڪمڻي رامناڻي
٢٢. شريمتي ليلا واسواڻي
٢٣. ڪماري موهني شراف
٢٤. شري گل پروهت
٢٥. شري رميش ونگاڻي
٢٦. شري پيتامبر لاڪاڻي
٢٧. شري رميش ڄيناڻي
٢٨. شري ڪنهيو ٿهلراماڻي

# دبئيءَ جي مشهور سنڌي ڏنوان دادا مورجمل منگهنداڻيءَ جا ڪجهه ويچار



- خاميون ۽ خوبيون سڀني جاتين ۾ آهن ليڪن ٻين جاتين جي ڀيٽ ۾ اسان سنڌين ۾ نيڪ ڪارج ڪرڻ جو وڏو گڻ آهي.
- ڀارت ۾ محنت ۽ سچائيءَ جا گڻ اڃان به وڌايو. ٻولي، ساهت ۽ جاتيءَ جي بهبوديءَ لاءِ ڪم ڪريو يا مدد جو هٿ ڏگهيريو.
- سنڌ سان اسان جو ناتو بلڪل ٽٽڻ نه ڪپي اهو ناتو نه فقط سنڌي ٻولي ۽ ساهت جي بچاءَ جي لحاظ کان پر خود سنڌين جي هستيءَ جي لحاظ کان به ضروري آهي.

"سندن خوشبوءِ اسان جي
دلين ۾ هميشه ياد رهندي
وڇڙيا آهن پر ڪڏهن ڪين
وسرندا سندن ياد ۾ اسين
تا سگهون."



Mohan Harjani

**Shri Mangharam J. Harjani**
**Smt. Nirmala H. Harjani**
**Shri Mohan J. Harjani**
**Shri Jeevan H. Harjani**
**Shri Lal U. Hemnani**

Fondly remembered by

**Nari J. Harjani**

**Mother, Brothers, Sisters & Family Members**

Space donated by M/s. Maheshwari Enterprises & M/s. Valia Steel Industries

# Winners of Educational Awards 1985



Ram Vaswani
Diploma (Mech)



Vinod M khij
B. Tech (Mech)



Hema Rawtani
B Sc.



aruna Advani
XIIth Eng.



Madan Mohan Punjabi
XIIth 2nd



anjay Makhijani
XIIth Eng.



Mahesh Makhijani
XIIth 1st





۲ جنوري ۱۹۸۵ جي سالياني جلسي جي موقعي تي
سيڪريٽري ۽ ڪاميٽي ميمبر



۳ جنوري ۱۹۸۵ تي رنگ ڀون ۾ ايس-پي-ميدگهاڻي
جي ناٽڪ ”لو اپٽر“ مان هڪ درشيه

## انيلا سندر



شريمتي انيلا سندر (نچڻاڻي) الهاسنگـــر جـــي ڊاڪٽر ماکيجاڻيءَ جي سپتري پارت جي برک نرتيہ ڪلاڪارن مان هڪ آهـــي. هـوءَ پنهنجي ڪلاڪارن جـــي ٽوليءَ سان ديس پرديس جهڙوڪ لنڊن، جپان، لاگوس، آڪرا، اسٽاڪ هـوم، نـــاروي، ڊينمارڪ، هالينڊ، لڪسمبرگ، هانگ ڪانگ، منيلا ۾ پنهنجا نرتيہ ڏيکاري ڪافي شهرت حاصل ڪري چڪي آهي.

شاندار شخصيت واري انيلا جي چهري تي سدائين مرڪ هوندي آهي. بمبئي يونيورسٽيءَ مان ممو وگيان ۾ ايم.اي پاس ڪري هوءَ جئہ هند ڪاليج ۾ ليڪچرر مقرر ٿي. ١٩٦٨ ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ طرفان ڪيل يوٿ فيسٽيول جي انٽر ڪاليج چٽاپيٽي ۾ هن ڪـــي نرتيہ ڪلا ۾ پهريون انعام حاصل ٿيو ١٩٨٤ ۾ هن ڪي هانگ ڪانگ جـــي انـڊين آرٽس سوڪل طرفان سنڌيءَ ۾ نرتيہ ناٽڪ پيش ڪرڻ لاءِ ڪوٺ ڪئي وئي. اها نرتيہ ناٽڪ هن هندستاني سماج طرفان منيلا ۾ بہ پيش ڪئي.

انيلا سندر سنڌيءَ ۾ بہ نرتيہ ناٽڪ ”سنڌ جون لوڪ ڪهاڻيون“ سنڌ جا ڏڻ ڀاڱ ڊائرڪيٽ ڪري پيش ڪيا آهن.

١٩٧٥ جـي انٽرراشٽري استري ورش ۾ اکل ڀارتيہ سنڌي ٻولي سماج طرفان هن ڪـــي پهرين مکيہ ويهن استرين ۾ شمار ڪيو ويو.

اهڙي سندر، سهڻي، خوبصورت نرتيہ ڪلاڪار تي اسان سنڌين کي ناز آهي.

# چترڪار ڏيون ٻوچواڻي







(١) هدج ۾ (٢) ڳوٺ ۾ هڪ صبح (٣) شري ڏيو
ٻوچواڻي ڪراڪائو جي ٻرڏان منتري جوئا ايورز سا
چترڪلا نماو جي مهورت وقت

ڏيون ٻوچواڻيءَ جو جنم حيدرآباد سنڌ ۾ ١ مار
١٩١٦ ۾ ٿيو ننڍي هوندي ئي هن کي چترڪلا ۾ چا
پيدا ٿيو. ڏهن سالن جي عمر ۾ هن چتر ڪڍڻ شرو
ڪيا. ١٩٣٨ ۾ بمبئيءَ جي سر جي.جي اسڪول آ
آرٽ مان هن ڊپلوما-ان-آرٽ پاس ڪيو. پنهنج
وديارٿي جيون ۾ هن نہ صرف ان اسڪول جا س

ام ۾ بلا ڪتيا بلڪ هندستان ۾ ٿيندڙ ڪيترن چترڪلا
ون ۾ به انعام حاصل ڪيا. هن کي جي.جي اسڪول
ف آرٽ ۾ ٻن سالن لاءِ فيلوشپ ملي ۽ ١٩٤٠ ۾ ان
ڪول ۾ چترڪلا جو پروفيسر مقرر ٿيو. هن کي ٻڙودا
ي مهاراجا ٻن شاهي پٽ چترن (Murals) ڪڍڻ لاءِ
ايو. اڄ به اهي چتر مهاراجا جي پولو پئويلين تي
ايندا. هن جا ڪيترا چتر سر جي.جي.اسڪول
ف آرٽ ۽ پرنس آف ويلس ميوزم بمبئي، آمريڪا،
نگ ڪانگ، منيلا ۽ ٻين ملڪن جي خانگي چتر
ڪلا سنگره ڪندڙن وٽ محفوظ آهن.

١٩٤٣ کان ١٩٦٨-٢٥ سالن جي گوش نيشيءَ بعد
جي ڪلا ۾ نکار اچي ويو جو ١٩٧٠ ۾ جهانگير
ٽ گئلري ۾ ڪيل نماو مان ظاهر هو. ١٩٧٤ ۾
راڪائو ڪئريبين آئلئنڊس ۾ هن جي چترن جي
ر جو مهورت اتان جي پردان منتري شري جوئان
ز ڪيو ان نماو جو پلي پٽ سواگت ڪيو ويو.

چترڪلا سان سجايل هن جو گهر اڄ به هڪ چتر
آهي. اڄڪلهه هو پدم شري پروفيسر رام پنجواڻيءَ
، سيتا سندويون جي سندو درشن جو سنڀالن ڪري
و آهي.

ستر سالن ۾ به شري ڏيون پنجواڻيءَ جو اتساهه ۽
، ڏسي حيرت وٺيو وڃي.

شري ڏيون پنجواڻي کي سنمان ڏيندي اسين
ئيءَ ۾ ڦوليا نه ٿا سمايون.

## ايس. پي. ميگهاڻي



٥١ سالن جو شري ايس-پي
ميگهاڻي ستيه ديو دبي ۽ الڪ
جي رهنمائيءَ ۾ ناٽڪ، سنگم يونيسڪ
جو ڊپلوما-ان-ٿيٽر پاس ڪيل
سنڌو ڪلا منڊل جو پايو وجهندڙ
سنڌي ناٽڪن لاءِ چاهه پيدا ڪند
هڪ مانيٺو مقبول، مشهور
محبوب ڪلاڪار آهي. هن جي
لگن ۽ اٽڪ محنت سان سنڌي جاتيءَ ۾ ناٽڪن ل
بيحد چاهه ۽ شوق پيدا ٿيو آهي. هو نه صرف رنگ
منچ جو مانيو ڪلاڪار پر لوڪ پريه ناٽڪن جو
هدايتڪار به آهي.

سنڌو ڪلا منڊل هندستان جي الڳ الڳ شهرن
دبئيءَ ۾ ”انڊر سيڪريٽري“، ”ياد ڪندا“، ”چور
اکيان پوڙها پنيان“ جهڙا ٢١ وڏا ناٽڪ ۽ اڪيل ٿي
سو ننڍا ناٽڪ، ريڊيو روپانتر ۽ دور درشن ناٽڪ پيش
ڪيا آهن. هن جي ٢١ وڏن ناٽڪن مان ڪيترن
ناٽڪن پلاٽينم، ڊائمنڊ، گولڊن ۽ سلور جبليون
ملهايون آهن.

شري ميگهاڻيءَ جي هر مذاقي ناٽڪ ۾ درشڪ
تاڙين جي ٺهڪن ۽ ٺهڪن سان سڄو هال گونجائي
هن جو سواگت ڪندا آهن. هو چوندو آهي، ”ڪلاڪا
جي زندگي آهي تعريف جا ٻه ٻول ۽ تاڙين جي ڪڙڪڙاهٽ.

گذريل ٢٥ سالن ۾ شري ميگهاڻيءَ اها ڪوشش
پئي ڪئي آهي ته سنڌي ناٽڪن ذريعي سنڌي ٻولي
۽ سڀيتا کي زنده رکون. اڄ اسين هن نماڻي نهٺي
محبوب رنگ منچ ڪلاڪار ۽ هدايتڪار کي سنمان
ڏيندي فخر ٿا محسوس ڪريون.

# دادا ڪشنچند شواڻي جو سنيهو



منهنجي ڀڳوان در نماڻي پرارٿنا آهي ته سنڌي سڀا ويسٽرن ريلوي وڌندي رهي ۽ سڀني ميمبرن جو پاڻ ۾ سک ۽ سنيهه، ايڪو ۽ الفت هجي.

اڄ ايشور اسان سنڌين تي مهر ڪئي آهي جو ڪيترا اهڙا سنڌي سيٺ به آهن جي لکاپتي نه، پر ڪروڙپتي ۽ ارب‌پتي به ٿي ويا آهن. ڀڳوان ڪري اهي شال اڃا به وڌندا رهن ۽ وڌيڪ ڏنوان ٿين. ليڪن مونکي ڏک ٿيندو آهي جڏهن مان ڪي اهڙا سنڌي به ڏسندو آهيان جن کي رهڻ لاءِ پورو اجهو نه آهي. جيڪڏهن منهنجا اهي شاهوڪار ڀائر غريبن لاءِ بنا فائدي جي جڳهيون ٺهرائن يا ٽرسٽ ٺاهي غريب سنڌين لاءِ سستي مسواڙ تي جڳهيون ميسر ڪري ڏين ته اهو هڪ مها پنج جو ڪاريه ٿيندو.

اسانجي ٽرسٽ به هن ڪاريه ۾ اهڙيون ڪيتريون جڳهيون ٺهرائي غريب سنڌين کي سنٽعلبرب مسواڙ ڪان به تمام گهٽ مسواڙ تي ڏنيون آهن.

**دادا ڪشنچند شواڻي**

# شري نارائڻ شواڻيءَ جو سنيهو



ايشور در منهنجي نماڻي پرارٿنا آهي ته سنڌي ڀائر ۽ ڀينر هميشه وڌندا رهن، پاڻ ۾ سک ۽ ساز ۾ رهن، سدا سکي رهن. مونکي اهو ٻڌي خوشي ٿيندي آهي ته سنڌي سيا ويسٽرن ريلوي پنهنجي ميمبرن ۾ ايڪو ۽ الفت، وڌدر وڌرونهه ڪرڻ سواءِ انهن جي هوشيار ٻارن کي انعام ڏيئي همٿائيندي آهي ۽ هو ساهتڪ کيتر ۾ به جاڳرتا آڻي هر سال هلچل مخزن ڇپائيندا رهن ٿا.

مان سنڌي شاهوڪار ڀائرن کي وينتي ڪندس ته هو غريبن، وڌوائن، يتيمن ۽ بيمارن کي مدد ڪرڻ سان گڏو گڏ سنڌي هوشيار ودياارٿين کي هر مهني سڪالرشپون ڏين ته جيئن سنڌي جاتيءَ جا هونهار ۽ هوشيار ٻار نه صرف ديس ۾ پر پرديس ۾ به نالو ڪڍن.

سنڌي واپاري ۽ ڪارخانيدار ڀائرن کي به وينتي ڪندس ته هو نوڪرين ۾ پهريون وجهه سنڌين کي ڏين.

**نارائڻ شواڻي**

# سنديش



اها نهايت خوشيءَ ۽ فخر جي ڳالهه آهي جو ”سنڌي سڀا ويسٽرن ريلوي“ پنهنجي ساليانو مخزن ”هلچل“ ڪڍي سنڌيت کي زنده رکڻ جي پوري ”هلچل“ هلائي رهي آهي

هن مخزن جي ڪري سڀ ويسٽرن ريلوي جا سنڌي ٻه ڄڻ هڪ سوٽ ۾ ٻڌجي ويا آهن. نه صرف ايترو پر هيءَ مخزن سنڌي ساهتيه جي به سٺي سيوا ڪري رهي آهي ۽ نون ليکڪن کي پڻ ٻاڻ وٽ جاءِ ڏني آهي.

سنڌي سڀا جي ميمبرن ۽ باني‌ڪارن، سنڌي ساهتيه جي سيوا ڪرڻ لاءِ بيشڪ ڪيرون لهڻيون.

نئين سال جون سڀا ۽ ميمبرن لاءِ لک لک واڌايون. سنڌي سڀا ۽ سنڌيت سدا شاد آباد رهندي. منهنجون سڀا لاءِ سدا شڀ ڪامنائون آهن. شل سنڌي سڀا سنڌيت جي سڳند ڦهلائيندي رهي، ڇو جو سنڌي ٻولي زنده ته سنڌي قوم زنده.

**سيول منڌاڻي**

# پريزيڊنٽ جو سنيھو



"هلچل" مخزن جو سورهون
پرچو توهانجي هٿن ۾ ڏيندي بيحد
خوشي ٿي رهي آهي. مان پنهنجي
سائين جو نهايت شڪرگذار آهيان
جن نه، ڏنو آهي صبح نه شام-
"ٿتيءَ ٿڌيءَ ڪاهه، ڪانهي ويل
وهڻ جي" واري اصول کي اپنائي
سنڌي سڀا جي هر سرگرميءَ ۾
اڳي ڪان اڳرا پئي رهيا آهن.
ڪاميٽيءَ جي ڪن خاص ميمبرن ڪان ته گهر ٻه وس
ويندو آهي سڀا جو ڪارڻ ڪندي. انهن ميمبرن جو
بيحد احسانمند آهيان.

ٽئين سال ۾ اسان کي هر سال جي ڪارين ڪان ڪ
وڌيڪ ڪم ٻه ڪرڻا آهن. غريب سنڌي وديارٿين جي سه
ڪرڻي آهي.

هڪ ٻي ٻه ڳالهه، مان چاهيندس ته اسان جا سڀ سنڌ
پاڻ ۾ نه صرف آفيس ۾ پر گهرن ۾ ٻه هڪ ٻئي سان سنڌ
۾ ڳالهائين ته جيئن سنڌي ٻوليءَ جو واڌارو وڌي.

پڇاڙيءَ ۾ سڀني کي ٽئين سال جون واڌايون هجن.
نه ايشور در پرارٿنا ڪريون ته اسانجي سڀا هميشه جي
وڌندي رهي. اسين سڀا جا سائي هڪ ٻئي سان پيار ۽ قر
سان پيش اچون ۽ ٻين اڳيان شاندار مثال بڻجون.

**ڀڳوان ماڪيجا**
آنرري پريزيڊنٽ

# سيڪريٽريءَ جي رپورٽ

سنڌ امیدون ڪر موڙي اٿيون آهن. جو اڳ خواب هو سو اڄ حقيقت ٿيو پيو ڀانئجي. ڪو وقت هو جو سنڌي سڀا ٻه-ٽي يارن هٿ لکيل مخزن ڪڍندا هئاسون ۽ اڄ ڇپيل "هلچل" جي سورهين سڪ ڀري سوکڙي توهانجي هٿن ۾ آهي. اهو سوچي من خوشيءَ ۾ جهومي رهيو آهي. سڀا جڏهن وجود ۾ آئي هئي تڏهن ڇاليهه پنجاهه ميمبر مس هئا ۽ اڄ ذري گهٽ هزار ميمبر ٿي ويا آهن. سڀا وڌي، ٻڌي وڻ جيان وشال بڻجي پختي پاڙ ٻيٺي آهي.

## هن سال سڀا جون مشغوليون

□ **انعام**- هن سال به سڀا جي طرفان ڏهين ۽ ٻارهين درجي ۾ پهريون ۽ ٻيو نمبر ايندڙ ميمبرن جي ٻارن کي سرڳواسي ارجن ملڪاڻي ۽ سرڳواسي جيٺانند "ناب" جي ياد ۾ انعام ڏنا ويندا. سرو شري ناري هرجاڻي، ريلو گيهاڻي ۽ سروج ٽاروانڻي کان سواءِ سلامتراءِ هنگوراڻي، گل مسڪاڻي ۽ شريمتي ميران راوتاڻي پنهنجن وڏن جي ياد ۾ اڳين سال وانگر هن سال به هوشيار ٻارن کي انعام ڏنا آهن. هن سال شري ڪشنچند شهاڻيءَ جي ڏنل ڊونيشن لاءِ فيصلو ڪيو ويو آهي ته جيڪي ٻه ٻار هن سال کان هڪ ڏهين ۾ ۽ هڪ ٻارهين ۾ پهريون نمبر ايندا انهن کي هر سال پنجاهه رپيه ڏنا ويندا جيستائين اهي ٻار گريجوئيٽ ٿين.

□ **ناٽڪ**- ٢ جنوري ١٩٨٥ جي ساليانيءَ جلسي تي رنگ ڀون ۾ شري ايس. پي. ميگهاڻيءَ جو ناٽڪ "لو ليٽر" ڏيکاريو ويو.

□ **سنمان**- مٿين جلسي ۾ ١٩٨٤ ۾ ريلوي مان رٽائر ٿيل سڀا جي ميمبرن جو هندواسيءَ جي سمپادڪ شري تيرٿ سڀاڻيءَ هٿان سنمان ڪيو ويو. ان موقع تي ميمبرن جي اڳين سال جي هوشيار ٻارن کي شري ناري گرسهاڻيءَ هٿان انعام به ڏنا ويا.

□ **مهورت**- مٿين موقع تي هلچل جي پندرهين شاندار پرچي جو پدم شري پروفيسر رام پنجواڻيءَ جي هٿان ڀيڪيدار مهورت ڪرايو ويو.

□ **سوڪڙي**- ١٩٨٥ ۾ سڀا جي ميمبرن کي سنڌي سڀا جي ناليءَ سان هڪ سهڻي بال پين سوکڙيءَ طور ڏني وئي.

□ **شڪل شڪار**- اڳين سال ٢٥ نومبر ١٩٨٤ تي مڊ آئلنڊ تي رکيل شڪل مان ميمبرن کي ايڏو ته موج مزو آيو جو روز ڪنهن نه ڪنهن ميمبر وٽان فون اچڻ لڳا ته مهرباني ڪري جلد هن سال جي شڪل جو بندوبست ڪريو. سڀا جي ميمبرن جي خواهش کي خيال ۾ رکي هن سال ١ ڊسمبر ١٩٨٥ آرتوار ڏينهن وهار ليڪ تي پڪنڪ رکي وئي. ميمبر سنڌن ڪٽنب ۽ دوستن سميت انڌيري پوڻا تي سو جڻا صبح جو 9½ بجه وهار ليڪ تي پهچي ويا.

پهرين ته وهار ليڪ جي دلڪش نظارن ۾ ميمبرن

سان جڏهن پار ٻـ وسري ويو. ليڪن دور دور کان
چڻ سبب سيني کي اڇي بک ستايو ۽ لڳي ويا ٿاروءَ
ي پڪوائڻ ۽ دال کي. اچان پڪوان پورا ئـي مس
يا تـ اسان جي پڪنڪ سيڪريٽري شري اشوڪ
ٽسنگهاڻي هائوسي جـو دوڪان شروع ڪري ڇڏيو.
ائـوسيءَ بعد پڪنڪ جائنٽ سيڪريٽريءَ ڪماري
ٽونتي دمباڻي ڙالن ۽ ٻارن لاءِ ميوزيڪل چيئرس جي
ـران ميوزيڪل آرمس رانديون شروع ڪيون. ان وچم
ڪيترا ميمبر پنهنجي ٻارن ۽ دوستن سان وهار ليڪ
و سير ڪرڻ لڳا.
اٽڪل هڪ لڳي ڪئلاش پربت هوٽل ڪولابا وارن
ي مانيءَ جو وڻن ٻـ اچي پهتو. هيئنر سڀ ميمبر
پنهنجا پنهنجا ڪوپـن ڪٽي هڪ لنبي لائين ۾ بيهي
ا لنبچ لاءِ. واهـ واهـ ڇا تـ سوادي کاڌو هو. کاڌي
ي جهل پل ٻہ ڪانہ هئي. جنهن کي جيترو وڻيو ان
ترو ڪنيو. ماني کائي لڳي ويا سڀ ڳائي ٻجائي کي
ائين نچي جهومـي ڳائـي وڄائي رهيا هئا ڄڻڪ
نهن جي شاديءَ تي آيا هئا. هن محفل جي سر
ر هئي شريمتي رڪمڻي رامداڻي. سندس ڳـائڻ ۽
ـهر ڏسي سڀ حيران ٿـي ويا. ڇئين ٻجہ ڇانهہ پي
ـمبر موٽڻ جي تيارين کي لڳي ويا. پوري پنجين ٻجہ
ـمبرن وهار ليڪ کي الوداع ڪيو

# اسين شڪرگذار آهيون......

* نرتيه ڪلاڪار شريمتي انيلا سندر جا جنهن پنهنج
شاندار پروگرام پيش ڪري اڄ جي جلسي کي چا
چنڊ لڳايا آهن.

* شري ڏيون پوڄواڻيءَ چترڪار ۽ شري ايس. پي
ميگهاڻيءَ سنڌو ڪلا مندر جو پايو وجهندڙ ڪلاڪ
۽ هدايتڪار جا جن اسان جو سمان سويڪار ڪيو آهي

* شري نارائڻ شهاڻيءَ جا جنهن هن موقع جو سڀاپتي
ٿيڻ قبول ڪيو آهي.

* سرو شري پروفيسر رام پنجواڻي، دادا هوتچند
آڏواڻي، ناري گرسهاڻي، نارائڻ شهاڻي، رام دادلاڻي
سڀاڳچند چاولا، ديوبداس مولچنداڻي، چندرو منگهناڻ
تيرٿ سڀاڻي، سڀاڳچند چاولا، رام ميراڻي، گوا
واڌوا، جن وقت بوقت سنڌي سڀا ڏانهن مدد ج
همٿ پڻ ڏکيرو آهي.

* شري اشوڪ ڏيپچند هرداساڻيءَ جا جنهن سنڌي
سڀا کي هن سال کان وٺي نه صرف اشتهار وٺي ڏ
آهن بلڪ هر سال ٻارهن سو روپيه غريب وديارٿين
جي فين ۽ ڪتابن لاءِ به ڏنا آهن.

* انهن اشتهار ڏيندڙ ۽ اشتهار آڻيندڙ ڀائرن ۽ ڀينرن
خاص طور سرو شري رميش ملڪاڻي، شيام گيهاڻي
۽ سندر اجباڻي جا جن جو ريلوي سان واسطو نه
هوندي به ڍڳ اشتهارن جا آڻي ڏنا.

* انهن سڀني شاعرن ۽ ليکڪن جا جن "هلچل" لاءِ پنهنجون رچنائون موڪليون.
* سرو شري هري موٽواڻي، ڦتن پرسواڻي، نند ڇگاڻي، اي.جي.اتم ۽ چندرو پنجابي جا جن هلچل کي معياري بڻائڻ لاءِ ڪيترئيون انمول صلاحون ڏنيون.
* ڪور ڊزائين لاءِ چترڪار شري ڏيون پوجواڻي ۽ ڪونج جي سمپادڪ شري هري موٽواڻي جا.
* شري مينگهراج تلريجا چترڪار جا جنهن ڪور جي ٽائيٽل هلچل کي نئون ۽ سهڻو لباس پهرايو.
* راجو پرنٽرس جي مالڪ شري ايشورداس جادواڻيءَ جا جنهن وقت تي هلچل ڇپي ڏني.
* پڇاڙيءَ جو مان نئين سال جون سڀني ميمبرن، رهبرن، دانويرن، اشتهار ڏيندڙن ۽ گهٽگهرن کي لک لک واڌايون ٿو ڏيان.

پنجو راوتاڻي
آنرري جنرل سيڪريٽري
سنڌي سڀا ويسٽرن ريلوي

بمبئي
۱۳ جنوري ۱۹۸٦



۲ جنوري ۱۹۸۵ جــي رنگ ڀون ۾ ساليانــي جلسي
جي موقع تــي ”هلچل“ جي پندرهين شاندار پرچي جو
مهورت پدم شري پروفيسر رام پنجواڻيءَ جي هٿان ڪرايو
ويو ساڄس گڏ سنڌي سڀا جو سيڪريٽري شري پنجو
راوتاڻي بيٺو آهي.

# شاعراڻي محفل

15- ٽيڪچند مست — مذاقيه غزل
16- ٻولڻ راهي — گيت
17- ديوراج گوڏيا "پياسي" — مڱڻيءَ ڏانهن
18- ڪي جي. ساٿي — زخمي دل
19- ڪلا ٽولاڻي — غزل
20- ايم رفيق — جاڳيو آهه سنسار
21- رڪمڻي راماڻي — ماءُ جي تقاضا
22- مالتي ميرچنداڻي — ڪلام
23- ساون ڪمار اداسي — او راهي
24- هري چوئٿاڻي — سکي ڪير
25- رڪمڻي سندر چنناڻي — اعلان ملاقات جو
26- ڀلاجراءِ مسافر — نعت ۽ ثناء
27- ڀرو "بي وطن" — غزل
28- ريلومل چوڌري — آهن اکڙيون
29- ڪرشنلال ٻجاج "پرديپ" — پيڙا جو سک
30- ڊاڪٽر کانچند ٽولاڻي — ڪافي
31- پريتم ورياڻي — احساس
32- انيل پون — جواني
33- ايم. ٽي. گنگواڻي — ٻڌاءِ ته هوءَ ڪير هئي

# لطيفي لاٽ

منگه تنهين کان منگڻا جو ڏهاڙي تو ڏئي،
ڪوڙا در دنيا جا جاچڪ! منگين جي،
سيان توهين ڪي موٽي ڏيندا منهن ۾.

تن تسبيح من مڻيو دل دنبورو جن،
تندون جي طلب جون وحدت سر وڄن،
وحده لاشريڪ لهٔ اهو راڳ رڳن،
سي ستائي سونهن ننڊ عبادت جن جي.

تون حبيب تون طبيب تون دارون ڪي دردن،
تون ڏئين تون لاهين تون ڏاتر ڪي ڏکدن،
تڏهن ڦڪيون فرق ڪن جڏهن امر ڪر هوانڪي.

# سامي جا سلوڪ

”ڏورون هٽي ڏنگ ناري ڪاري نانگڻي
مورک منا ڪيترا سامي ڪري سنگ
نمارو رهي نپ جيان ڪو محبتي ملنگ
جل ۾ جل ترنگ ائين ڏنو جنهن لڪ سان.“

”مايا بري بلاء ڪنهنکي ڇڏي ڪينڪي
سامي لٿي سڀ ڪي ڏيئي حرص هواء
تنهنجو ليکو ناهه ڪو جنهنجو سڀ سهاء
صورت سڀ ئي جاء ڏسي ڪل عالم ۾.“

”ترين ڪوهه پيار سامي مايا موهه سان
اٿي سڀ اوديا سندو اڻ هوندو اسرار
جيئن نانگ نوڙي ۾ سپني ۾ سنسار
ڪر نه جيءُ خوار مرگ ترشنا جي جل ۾.“

شيخ اياز

# گيت

ڪيسين ٻرندا

نيٺ ته ٺرندا ڏينهڙا

نيٺ ته ورندا

ٿر تي ٿڌا مينهڙا!

نيٺ ته ايندا ڪوٽين وانگر

ترندا ترندا ڏينهڙا.

نيٺ ته پشم پوٽين وانگر

جر ٿر ورندا ڏينهڙا.

ڏونگر ڏونگر ڪيسين ڏرندا ڏينهڙا!

ٽڙڪي ٽرندا ڏينهڙا.

ساجن، تو بن ڪيسين سڙندا ڏينهڙا!

ٻوڙ جهليندا ميوو ڏيندا، نيٺ ته ڦرندا ڏينهڙا.

نيٺ ته ورندا ٿر تي ٿڌا مينهڙا

ٿر تي ٿڌا مينهڙا.

## نياز همايوني

# ڇهڄ

گهور وڃان گهور وڃـــان گهور وڃان گهور
رنگ رتـي روپ وتي تنهنجي ڳليءَ تـان.
گهور وڃان گهور......
ڇپر مٿي ڇمر ڇپي پــتر مٿــي مــور،
جنهن ۾ ڏنو توکي ٻٽيو چانڊوڪيءَ جو چور
گهور وڃان گهور......
جهاڙ رکي جوڳيءَ وڏي هنٿين آندر هور،
جهور وڏا جــيءَ انــدر پپل وارا پــور،
گهور وڃان گهور......
پٽ پـوي پــاڻيءَ انــدر لهر پــري زور
تنهنجون ڳالهيون ٻڌي ٻڌي ٻٽجي پياسين پور
گهور وڃان گهور......
پيهج پيي ڪنهن نہ لڌي راتين جي ٻرگهور
چنگ ٻٽجي چاه وڌو ڇاتــيءَ اندر شور
گهور وڃان گهور......
گهور وڃان گهور وڃـــان گهور وڃان گهور
رنگ رتي روپ وتــي تنهنجي ڳليءَ تـــان
گهور وڃان، گهور وڃان، گهور وڃان گهور

(نئين دنيا

آزاد نظم

ايشور آنچل

# ڪٿهن بخت جا نهن ٽٽا!

( ١ )

حياتي هلي،
ٽڪجي، ساٽي ٿي آهي.
گهڙيءَ جو به دل کي نه وشواس آهي.
اميدون ۽ ارمان
مرٽيندا آهن.
فقط سمرتيون جو وڊيو ٽيپ آهي
ذهن تي ڪٿين چتر آوارا آهن.

( ٢ )

پرهه ڄاڻ ڦٽي!
سڄي رات هڪڙو به تارو نه چمڪيو،
اونداهو ئي ڇانيو رهيو آسمان ۾،
سحر ٿيندي اڏري هليو
آءُ ويندس!

انڌيرو
انڌيرو
آ منهنجو مقدر
انڌيري ۾ آيس انڌيري ۾ ويندس!

( ٣ )

فقط رات جو آخرين پهر آهي.
اڃا جوت ۾ ٿوري روشني آ،
ٻجهي ڪين آ جوت مرٽيٽنگ آهي،
اچڻ چاهين اچ تون اڃا ويل آهي.

( ٤ )

جڏهن وقت ڪسڪي ويو تو
وٺين مان،
جڏهن ڪجهه ڪرڻ
ڪين ممڪن ٿئي ٿو.
وڃڻ ۾ جڏهن ڪائي
ڪن مس رهي ٿي.
تڏهن ڪوئي رحمت جو
ڪرٽو جي چمڪيو،
ته ان مان پلا ڇا وري ٿو؟

( ٥ )

حياتي جا اج زهر بڻجي چڪي آ
انهيءَ کي ڇپن سان لڳائي
جيئڻ منهنجي مجبوري آهي.

( ٦ )

ازل ڪانوڻي
بيرحم ڪوئي هٿ آ
جو ڌرتي ۽ آڪاس جي
بن پڙن کي
صبح و شام وڄنو هلائي
۽ ماڻهوءَ جي سپنن کي
اَن جي ڪڻن جيان
چڪيءَ ۾
هڙ پيهين
اَٽو ٿو بڻائي

ضيا شاه

# ٽيڙو

۱- وري سر نسريا
مرڪي ملڪ جا ڏيهن
تو ڪيئن وسريا

۲- واهيري جي ويل
جهوپي اندر سعدر ناري
ڪري تيل قليل

۳- بات انڌيرو
ماروئڙن جي من ۾
دردن جو ڏيرو

۴- تو ۾ ديد
جي مرڪين مهر ڪري
ٿي وڃي عيد

۵- ميندي ءَ جي مهڪ
گذريم جنهن باغ مان
ياد آيا ٿهڪ

٦- ملي وڇڙين ائين
سائيريا جا ٻ پکي
جدا ٿين جيئن

٧- ابهرو نہ ٿجانءِ
گل سڪن گلاب جا
تيستائين ياد ڪجانءِ

٨- واهہ تنھنجو حجاب
ڏٺو جڏهن مون کي
ٿئو تنھنجو خواب

سانيٽ

## نارائڻ شيام

# فرصت غنيمت

گلن جو بارو، صراحي ۽ وچ ۾ آ رکي،
اڪيلي سرٔي پيان، جي نہ آهہ هم-صحبت؛
پيو جي ڪين، ڏيان چنڊ کي داعوت،
اهو ۽ مان ۽ سندم پاڇو-تن جي محفل ٿي.

وجود پاڇي جو ڪهڙو؟ وٺي نہ چنڊ چڪي،
مگر وڃائجي ڪهڙي طرح هٿان فرصت؟
پيو پيو هلي، هلندو بهار ڳچ مدت،
ڏنائون جهڙي ۽ صحبت اها قبول ڪجي.

فلڪ تان نئڙي بڌي چنڊ جڏهن، ڪلان ڳايان،
نچان تہ پاڻهي مون ساط گڏ نچي پاڇو،
ائين انهن سان پيئڻ وقت پاڻ ونڊرايان،
پيڻ کان پوءِ سڀن جو جدا جدا رستو.

۽ سڀن لوڪ ۾ گڏجون وچي وري جيسين،
انمت-شانت ۾ بس ٿي ٿي گم رهون تيسين.

# ـڪل ٻن....ـاڳو پڻ

ڪ شاخ تان پر
ڪ پن ننو پاڻ ئي ڪائي پنوانئي
ڪجھ گھڙيون ڦھ اچي پٽ تي پيو!
ڻ اڏ مٿو ٿي ۽ نيٺ
ڪ تي پٽجي رهيو...! پنهنجي بيوسيءَ تي ٻڙٻڙائيندو
ـ پنيءَ ۽ پيٽ ڏاري چوٽ کان
ـ نورو ڇريو هو لڙڪڙائيندو
ـو ورائي اتان رمندو رهيو...!
ـرڪندي ڪيس هٿن ويندو ڏسي
ـي پني مهٽڻ لڳو ان شاخ تان
ـسرد شوڪارو پري هڪ
شاخ ڏي شوڪڻ لڳو...! ننڍڙي ننڍڙي
ـهتو- سنهڙي سنهڙي
چپ ڀڪوڙي ڪچڙي ڪچڙي
ـ ڪرٽي نرم پن
ـ ڏئي معصوم هٿ لوڏي
شاخ تي الري ويو ڪلي-
”ٽاٽا“ ڪئي...!

ج- ع- منگهاڻي

# غزل

ڪنديون سيئي ٻارن رانديون
هونديون ڏکن ڪان جي وانديون
ڪيئن اچان مان تنهنجي اندر
مون وٽ ڏکن سوڙن ٽانڊيون.
ڪين ڪڇيم پر ڪيسين تائين
چونديس! چونديس زالون ٻانديون!
منگهاڻيءَ جي من ۾ موريون
سڌياڻيون ويچاريون مانديون.

ڊاڪٽر ارجن سڪايل

# ڪافي

پرديسيءَ سان پيچ مون پاتو
جت تہ هليو ويو جاڙ ڪري

پار پنهل جو ڪين ڪي جاتو
يار ڇڏي ويو ذار ڪري - پرديسيءَ سان

سوداگر ڪي مون نہ سڃاتو
ڏير وٺي ويا خار ڪري - پرديسيءَ سان

ناحق هو مون دل کي لاتو
رڳه رڳه هاڻ پچار ڪري - پرديسيءَ سان

ڪانہ رکي ڪا نينهن جو ناتو
برهہ ڇڏيا آزار ڪري - پرديسيءَ سان

کمل پياسي

# چوليون ماريا چال

( ۱ )

من بهلائين - راس رچائين،
ساحل کي تيون پاکر پائين
ساگر جڙ آ مايا جال؛
جنهن جون چوليون مارين چال.

( ۲ )

گجي گجي تو شور مچائي،
ڦيڻ ۽ ڦيڻگن کي اُڇلائي،
حشمت هن جي آهه وشال
سمنڊ جون چوليون مارين چال.

( ۳ )

پون پنيءَ سان ريجهيل آهي،
هن جي چال سان چال ملائي،
آهه درياهه شاهه دولهه لال،
جنهن جون چوليون مارين چال.

( ۴ )

سرنديون سرنديون اُڇن ڪناري،
هيڏانهن هوڏانهن ڪين نهاري،
چرن چمي هوئين نهال،
سمنڊ جون چوليون مارين چال.

( ٥ )

جنهن جي جيءَ ۾ خوب خباور،
تري ۾ هيرا موتي گوهر،
تڏهن به كشيتن جو ركپال،
جنهن جون چوليون مارين ڇال.

( ٦ )

آخر لهرون ويندیون كيڏانهن،
ايندیون جيڏانهن ويندیون اوڏانهن،
خوب سندن آ جاهه و جلال؛
سمنڊ جون چوليون مارين ڇال.

( ٧ )

هوڙ كناري لاءِ ترڦن ٿيون،
باقي وچ تي لڏن كڏن ٿيون،
هيءَ به ته هن جو آهه كمال،
جنهن جون چوليون مارين ڇال.

( ٨ )

نرمل نرمل كومل ريتي،
جيكا پاڙ كناري پهتي،
هينائيس من لاءِ مثال،
سمنڊ جون چوليون مارين ڇال.

هوتو "سنڌو پياسي"

# غزل

ماءُ جي ممتا جو ملھ ٿيندو نہ آھي ماڻ ۾
ھي تہ قدرت جو خزانو ڪين ڪندو ڪاڻ ۾

جھول خوشين جا ڀرڻ چاھين تہ ھردم ياد رک
وٺ دعائون دل کي خوش رک پيو انھيءَ سرھاڻ ۾

ماءُ ڏيندي ٿي رھي ھردم محبت ۽ دعا
آ محبت مھڪ سرھي رک سنڀالي پاڻ ۾

پيار جي برسات ھر پل پل وسي پئي روح مان
سون ورڻي ھيءَ حيائي چو وڃي چڪناڻ ۾

گھور گھوري ڏي خوشيءَ جي پيوس انسار کي
نيڻ ٿھڪن ڪان ٿھن پل پيار ھن آلاڻ ۾

دل سان ڏي سڀ کي دعائون ھر ڀري نوع کي سدا
پيار جون لھرون دلين جي پل اڇن مھراڻ ۾

ڪوڙ جي گفتار ھرگز ڪين ڪري قلب مان
سونھن سچ سان دل کي سائو رک سدا ساواڻ ۾

**ٽون موٽکي ڪار ونجھو** جي چوٽيءَ تان ڏڪو ڏيئي، ڪڏھن بہ ختم نہ ڪري سگھندين، ڇو تہ ھيءَ منھنجي ٺہي ڏرٺي آھي، جيڪا موٽکي پنھنجين ٻانهن تي جھٽي وٺندي. تون جيڪڏھن موٽکي اھڙيءَ طرح ختم ڪرڻ ٿو چاھين تہ پوءِ آلپس يا جبرالٽر تي وڃي ھل.

★

**جام تماچي** ۽ سندس دوست ھمٿ ھمٿ ۾ ملائي **ڪينجھر** جي ڪپ تي پسار ڪري رھيا ھئا. نوري ٻيڙيءَ جي پاچل تي پاڻيءَ ۾ پير لٽڪايو ويٺي ھئي ۽ ٻانھون ڦھلائي ڪنڌيءَ ڪي ماٺي جل تي اڇلائي چڏيائين. جام تماچيءَ کي سندس دوست چيو، ”تون ڪارن ۽ ڪوجهن مهاڻن سان متي ڪري سٺو نہ ڪيو.

ان وقت نوري پاڻيءَ مان پير ڪڍي، پنھي ھٿن سان ڪنڌيءَ ۾ قاتل مڇي ڇڪي رھي ھئي مٿان ھنبج اڏامي رھيا ھئا ۽ اتر جي ھوا تي ڪنول جا گل پاڻيءَ مٿان رقص ڪري رھيا ھئا. تماچي ڊوڙي وڃي ڪنڌيءَ مان موراکي ڪڍي ۽ پوءِ ٻئي چڙھا. تماچي ۽ نوري- اڪيلا اڪيلا ٻيڙيءَ جا پکھ ڪٽي تانگھو چڏي تار ڏي روانا تي ويا ۽ ڪنڌيءَ تي

پوءِ پڇڻ جيان بيٺل تماشچيءَ جو دوست کين ڏسندو

رهجي ويو.

★

## مهنجي محبوبا!

تون ٽيسٽائين مون تان زلفن جي ڇانو نه هٽاءِ

جيسٽائين منهنجا عمر ڀر جا گناهه ڌوپي نه وڃن.

★

مونکي جذبات ۾ ڏسندي مونکان هڪ ديسي دوست

پڇيو: ”ايڏي ٻڌاڪ پيو هڻين، ڇا تو سنڌ کي

چڱيءَ طرح ڏٺو وائٺو آهي.

کيس جواب ڏنم:

”ادا! هائو، مون سنڌ کي عينڪ لڳائي به ڏٺو آهي

۽ عينڪ لاهي به.“

چيائين: ”تو وٽ اهڙو ڏانءُ يا نسخو آهي جيئن

مان به جهٽ پٽ سنڌ کي ڏسي سگهان“

مان سندس هٿن ۾ پنائيءَ جو رسالو رکي، خاموش

ٿي ويس.

## او مالهڻ!

تنهنجي گلن جو چور مان آهيان،

مان توکي تنهنجا گل موٽائي ڏيندس،

جيڪڏهن تون پاڻ پنهنجن هٿن سان،

ڪو هڪڙو گل منهنجي ڪوٽ جي ڪالر ۾ لڳائين

★

○

ماڪ پئي پيئي-
رنو چنڊ ڪڄيءَ سان
ڳاٽ ڳچي ڏيئي.

وڻا ڪينجهر ڪپ
نوريءَ چوڌاري ڇميا
جڻ تہ ٽماچيءَ ڇپ!

○

ڇاهي ونيءَ ڏر؟
ٻگهہ ٻڌيءَ وائڙا
سارين جو اوٻر!

کهڙو سياٽي!
اڃهو لڳو ڏينهڙو
هلون ٿا هاٽي-

○

واريءَ منجهہ وٿاڻ-
چنڊ پرهہ پاند ۾
هاڃر ڪنهن کي ڄاڻ

راٽي ڙي راٽي!
ڏڪ سنهين منهن ڦنڙي
هيءَ ڄا هارياٽي.

○

اٿي پوئين چنڊ
ڪيڏي من پاڙڪ!
ٿو ورني نبڌاڪري
سرتيوچ ساوڻ ڏس ۾
اٿو پيهين جنڊ!
سارين جي ساوڪ

○

پيارا وڇڙن ٿا.
رات گذاري اوڇتو
تارا وڇڙن ٿا

بس هي پوبون نيڻهن
ٻه ٽي تارا ٽل ٽي
جو ٻن ڪنڌيءَ ميڻهن!

○

”ڇا اڳتي ڪو ڏڳه؟“
ڪاري ڪارونڀار ۾
پڇي ڪونجن وَڳ.

پيپل گهاٽي ڇانو
ساسي سڀ ننڊاڪڙا!
ننڊ نه رڳو ڪانو!

○

ڪويل ڪوڪي ٿي،
هاءِ وساٽل آگ ڪي
ڪيڏو ڦوڪي ٿي!

سانجهيءَ جي ويلا
ڪيڏو ڏور وڃي ٻيا
ماڙن سان ميلا!

○

ميارون مون ڪي
ميان، مون نه رکيو اڃا
مولهيو مٺي ٿي!

ولهيءَ جا ويراڳي!
ڪهه جا ٽانَ ڪنهن وات کا
ويندين ويراڳي

هلچل-20

ٽيڪچند ممت

# مذاقيه غزل

مگر سيٺي ٿـي، نٿهن ڏري ٿـي،
ڇوهه چنڊيندي، سس بہ اَچي ٿي.
ڦاري ڪاريءَ تان سر بـہ صدقي،
پنهنجي سهڻي جوءِ نـہ وڻـي ٿي.
مندر ٽڪاڻـا سڀ وســري ويــا،
ويڊيو، ٽي.وي، سڀ کي وڻي ٿي.
شاديءَ کان پوءِ، سهري کان وٺ سس،
سالي کـان وٺ، سالي رُٺـي ٿي.
محنت سان جـو نـاڻو ڪمايون،
اِنڪم ٽئڪس سرڪار ڪٽي ٿـي.
مـوٽـا سيٺ نـہ ايـڏو کـاءُ،
پيٽ ۾ تنهنجي چربـي وڌي ٿـي.
بيوٽـي پـارلر جـا چڪر ڪاٽي،
سمجهن پنهنجي سونهن وڌي ٿـي.
ڪارو پٽسو ڪيئـن لـڪايـان،
سوچي سوچي ننڊ ڦٽي ٿي.
ڪنهن جـو سندر مکڙو، آئين جڻ
ڪڪرن مـان پرڀات ڇٽي ٿي.
حور لنگور جـي آهـہ بـغـل ۾،
قسمت سان جـوڙي ڪاٽي ٿـي.

ڍولڻ راهي

# گيت

منهنجا ساٿي منهنجا ڍوليا! تنهنجي سار ستائي
اوسيڙي ۾ تڪجي پيئون - اکڙيون آب وهائي
تنهنجي سار ستائي!

(۱) تنهنجون سارون، تنهنجا سپنا تنهنجو ئي ارمان
آس به تنهنجي پياس به تنهنجي پل پل تنهنجو ڌيان
توسان گهاريل پل پل سانڍيم - سيني مجھ سمائي،
تنهنجي سار ستائي!

(۲) چنڊ بنا هي منهنجو جيون - ڪاري رات اماس
پلڪن تي تارن جيان چمڪي، هنجن هاڻي آس
سانجهيءَ ڪان ئي وينيس سائين! نيڻن-ديپ جلائي
تنهنجي سار ستائي!

(۳) هير بسنتي موٽي آئي - تون به ته موٽي آءُ
دل ۾ آهي دور خزان جو ڍولڻ ڪر ڪهڪاءُ
منهنجو تن من اجڙيل گلشن - ڪر آباد سجائي
تنهنجي سار ستائي!

دیوراج گرڏيا "پياسي"

# منگهڙي ڏاڍون

سڄڻي لکان يا رڄڻي لکان
پريا لکان يا پياري لکان
سوچيان پيو ڇا شبدڪاري لکان
(۱) بس هلي وئين، چپ چاپ ۾
واعدا ڪري پيار جا -
"پهچڻ شرط لکندس خط"
بس بهانا هئا هڪ يار جا
تون نہ سدا گهونگهٽ ۾ پنهنجي
ڏسندين رهين ٿي تصوير کي
تون ڇا ڄاڻين منهنجي دل
تڙف، چنتونا ۽ اڌير کي
چور چوان جو دل کسيئہ
سوچيم ذرو بہ نہ پنهنجو ڪيئہ
اتيئي خبر ڇا ڇا نہ ڪيئہ؟
(۲) ڇا اتيئي خبر، تي تون مونکي ستائين
سپنن ۾ اچي، ڪجهہ نخرا ڏيکاري
جڏهن مان توکي پڪڙيان پيار ۾

تون لکين ٿي، مونکي ڪاري
مان جڏهن ٻانهن ۾ ڪڙيان تو ٿهجي
تون شرمائين، ٻهانا ٻڌائين
مان چمبن کرڻ چاهيان، ۽ تون
پڇي وڃي جند پهنجي ڇڏائين
جڏهن ننڊ ڪلي سپنا ٽٽيا
توکي نه پائي ڪليجا ڦٽيا
دکي ٿيو من، جگر جڙ لٽيا
(۳) ترسي ترسي ڪري آيو ساوڻ
برسيو جڻ اڌورو اڌورو
ٿهجي ياد ۾ هڪ ڇيڙيو سرگم
سر نه نڪتو هي گيت نه پورو
وهاڻي کي ڇاتيءَ سان لڳائي
ننڊ نه نيڻن، ٿهجي ياد ستائي
مزو ڏس "پياسي" جو تو نه
ڪنهن غريب جي ننڊ اڏائي
نيلا چوان يا نرملا چوان
پهنجي منگيتري کي شياملا چوان
مورت محبت جي ماشالا چوان

ڪي. جي. ساڻي

# زخمي دل

هن هردي جا زخم هزارين،
ساڻي سي مان ڪيئن ڇپايان؟

جيون جي سنسان سفر ۾،
ساٿي ٿيا بس غم جا سايا،
همت پڻ آ ويٺي هارجي،
ڀرڪڻ لڳي ڌيرج جي ڪايا،
لٽيو نراشا آ آشا کي،
اڃا ٻه ڇا ڪجھ آس لڳايان؟
هن هردي جا زخم هزارين...

اي اشڪو! ڇو ڇپيا ڇپرن ۾
سوڙن جو سڀ حال ڇٽو،
جو اڄ تائين ڇئي نہ سگھيا چپ،
بس سوئي احوال ڇٽو،
دکي ڪيو جن رازن دل کي،
اڃان ٻه ڇا سي راز لڪايان؟
هن هردي جا زخم هزارين...

هٿي پريرٺا جيون جي جن جو،
ساٿي سي اڄ گيت ڪٿي؟
وري اچي سر مڌ ڀريا سجائن،
من جا سي اڄ ميت ڪٿي؟
سر ئي جڏهن رهيا ناڪس ۾،
ڇو پوءِ ڪيئن مان ساز سجايان
هن هردي جا زخم هزارين،
ساٿي سي مان ڪيئن ڇپايان؟

ڪماري ڪملا ڏيولاڻي

## غزل

١. جهوڙي هيءَ جيءَ کي لڳي ويئي کهڙي!
ذررا ذررا ٿي ويئي چاهت هيءَ کهڙي!
٢. سيني ۾ سڪ هيءَ سانڍجي ويئي کهڙي!
ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويئي هٿي هيءَ دل کهڙي!
٣. خوشي موڪلائي ڏيئي ويئي هيءَ کهاڻي کهڙي!
وفا بي وفا ٿي پيئي لڳي هيءَ هوا کهڙي!
٤. جيئرط سيڪاري معهن موڙي ويئي فضا هيءَ کهڙي!
وسري ويو جيئڻ ٽن ۾ ٽدوار لڳي هيءَ کهڙي!
٥. ساگر وچ ۾ ڇڏي غوطا کارائي ملاح جي مستي هي کهڙي!
لهرن ۾ ٻڏي وڃي اُها آهي ڪشتي هيءَ کهڙي

ايم. رفيق

# جاڳيو آهه سنسار!

جاڳيو آهه سنسار!
ري ساٿي! جاڳيو آهه سنسار!
سورج جي سونن ڪرڻن سان دور ٿيو انڌڪار!

( ١ )

ڪاري ڪاري رات ٽٽي آهه!
اوپر مان پرڀات ڦٽي آهه!
جڳ جي نيڻ نشيلي مان ٽٽي نند جو دور خمار!
نند جو دور خمار!
ري ساٿي! جاڳيو آهه سنسار!

( ٢ )

هو هاري ڏس هر ٿو ڪاهي!
مٺڙو مٺڙو گيت ٿو ڳائي!
لهري گيت سنگيت سنگن سان جهومي ڪيت بهار!
جهومي ڪيت بهار!
ري ساٿي! جاڳيو آهه سنسار!

( ٣ )

مزدورن جي محنت جاڳي!
انسانن جي محبت جاڳي!
محنت سان محبت جو ساٿي جڙي رهيو مينار!
جڙي رهيو مينار!
ري ساٿي! جاڳيو آهه سنسار!

( ۴ )

آزادي - شهزادي جاڳي!
صحرا ۾ آبادي جاڳي!
نڪ بيڪاري، آه و زاري، ڪين رهي بيمار!
ڪين رهي بيمار!
ري ساٿي! جاڳيو آه سنسار!

( ۵ )

ملڪ اسانجا مالڪ ٿياسين!
خوشحاليءَ جا خالق ٿياسين!
جڳ کي سبز بڻائيندا سين باغ نئون گلزار!
باغ نئون گلزار!
ري ساٿي! جاڳيو آه سنسار!

( ۶ )

جنگ جا دڙڪا، جنگ جا گهيرا!
رهي نه سگهندا چور لٽيرا!
شهر شهر ۾، چؤنڪ چؤنڪ تي بيٺو پهريدار!
بيٺو پهريدار!
ري ساٿي! جاڳيو آه سنسار!

( ۷ )

اڄ ته امن جو ساز وڄايون!
نيل گگن، ڌرتي گونجايون!
جڳ کي ٿيڻ نه ڏيندا سين اڄ جنگ جو هاڻ شڪار
جنگ جو هاڻ شڪار!
ري ساٿي! جاڳيو آه سنسار!!

# شريمتي رڪمڻي رامائڻي

## ماءُ جي تقاضا

هڪ معصوم چهرو
ڪيڏه ڪان پ ڪنڌرو
ٻانهون ڦهلائي بيٺو رهيو
ممتا جو پيار پائڻ لاءِ
پر ماءُ جو هٿس پنهن جي
روز مره جي ڪمن ۾ مشغول
ڪيس ڏيئي لانچ رانديڪن جي
شام جو جلدي اچڻ جي
ٽاٽا ڪري ڀڄندي هئس
پيار ڏبائي هلندي هئس
آفيس پهچڻو هو وقت تي
مگر ڪيل لوڪل ٽرين تي
لٽڪندي لٽڪندي فوٽ بورڊ تي
ڇا اها پ ڪا زندگي هئي؟
سڀ ڪجهه محسوس ٿي رهيو هو
پر لاچار هئس
بي انصافي ڪيم پنهن جي ڪک سان
سرڪار ڪئي ت مطلب هو پنهن جي اصول سان
غرض سڀ ڪجهه ڪرائي ٿي
ڪيئن ماءُ ٻار جو پيار ڏبائي ٿي
سڀ وقت جو اسرار آ

اڄ مون رٽائر ڪيو آ
وقت جو اپار ساگر مون جي جهوليءَ ۾ آ
ٻه مان!
ٻانهون پساري ويٺي آهيان
پنهنجي ممتا جي جهولي ڦهلائي
پر افسوس جو اڄ ”ان“ وٽ وقت ڪونهي
جو ”هو“ جوان ٿيو آ
پنهنجي جوابدارين ۾ جڪڙجي ويو آ...

## مالتي ميرچنداڻي

# ڪلام

آهي ڪو اِسرار، ڇا ڇئي مان ڇا ٻڌايان
ڪيئن چوان ڪنهنکي چوان، هيءَ ڳالهه ڳالهائڻ جي،
١. مطلب جا سڀ سنگي ساٿي، ڪير ڪنهنجو ميت نه آهي،
هن دنيا ۾ پريت نه ڳولهيو، هن دنيا ۾ پريت نه آهي،
٢. هر طرح آهي خوف انڌيرو، ڪير آ تنهنجو ڪير آ منهنجو
تون مونکان آهين ڪيڏو دور، مان توکان آهيان ڪيڏو دور
٣. منزل مونکان آهي دور، ساحل مونکان آهي دور
رات انڌيري ڪاري ڪاري، آءُ اڪيلو دنيا ساري
٤. بند ٿيون سڀ واٽون واهون، آخر پهتيون عرش تي آهون
ٻڌ تون دلبر درد جون دانهون، اڄ واپس واڳ ورائي.
٥. مطلب جي آهي دنيا ساري، تنهن ۾ رهي ڪبو ڇا؟
هاڻي نه ڳالهه وڃائي توکي پائيان، توکي پائي ڳالهه وڃايان،

ساون ڪمار اُداسي

# او راهي....او راهي....او راهي

ڪ ۾ جي ٿيو آهين چُور، منزل پي جي پائين دُور،
اهيندو هل ميت نوان، ڳائيندو هل گيت نوان.

ايوسيءَ ڪي ماري ڇڏ، مٿل اُمنگ جياري ڇڏ،
ڪهن ڪي ڪل آهي پل جي، دل ڪي ياد ڏياري ڇڏ،
شڪل ناهي تنهنجو ماڳ، مفت پڇائين پيو تو پُور،
ڪ ۾ جي ٿيو آهين چُور، منزل پي جي پائين دُور،
اهيندو هل ميت نوان، ڳائيندو هل گيت نوان.

هه جا مورڪه بندن ٽوڙ، تند تار ٽون من جي جوڙ
چ جي راهه سڄاڻي هل، غافل ٿي نه خود کي ٻوڙ،
ڪي قسمت ۾ آهن سي، ڏڪا ءُ ٿابا ڪر منظور،
ڪ ۾ جي ٿيو آهين چُور، منزل پي جي پائين دُور،
اهيندو هل ميت نوان، ڳائيندو هل گيت نوان،

ته اُداسي همت جي ٽون، من ۾ جوت جلائي ڏس،
ڪ ڪي ٿوري وقت جي خاطر ٿورو ڪجهه پلائي ڏس،
ئي ايندي قريب تنهنجي، منزل منڙا آوس ضرور،
ڪ ۾ جي ٿيو آهين چُور، منزل پي جي پائين دُور،
اهيندو هل ميت نوان، ڳائيندو هل گيت نوان.

هري چوٽاڻي

# سکي ڪير؟

هيءُ لکاپتي آهي
پاسا ورائيندي
هنجي
رات وهامي ويئي
ليڪن
هنجي نيڻن ۾
ننڊ ڪٿي؟
صبوح جو
هو پارڪ کي
ٿڪل ۽ منجهيل
محسوس پيو ڪري
ائين ڇو؟
ڀلا هو سمهندو
نرم گديلن تي
چنتائون ڪندو ننڊي جون
نہ
هنکي ننڊ ڪٿان ايندي؟!

........ اوڏانهن
هڪ مزدور
کليل آسمان هيٺان
پٿرن جي ڍير تي
شانت واتاورڻ ۾
درخت هيٺان
رات جي ٿڌيءَ هير ۾
چندرما جي سيتل روشنيءَ
گهور ننڊ ۾
سمهيو پيو آهي
هن کي
نہ آهي گديلو
۽ نہ ويهاڻو
هنکي ننڊ آئي آهي
ڇاڪاڻ تہ
هو ٿڪل آهي
محنتي آهي.

ٻنهي مان سکي ڪير؟

رڪمڻي سندر چنداڻي

# اعلان ملاقات جو

اعلان ٿيو آ مهربان جي ملاقات جو
الله ڪنهن ڪنهن تي اها عنايت هوندي

حال هر ڪنهن تي ٻڌايو هڪ مون ڪانسواءِ
ڪنهن هڪ سان خاص رعايت هوندي

چپن کي پنهنجي ڪيئن چوري سگهون ٿا
گر گفتگوءَ جي نه اجازت هوندي

چپ مان مطلب ڪڍيا سين کهڙا کهڙا
زماني جي پراڻي عادت هوندي

اکڙين جي ٻوليءَ کي ور ڏنائون اهڙا
ضرور انهن جي خاص عداوت هوندي
يڪ تہ يڪجي آيو پريءَ محفل اندر

مٺي سڄڻ مهنجي جي شرافت هوندي

پولاجراءِ مسافر

# ننڊ نه ٿئا

اي دلـربا ڇو منهنجي تون ننڊ ٿي ڦٽائين!
سپنن جي ديس ۾ پڻ مونکي پيئي ستائين!!

توکي ملي نٿو ڇا ٻيو وقت ڪو ملڻ جو!
سپنن مان ڏيري- ڏيري مونکي ٿي تون جڳائين!!

ننڊرا اچا اچي مس، نڇندي اچين ٿي تون ٻي!
سرگم ۽ ساز ڇيڙي پاسي ۾ گنگنائين!!

نظرون ملائي ساغر سامهون اچي رکين تون!
ڪنهن اٽپياڪ ڪي ڇو مجبور ٿي بڻائين!!

مونکي ڪپي محبت- اوڄاڳا ڪين گهرجن!
ڇو پنهنجي ياد ۾ ٿي پاڳل مونکي ڇوائين!!

مجبو مان آهيان بيشڪ ڏيندس نه رت ڦڙو پر!
ڏي تون ڪنئيءَ ڪٽورو ڇو ٿي ائين سڪائين!!

# غزل

اج وري محفل ۾ يارن جي ڳالھ نڪتي آ
جن لٽيو پيارن تن پيارن جي ڳالھ نڪتي آ

انڌيري رات ۾ نہ ڏسڻ ۾ آيو روشني جو نشان
اڱڻ ۾ پر اڄ چنڊ ۽ تارن جي ڳالھ نڪتي آ

گل ويا گلشن جا سيئي سڙي خاڪ ٿي
گلشن ۾ مگر بھارن جي ڳالھ نڪتي آ

ڪشتي ڦاٽي آهي ڪنن جي چڪر ۾ ئي
هتي پر هر ڪنارن جي ڳالھ نڪتي آ

درد جو ملي ڪين تو ڪوئي دوا دارون
پر در در درد وارن جي ڳالھ نڪتي آ

ڪين تو دل کي وڻي ڪوئي نزاڪت نظارو
"بيوطن" پر اَج نزاڪت ۽ نظارن جي ڳالھ نڪتي آ

ڏيلومل چوڏري

# آهن اکڙيون

آهن اکڙيون ڏسڻ خاطر-تڏهن من مون نهاريو آ
توکي تڪليف ٿي کهڙي-وڻي ٻارڻ تو ٻاريو آ

١- دنيا جو ٿي ڪيم درشن-نظر پئجي وئي توتي
ڏوهي تنهنجي آهي صورت-جنهن ڏگهه ۾ مون بيهاريو آ

٢- حسن مغرور ٿيندو آ-خوبي آ خبر مون کي
ٻڌي سنگدل منا مون کي-تو ايڏو ڇو رئاريو آ

٣- اندر ۾ تون به خوش آهين-ڇوي مونکي ٿي دل پنهنجي
ڇو ٿو ڏوهي مونکي سمجهين-نهاري تو ته ڪاريو آ

٤- ڏسين ڇو ٿو لڪي مون کي-نظر ترڇيءَ سان اي دلبر
ڏٺو جي مون ڪڏهن توکي-سمجهي ٿو هيءُ ڏاريو آ

٥- آهيان پنهنجن ڪان مان پنهنجو-اندر جي آتما ڪان پڇ
"چوڏري" ڪلندو رهين ٿو تون-مون نيڻن نير هاريو آ

کرشنلال ٻجاج "پرديپ"

# ٻهڙا هو سڪ

يادداشت جي شيشن ۾
پوءِ
مان ڏسان ٿو ٻاهر...
پيار جون لهرون
اچن ٿيون
ڪناري ڏانهن ڏوڪيندڙيون
۽
انيڪ ڪڏا ڪري ڇڏين ٿيون
ڪناري جي هردي ۾!
اهڙيءَ طرح هر گهڙيءَ
نئل هردي جي زخمن تي
ٻرڪندڙيون رهن ٿيون
کارو پاڻي!
ڪنارو ٿيندو
رسندو وڃي ٿو
پريمي لهرون اڳتي وڌن ٿيون
ته ان هوندي به شايد
ڪنارو جڪڙي ڇڏي ٿو لهرن کي
پنهنجي انت آغوش ۾

اهو سوچي ته...
”زخمن ۾ به آ سک سمايل“
مان به
يادداشت جي شيشن ۾ بعد آهيان.
بيشمار زخمن جي باوجود به!!

## ڊاڪٽر کانچند تولاڻي ”عاشق“

## ڪافي

ٿلهه:- منا منار ڏي دلدار ڪو ديدار سڄڻ
وڃان بلهار مان سؤ وار تيان بهار سڄڻ منا...

۱- جولان جوش جيءَ ۾-جاني ڏنو جدائيءَ جو،
سڙان تو سوز ۾-شب روز بي قرار سڄڻ منا...

۲- وجهي ونگ هٿي ڏنگ-ڪشتي تنگ ڪيو آ تو،
چڙهيو آه زهر انٿي پهر غم غبار سڄڻ منا...

۳- جاءِ منهنجي جيءَ ۾ تو لاءِ تيار دلبر آ،
هنئين جو هار ڪيانءِ جان جو جواهر سڄڻ منا...

۴- عشق جي آزار جو-دارون به تنهنجو درشن آ،
ويندو نه ته درد ۾ ”عاشق“ موڪي بيمار سڄڻ-منا...

ريتم وريا ڻي

## الهاس

واهه ڙي واهه الهاس،
مٺائين پيو دل جي پياس.
سعدي رچائي وينا آهن سک جي راس
ٻيڙا رستي تي ڪيڏن پيا چوپڙ يا تاس
ٻيئون هر هر ڏين پيئون ناس
اتي هرهڪ چيز آهي خاص
اهو ڏسي ٻين جا ٿيا آهن چرخ هواس
ڇو ته سيٺي ڪيو آهي الهاسنگر کي پاس

... يون

## جواني

هوا جو هڪ جهونڪو آيو
اکين ۾ مٽي وجهي ويو
جڏهن اکيون پٽيم
ته پڇتاءُ ڪيم
هوا جو جهونڪو منهنجي جواني هئي
مٽي، جوانيءَ جي پل هئي
اکين جو کلڻ منهنجي پيري هئي
پڇتاءُ منهنجي فقيري هئي

ايم. ٽي. گنگواڻي

# پڪاءِ نہ ھوءَ ڪير ھئي؟

چاڙھي چوٽ، ڪيرائي ھيٺ، ھلي وئي
پھاڙن جا پند ڪرائي، سورن ۾ وجھي ھلي وئي
درياھہ جي دھشت وچ لھرن ۾ لوڙھي ھلي وئي

ميران واريءَ مستيءَ ۾، وھہ جو پيالو پي وئي
امرت ٻڌائي ان ڪي، پريتم سان پاڻ ٻاڙي ھلي وئي
ڪوڙي ڪنچن ھار تي، من نار وڃائي ھلي وئي

ميندري جي محبت ۾، سومل سان سمھي پئي
رکي نشانيون نہ جون، راڻو رسائي ويھي رھي
ڏسي حال ھيءُ نند نندوريءَ جو ويڳائي ٿي وئي

نيڻھن رکي نھائين جيان، آگ ۾ جلي وئي
سڙي سارو ڏينھن سور اندر ۾ پي وئي
گنگواڻي ٻاڦ نہ ڪڍيائين ٻاھر رچي لعل ٿي وئي

اھا ھئي سڪ سچ جي

# ڪهاڻيون

رام ڪڪڙيجا

# ٽڪو

هوءَ هر سال ايندي هئي. هوءَ ٻـڍي ٻروچاڻي،
ـهن ۾ وقت جا گهنجا، مٿي تي ٻچي ٻڌل، اکين ۾
ڇپيون، وار بي‌رنگ ويڙيل، بت تي ڍگهو جهٻو، جنهن
ـي کيسن ۽ آڳي تي هرمچو ڀريل هو، ۽ جنهن شايد
ـهن کان صابڻ جو منهن به نه ڏٺو هو. ڪبي، هڪ
ـدين واري ڪنهن وڻ جي ٽاريءَ جي سهاري آهستي
هستي ڇيلهه تي هٿ رکيون ايندي هئي ۽ اسان
ـي گهر جي دڪيءَ تي اچي ويهندي هئي. عمر جو
ـداز لڳائڻ مشڪل. ۷۰-۸۰ يا اچا ٻــ وڌيڪ. پر
رائڻداس ملڪاڻيءَ جي اکرن ۾ هئي ”ڪڏهوڪي“.
ـون هن کي ٻهريون دفعو ڪڏهن ڏٺو سو چوڻ مشڪل
ـهي پر منهنجي سانيرم ۾ هوءَ هر سال ايندي رهي.
آڪٽوبر جـــي شروعاتي ڏينهن ۾ جڏهن ٿڌيـــون
ـوائون لڳڻ شروع ٿينديون هيون ۽ بدن سيات کـــان

ڪانڌارجڻ لڳندو هو، هؤ ايندي هئي. دڪيءَ تي
ويهي ساهه پٽيندي هئي. پوءِ منهنجي ڏاڏيءَ کي
سڏ ڪندي هئي- ”او مهندي!“ منهنجو ڏاڏو ويٺو
هوندو ته ڏاڏيءَ کي سڏ ڪندو ”او فلاڻي! وڃ ڀيپ
آئي ٿي. تنهن جي ساهڙي. منهنجو ڏاڏو ٻيڏيءَ کي
مسخريءَ وچان ”ڀيپ“ ڪري چوندو هو. منهنجي
ڏاڏي کلندي ٻاهر نڪرندي. ٻيڏيءَ کي ڏسي چوندي
”آئي آنهن! گهڻن ڏينهن کان پوءِ منهن ڏيکاريو ٿي.
اچ! اندر اچ! ٻيڏي اُٿندي اچي آڳڙيءَ لٺ پاسي ۾ رکي
ويهندي ۽ چوندي ”بس مهندي! ٻڍاپو ويڙهي ويو
آهي. لڱ چرن ئي نٿا! ٻلا ڪو مانيءَ ڳيو هجئي ته
ڏينهن. صبح کان نيراني نڪتي آهيان.“ ڏاڏي اُنهيءَ
تي چوندي ”ڪوڙ! مائي ڪوڙ! ۽ پڇڏيءَ مان ڪن (اَڏ)
پوڊو ڪڍي ان سان چاچ جو ڪٽورو ڪڍي سنڌس
اڳيان رکندي. پوءِ امان (ڏاڏي) وڃي پنهنجي ڪم ۾
لڳندي. ٻيڏي وات چوريندي رهندي. وچ ۾ ڪجهه ڳالهه
ٻولهه به ڏاڏيءَ سان ڪندي.

ٻيڏي ڪائي رهندي ته اسان کي سڏ ڪندي
”مهندي! ڪا رلهي گندي هجئي ته ڏيکار!“ امان
چوندي. ”رلهي آهي چوڻ. ٻه ٽون وٽائين ئي ڪونه!“
امان رلهيون سنيون سبندي هئي. ٻراڻن ڪپڙن کي
تهه ڪري هڪ ٻئي مٿان رکي. چئني پاسن کان ۽

وچمان سنها ٹوپا ڏئي هڪ ڪرو سبندي هئي. هٿ
۾ اهڙو هنر هوس جو ڪوئي ائين نہ چوندو تہ ڪو
رلهي پراڻن ڪپڙن جي ٺهيل آهي.
”تون ڪڏ تہ سهڻين! پيسن تي ٺهي پونديوسين.“
بڍي چوندي هئي.
امان اندران وڃي رلهي ڪڍي ايندي. بڍيءَ کي
کولي ڏيکاريندي. بڍي رلهيءَ کي هٿ لڳائي پسند
ڪندي. ويڙهي پاسي ۾ رکندي ۽ جهبي جي وڏي
اونهي گيدي مان پراڻو ميرو رومال ڪڍي ان جون
ڳنڍيون کوليندي. ٿامي جا پئسا مٺ ۾ ڪري امان
کي ڏيندي چوندي ”هاڻي ڳالهائجائن نہ! بيوهہ بڍي
آهيان. ڪو ڏٺي ڏوکي ڪونهي جو ڪمائي ڏيم.
دعا ڪنديسانءِ!“
امان پئسا وٺي ڪٽي ڏاڏي کي ڏيندي. ”هي ڳڻ
تہ.“ ڏاڏو پئسا وٺي ڳڻي ڏسندو. ”هي تہ ٽيهہ پئسا
آهن.“ بابو چوندو. ڏاڏي چوندي. ”هي ڇا مائي؟
اٺ آنا بہ نہ! هان هي بہ ڪٽي وڃ.“ امان بڍي کي
پيسا واپس ڏيڻ جي ڪندي.
”مهندي! ڇيومانءِ جو تہ نہ ڳالهائجانءِ! الله گنج
ڏيندءِ!“ بڍي رلهي ڪڇ ۾ ڪري لٺ جي سهاري
ٿندي. ٺڪ ٺڪ ڪندي آڳڙ کان ٻاهر نڪري ويندي
۽ امان ڏسندي ئي رهجي ويندي.

ٻڍي هر سال ائين ايندي هئي. رلهي وٺي ويندي هئي. ٿامي جي پيسن مان ڪڍهن ائن آنن ڪان وڏيڪ ڪونه نڪتس.

آخرين دفعو مون کيس تڏهن ڏٺــو جڏهن ورهاڱي کانپوءِ اسين لڏڻ جي تيارين ۾ هئاسين. ان سال هوءِ ٿڌين جـــي شروعات ۾ نه پر پڇاڙين ۾ آئي. ان وچ۾ ڏاڏي کيس ياد به ڪيو ۽ امان کي چيو، "ڇو تنهن جي ساهڙي هن سال نه آئي آچا؟ امان چيو، "ڪير ڄاڻي! مٺان گذاري وئي هجي."

پر آخر هوءِ اچــي نڪتي. فيبروريءَ جـــو مهنو. اسان لڏڻ جون تياريون پئي ڪيون. هنڌ بسترا ٻڌي ندگه ٺاهي آڳڙ ۾ پئي رکياسي. وڏا لڏڻ جي تيارين ۾ پريشان اسان ڇوڪرات نئين ملڪ ڏسڻ جي شوق ۾ خوش.

اسان ٻاهر راند پئي ڪئي جـو مان سندس ڪٻي لحيم جسم کي لٺ جي سهاري پهن جـــي گهر طرف ايندو ڏٺو. ڊوڙي وڃي امان کي ٻڌايم "امان! هوءِ پپ آئي ٿي."

هميشه وانگر ٿي هوءِ ڀريون ڊڪيءَ ٿــي ويٺي. پوءِ اندر آئي. امان کيس ڪجهه کائڻ لاءِ ڏنو ۽ کانئس پڇيو "ڇو هن سال دير سان آئي آهين."

"مهندي! بيمار هئس. مٺي ٻچي آهيان. ڇيم وڃي

مهندي ۽ جو منهن ڏسي اچان." پوءِ چوڌاري نهاري
جارا دريون ۽ اڱڻ ۾ بدل نعگ ڏسي پڇيائين "چو ٻاهر
تا وڃو ڇا؟" "ها! هندستان ڇڏي لڏيون." امان جواب
ڏنو. هن سمجهيو ته شايد اسان تيرٿن لئي نڪتا آهيون.
پڇيائين "وري ڪڏهن ايندا"

"ڀڳوان ڄاڻي! واپس اچڻ ٿئي يا نه." امان جواب
ڏنو.

ٻڍي اهو ٻڌي سن ۾ پئجي وئي. "لڏي ٿا وڃو.
وري واپس نه ايندا. هي جايون جڳهيون ڇڏي ويندا؟
ڙي ڪل ٽڙي اٿو ڇا؟" امان اهو ٻڌي اندر جڳهه
جي چوڌاري نظر وڌي. سندس اکين ۾ پاڻي ڀرجي
يو. هن اندر جو سڏڪو دٻائي ڇڏيو ۽ خاموش سامهون
ت کي ڏسندي رهي.

ٻڍي هڪ هٿ چيلهه تي هڪ هٿ پٽ تي رکي
تي. سندس جسم لرزڻ لڳو ۽ ڪرڻ تي هئي جو امان
تيس سهارو ڏنو ۽ پٽ ۾ ويهارڻ لئه سندس هٿ ۾
ڏني.

"چڱو ابا! پرتئه رب کي!" هن موڪلايو. مون ڏٺو
سندس اکين ۾ ڳوڙها ٽري رهيا هئا. رلهيون گنديون ته
مگن ۾ بعد تي چڪيون هيون. امان ڪلهي تي رکيل
منهن جي ماءُ جي اڏوراڻي لوئي کڻي سندس ڪلهن
سي وڌي. "امڙ دعا ڪجانءِ." امان سندس اڳيان

جهڪي پيو.

ٻڍيءَ جي نظر مون تي پئي. جهڙي جي اولهي گيدي ۾ هٿ وجهي اهو ئي پراڻو ميرو رومال ڪڍيائين. ٿڌڙين ڪمزور آڱرين سان ڳنڍ کوليائين.
”هان وٺ پٽ! هيءَ خرچي!“ هن منهن جي هٿ ۾ ڪجهه رکيو. مون ڏٺو اهو راڻي وڪٽوريا وارو ٽامي جو وڏو ٽڪو هو. ۽ امان ڪجهه چوي ئي چوي، هوءَ لٺ تي ٽڪ ٽڪ ڪندي گهٽيءَ ۾ نڪري وئي.

مون وٽ اهو ٽامي جو ٽڪو اڃا آهي. امان جي ڏنل نوڙهي جي چانديءَ جي رپين سان گڏ مون اهو سنڀالي رکيو آهي. ڏياريءَ تي جڏهن اهي رپيا پوڄا لاءِ ڪڍندو آهيان، تڏهن اهو ٽڪو ڏسي انهيءَ ٻڍيءَ ڀيڻ جي ياد تري ايندي آهي.

□□

□ منگهارام ننگرپارڪر

# جام هوٺڙو

عيسوي ڏهين صديءَ ڌاري ڪڇ ۾ ”جام پوٺڙو“
راڄ ڪندو هو. وٽس مال متاع جي ڪمي ڪانه هئي،
پر اولاد جي خوشي نصيب نه ٿي هئس، جنهن ڪري
رات ڏينهن ڳڻتين ۾ پيو جهرندو هو اولاد جي لاءِ هن
ڪيترائي پير فقير پوڄيا، پر ٿيو ڪجهه به ڪين.
سندس شهر ”پتر ڳڙهه“ کان ڪجهه مفاصلي تي،
هڪڙي ندي هئي جنهن جي ڪپ تي، ڪي ست
ڄڻا ساڌو فقير، رات ڏينهن پوڄا پاٺ ۾ مشغول هوندا
هئا، جن جي ڪنهن ٻئي بشر کي به خبر ڪانه هئي.
هڪ ڏينهن ڪو ماڻهو اتي مڇيون مارڻ آيو،
جنهن ساڌن کي ڏسي ورتو. اهو ويچارو به ڪو اولاد
جو سڪايل هو. خيال ڪيائين ته من انهن فقيرن جي
دعا سان ڪو اولاد ٿئيم، سو چار نديءَ جي ڪپ
تي رکي، هلي ساڌن جي آستان تي آيو ۽ هٿ

ٻڌي هڪڙي ڪنڌ وٺي ويهي رهيو. ساڌو پنهنجن ئي خيالن ۾، ڪنڌ هيٺ ڪيو ويٺا هئا! مهاڻي دل ۾ خيال ڪيو ته هن آستان ۾ ڏاڍو گند ڪچرو لڳو پيو آهي، سو ڇو نه انهن جي صفائي ڪري وٺان! پوءِ ته يڪدم صفائي ڪي لڳي ويو. مٽ سڪي ويا هئا، سي به نديءَ تان ڍوئي پسائي پوري آڻي رکيائين. آخر هڪڙي ساڌوءَ ڪنڌ کڻي کيس ڏٺو ۽ چيائينس ته: اي شخص! تون ڪهڙي خيال سان هتي آيو آهيان؟ مهاڻي هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته: سائين، ڏٺي جو توهان جو ڏٺو سيڪجهه اٿم، پر اولاد ڪونه اٿم، ان لاءِ توهان جي دعا گهرجي. تنهن تي ساڌو چيس ته:

جي تون مڇيون نه مارين، ميلو رکين نه من،
پيءُ ٿئين پٽن جو، اڱڻ جهجهو ان.

(اي شخص! جي تون مڇيون نه مارين ۽ دل ڪي ميرو نه رکين ته تون پٽن جو پيءُ ٿيندين، ۽ تنهنجي گهر ۾ گهڻي برڪت پوندي). مهاڻي ان ڏينهن کان پوءِ مڇيون مارڻ کان توبهه ڪئي ۽ ساڌن جو چوڻ به پورو ٿيو. مالڪ جي مهر سان کيس نائين مهيني هڪڙو چنڊ جهڙو پٽ ڄائو. بس پوءِ ته سڄي ملڪ ۾ ساڌن جي درويشيءَ جو هل هلي ويو. نيٺ هڪڙي ڏينهن ڄام ٻونڌري کي به اها خبر پهچي وئي. هو به

هو هنداں نااميد ٿي چڪو هو، تنهن جـو اها خبر
ٻڌي، سو هڪ دفعي وري بہ اميد ٿيس. چا ڪيائين
جو پنهنجي پٽراڻي ”راڄئين“، کي سهائي سيڙائي،
ساڌن جـي آستان تي وٺي آيو. ساڌو تـہ پنهنجيءَ
عبادت ۾ مشغول هئا، پر راڻيءَ انهيءَ ڳالهہ جو خيال
ئي ڪونہ ڪيو، ۽ وڏي آواز سان چيائين تہ:

راڻـيءَ رت جوڙيو آئـي درويشن وٽ،
”ڏياءَ واڌايون مون ڏيو تہ مائڪ ڏيانو مٽ.“

(راڻيءَ چيو: آءٌ رت تي چڙهي درويشن وٽ آئي
آهيان. اي ساڌو! تـوهين جيڪڏهن مون کـي اولاد
ڏياريو تـہ ان جي عيوض آءٌ توهان کي هيرن جواهرن
جا مٽ ڏيندس).

فقيرن کـي ڀلا هيرن جواهرن جي ڪهڙي پرواهہ!
ٻيتر راڻيءَ جو هنن جي عبادت ۾ خلل وڌو هو، سو
ڪو جواب ڏنائونس تہ:

اسين نـہ اهڙا اولياءُ، جي ڏيون ٻين کي ٻار،
هيءُ نياءُ ات ٿئي، جت صاحب جـي دربار.

(اي مائي! اسين اهڙا درويش ڪونہ آهيون جـو
ٻين کي اولاد ڏيندا وتون. اهو تہ سڀڪجهہ مالڪ جي
قسمت وس آهي.)

ساڌن جو اهو جواب ٻڌي راڻيءَ کي ڏاڍو ڏک ٿيو، پر وري به ڪين ستائڻ لڳي ته: اي ساڌو! توهان هڪڙي مهاڻي کي پٽ ڏنو آهي پر هن ملڪ جي راجا کي نٽا ڏيو، ڇا اسين ان مهاڻي کان به گهٽ آهيون؟ تنهن تي وري به فقيرن کيس سمجهائيندي چيو ته:

ٻــائي! ڏاهي ٿــي، اسين نــه نــوڙها نڱه،
هڪڙو هيڻو جهلي ڏيون، جي هجن اسان وٽ وڱه.

(اي مائي! ڏاهي ٿيءُ، اسين نڱه ڪونه آهيون پوءِ توکي ڪهڙو دلاسو ڏيون. اسان جي وس ۾ جي ڳالهه هجي ته هيڻو ئي ڪٽي توکي پٽ ڏيون.)

ساڌن جو رکو جواب ٻڌي، راڻي اولاد جي آس اندر ۾ ئي سانڍي مايوس ٿي محلات ڏي موٽي آئي، ۽ سموري حقيقت جام پونڌري کي ٻڌايائين ته:

”مهاڻي تي مهر ٿي، اسان لئي انڪار.“

راڻي راڄڻ، پونڌري جام کي سچي حقيقت ٻڌائي ته، ساڌن مهاڻي تي مهرباني ڪري ان کي اولاد ڏنو پر اسان لاءِ انڪار ڪيائون.

ساڌن جو اهڙو رکو جواب ٻڌي، جام پونڌري کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي، سو ڇا ڪيائين جو سڀني ئي ساڌن

کي کٽي تهخاني ۾ بند ڪيائين. سمجهيائين ته پاڻکي
بک اچ ۾ لاچار ٿـي مون لاءِ دعا گهرندا. ڏينهن گذري
ريا پر ساڌن ڪجهه به ڪين ڪڇيو. تنهن تـي راجا
هيڪاري باهه ٿي ويو ۽ حڪم ڏنائين ته، هنن ساڌن
ڪـي تهخاني مـان ڪڍي، هڪڙي کلئي ميدان تــي
گهاڻي ۾ ٻڌي وهايو. حڪم جي دير هئي يڪدم هنن
ويچارن کـي تهخاني مان ڪڍي گهاڻي ۾ ٻڌايائون، پر
هو ڪٿي ٿـا ظلم کان ڊڄي، راجا لاءِ دعا گهرن! صبر
سان ســب مصيبتون سهندا رهيا. ساڌو ويـچـارا رات
ڏينهن گهاڻي ۾ وهندا رهيا ۽ ماڻهو وري مٿن چٿرون
۽ مسخريون ڪرڻ لڳا. ڪوبه هنن کــي ماني ٽڪي
ڪونه ڏيندو هو. آخر هنن کي هيڏي مصيبت ۾ ڏسي
هڪڙي غريب حجام کـي مٿن قياس اچي ويو. تنهن
ماڻهن کان لڪـوري اچي هنن کي چيو ته: توهان جو
ڪو ڏٽي ڏوڏي آهي يـا نه. جو توهان کي هن آزار
مان آجو ڪري؟ تنهن تي هڪڙي ساڌو چيس تـه:
اسان جا سار لهڻ وارا تـه گهڻيئي آهن، پر انهن کي
اطلاح ڪيرڏئي؟ اسين ستئي هتي گهاڻي ۾ ٻڌا پيا
آهيون. باقي جي ڪو ماڻهو اسان مـان هڪڙي جي
ٽران هن گهاڻي ۾ وهي ته جيڪر اهو وڃي مددگارن
کي سڏي اچي. حجام کين چيو تـه جيڪڏهن توهان
مـي اٿين جند ڇنندي ته آءُ توهان مان هڪڙي جي

پـــاران هن گهاٽـــي ۾ وهڻ لاءِ تيار آهيان. ائين چئي
هڪڙي ساڌو کي کولي، پاڻ ان جـــي پاران گهاٽي ۾
وهڻ لڳو.

گهاٽي مان ڇٽل ساڌو ٽورو پند ڪري اچي هڪڙي
ٽڪريءَ تي چڙهيو ۽ پنهنجي ديوتا کي سڏڻ لڳو ته:

”ڪنهن پائـي ڪوڪرا، درس برايم دان،
رٺيا راڄ اگهان، اڄان ڪو ڪونـــ آيو.“

(درويش چوڻ لڳو ته، اسين هتي مصيبت ۾ ڦاٿا
پيا آهيون، پر توهان مان اڃا تائين اسان جي مدد لاءِ
ڪوبه ڪونه آيو آهي.)

ساڌوءَ جي پڪار تي ٿوري ئـي وقت ڪانپوءِ هڪن
جـــي مدد لاءِ باهتر ”جڪ“ اچي ڪڇ جـــي بندر
”جڪوئي“ تـي لٿا. هڪن سان گڏ هڪن جي هڪ ڀيڻ
”سانيرڪي“ پڻ آئـي هئي. سانيرڪي تمام چالاڪ هئي،
تنهن ڪري جڪن هن کـي جام پونڙري جي طاقت ۽
محلاتن جي ڳجهن رستن جي حقيقت لهڻ لاءِ محلات ۾
موڪليو. سانيرڪي پنهنجي هوشياري ۽ چالاڪيءَ سان،
راڻي راڄتين ۽ جام پونڙري جي گهر جـــي اندر ويهڻ
جي سموري حقيقت هٿ ڪري، جلد ئي موٽي آئي،
۽ جڪن کي اچي ٻڌايائين ته، جام پونڙرو روز صبح جو
وڏي ماڙيءَ جـي اڱڻ ۾ وهنجندو آهي، اهو وقت ۽

هڻڻ پونڇڙي کي مارڻ لاءِ اُپڪ ٿيندو. سانيري جي
اها اٽڪل سڀني کي وڻي ۽ ٻئي ڏينهن جو انتظار
ڪرڻ لڳا.
ٻئي ڏينهن هميشه وانگر جيئن ڄام پونڇڙو وهنجڻ
خاني ۾ ويو، تيئن "ڪڪڙ" نالي هڪڙي جڪ،
ٽڪريءَ تان چڙهي نشان چٽي، اهڙو ته تير هنيس جو
ڄام پونڇڙو اتيئي ڦٿڪي مري ويو.

ڪڪڙ ڪاني هڻئين، ڪانيءَ ڪيو نڪاءُ،
پونڇڙو ڪريو پٽ تي، جيئن ڇپر ڪريو مٿان.

(ڪڪڙ ڄام پونڇڙي کي اهڙو ته تير هنيو، جو
هو اتيئي مري ويو.)
اهڙيءَ طرح هنن، ساڏن کي ڄام پونڇڙي جي
مصيبتن مان آزاد ڪرايو. جنهن ٽڪريءَ تان ڪڪڙ
جڪ تير هنيو هو، ان کي اڄ ڏينهن تائين به
"ڪڪڙ پٽ" چوندا آهن.

□ □

□ ڪماري سوني مولچنداڻي

# تلسي

مان تلسي آهيان. ڪيترو نه پاڪ ۽ پوتر نالو آهي.
هندو تلسي ماتا جي پوڄا ڪندا آهن پر مان......
منهنجو نالو تلسي آهي ته به مونکي پاڪ ۽ پوتر نه
بلڪ مونکي پتيتا، بدچلن، اپوتر استري ڪوٺيو ٿو
وڃي ڇاڪاڻ ته مان وڌوا آهيان. هڪ وڌوا جو هندو
سماج ۾ ڪهڙو استان آهي سا هر ڪنهن کي ڄاڻ
آهي. وڌوا ٿيڻ ۾ منهنجو ڪهڙو قصور؟ پر مان
وڌوا آهيان ۽ منهنجي گهر ابناش ايندو آهي.

ابناش اسانجي خبرچار ۽ حال احوال وٺڻ ايندو
آهي. اسان يعني مان ۽ نتن. نتن منهنجو پٽ، جو
پڻ ابناش کي بيحد چاهيندو آهي. ابناش منهنجي
گهر اچي ٿو ته ڇا اهو گناهه ٿيو؟ هو نتن کي شيون وٺي
ڏئي ٿو اهو ڇا پاپ ٿيو؟ ته پوءِ ڇو مونکي بدچلن
چيو ٿو وڃي؟ ڇو؟ منهنجو قصور؟

منهنجي اوسي پاسي وارا چوندا آهن ”هيءَ اسانجي
پاسي واري آهي نه، سا وڏوا آهي وڏوا پر خوش لڳي
پيئي آهي. ڪير چوندو وڏوا آهي. هنجو نالو تلسي
آهي پر تلسي نه ٿيڻ ڪپندو هو. انجي بدلي پتيتا ٿيڻ
ڪپندو هو ڇو ته هوءَ وڏوا هوندي هر يارهين جنوري
پنهنجي نئن جو جنم دن ملهائيندي آهي ۽ ڪالندي ۽
خوش ٿيندي آهي. ڇا وڏوا کي کلڻ جي منع آهي؟

ها، مان تلسي آهيان، وڏوا آهيان. منهنجي ٻولي
ڪير سمجهي. منهنجو اهو دک درد ڪير ۽ ڪيئن
جاڻي. ڇا هيءَ ١٢ يا ١٤ صدي آهي جو وڏوائن کي
زنده لاش بڻجي جيئرو رهڻو پوندو هو. ڪاٻ عورت
وڏوا بڻي جڻ مصيبتن جو پهاڙ سندس مٿان ڪريو
هجي. عورت وڏوا ٿي ته هوءَ دنيا جي هر هڪ موج
مزي سک کان محروم پر مرد جي زال هڪ ڏينهن
گذري ته ٻئي ڏينهن تي ڪيس ٻي شادي ڪرڻ جي
اجازت آهي!

تلسي نالو شاديءَ کان اول به هوءَ شاديءَ کان پوءِ
به. نئن جي پيءُ يعني منهنجي پتيءَ سدارت کي
تلسي نالو بيحد وڻندو هو. ڪيترو نه پيار ڪندو هو
مونکي. ابناش سندس پڪو دوست هوندو هو. حالانڪ
هو ابناش جي آفيس ۾ نوڪري ڪندو هو، ته به
ابناش ۽ هنجا رشتا تمام سنا هوندا هئا. شاديءَ کان

پوءِ بہ ابعاش ايندو هو. گهر ۾ سدارت نہ بہ هوندو هو، تہ بہ. پوءِ ان وقت ماڻهن ڪجهہ ڪين ٿي چيو. مان اڪيلي هوندي هئس تہ بہ ڪنهن ڪجهہ ڪين ڪڇيو. تہ پوءِ هاڻي ڇو واءِ ويلا ٿئي ٿي؟ ڇو تہ هاڻي مان وڏوا آهيان، ان ڪري؟ ڇا دنيا وارن سان رشتا ناتا ٽوڙي وهان جئن دنيا خوش ٿئي.

سدارت جو سهارو نہ تنو ۾ مهنجي دنيا لٽجي ويئي. نہ چاهيندي بہ زنده رهڻ چاهيم. مونکي نہ ڪا حسرت هئي ۽ نہ ڪي ارمان. صرف پنهنجي پٽ لئہن جو فرض پورو ڪرڻو هوم جو پورو ڪري رهي آهيان ۽ ان فرض پوري ڪرڻ لاءِ ڪشالا ڪيڻا پون ٿا. سچ ابعاش جو ڪيترو نہ حصو آهي مونکي انهن ڪشالن ۾ مدد ڪرڻ جو!

هونئن تہ ابعاش کي ان لاءِ شاباس ملي ۽ انجو شايد اهو ڪارڻ آهي تہ هو...... هو ڪنوارو آهي. شادي شده هجي ها تہ بہ شاباس مليس ها يا نہ، پڪ نساهي. مان شاباس بہ ڏيندي سانس تہ سعدس شڪرانا بہ مڃيندس. مان تہ هڪ ڪٽي پتنگ مثل هئس. سدارت کي ڪئنسر جي بيماري هئي. ڪيترو نہ پئسو خرچ ٿيو. لئہن تہ ان وقت اڃا سال جو مس هو. سدارت کي ابعاش تي پورو وشواس هو. اهو ئي ڪارڻ هو جو بئي ڪنهن کي ڪجهہ نہ چئي ابعاش

کي منهنجي ۽ ٻچن جي سار سنڀال ڪرڻ سونپي ويو.

ڪئنسر جي بيماريءَ ۾ ٻيا ڇوت ڇات ڪن پر ابناش کي پنهنجي فرض پوري ڪرڻ کان بلڪل ناڪار نه هئي. موت وقت ۽ موت کان پوءِ ڇا ته خرچ ڪيائين. مان ايترا خرچ ڪري سگهان ها. سدارت ابناش جي پيءُ وٽ رواجي نوڪري ڪندڙ هو. ها، منشي سچار هو. جنهن ڪري ابناش ته ڇا، سندس سرڳواسي پتا به هن لاءِ سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار رهندو هو. هونءَ به هندو مالڪ ۽ ملازم جو حساب ڪتاب ته هوئي ڪونه. شاديءَ کان پوءِ اسين هتي مون ڪرڻ نه وياسين ڇو ته ابناش جي پتا چيو ته هيئنر اسانجي ڌنڌي جي سيزن پيئي هلي ۽ سدارت جو هت رهڻ لازمي آهي. سدارت مڃيو ۽ مون پڻ.

ابناش ته ان وقت کان گهر ۾ ايندو ويندو هو. نه هن لاءِ هيءُ گهر پرائو هو ۽ نه اسين. هو اسانجي هن ننڍي ڪٽنب جو هڪ ڀاتي هو. سدارت چوندو هو ته هو ۽ ابناش ڄڻ ساڳي ڳالهه آهي. پوءِ مان اهڙا نازڪ رشتا جيڪي سالن کان هلندا رهيا آهن سي ڪيئن ٽوڙيان؟ جي نه ٿي ٽوڙيان ته سماج اڳيان خراب خوار ٿي ٿيان.

سامهون واري گهر ۾ رهندڙ ٽن ٻارن جي ماءُ سجاتا منهنجي مٿان ڄڻ پهريدار آهي. مون وٽ رڳو هڪڙو

ابناش ۽ ٻيا ڪجهه مت مائٽ اچن. منهنجي ڀڪي ساهيڙي نور جو ياءُ جهاز ۾ ريڊيو آفيسر آهي. ڳالهائڻ ٻولهائڻ جو بلڪل خوش مزاج. سندس زال ٻه ايئن ئي آهي. اهي اچن، ڪـائڻ لاءِ پنهنجو سامان ڪٺي اچن. ڪل، مسخري، ٺهڪ ٻڌي ڪونه ڪو ٻهانو ڪري سجاتا گهر ۾ اچي ڏسندي ته ڪير آيو آهي.

سچ ڪڏهن ڪڏهن تـه دل ۾ هـزارين سوال اٿندا آهن تـه هنن ماڻهن کان پڇان تـه توهين ڇو ٻين لاءِ ايتري چنتا ڪريو؟ ڇا پنهنجو ڪو ڪم ڪار ڪونه اٿـو؟ جيڪي مت مائٽ سڌارت جـي زنده هوندي ايندا هئا سي هاڻي ٻـه اچن، تـه انهيءَ ڇا ڇوان ته نه اچو. منهنجا اوسي پاسي وارا مون ۾ شڪ ٿا آڻين. پر جـي مان ڪين ايئن چوان ٻه ته ڇا هو مڃيندا ۽ پنهنجو اچڻ بند ڪندا؟

ابناش کي تـه ڇيم ٻه ته نه اچو پر ڇا هن مڃيو؟ هن چيو، مان تنهنجي لاءِ نـه، نٽن لاءِ ٿو اچان. مان ڇا ڪريان؟ ڪنهن کي سمجهايان؟ پاڻ کـي، ابناش کي يا ماڻهن کي؟

ابناش چيو، ”تلسي، تون ماڻهن جي ڇو ٿي پرواه ڪرين؟ انهن کـي ٻيو ڪهڙو ڪم آهي؟ سنتايلن کـي کـي وڏيڪ ستائڻ. ڀل هو ڪجهه ٻـه چون، سمجهن، پرواه نـه ڪر. تون ته تلسي آهين تلسي، پاڪ پوتر،

هڪ ديوي“
هن پنهنجو همٿ منهنجي ڪلهي تي رکيو ۽ همدرديءَ سان پڇيو، ”ڇا تون تلسي ديوي نه آهين؟“
مونکي سندس ان سوال ۾ پنهنجائپ لڳي. خبر ناهي ڇو انهن چند گهڙين لاءِ مون محسوس ڪيو ته هن دنيا ۾ ڪوئي منهنجو پنهنجو به آهي. مونکي خاموش ڏسي هن پنهنجو سوال دهرايو. منهنجي اکين ۾ پاڻي تري آيو......مان ڪيئن ڇا جواب ڏيان. ازخود منهنجي وات مان نڪري ويو ”مان تلسي آهيان...... تلسي“
هن منهنجي همٿ وڌائي. پڇيائين، ”تون تلسي آهين. تلسي ته پاڪ ۽ پوتر آهي. اسين انجي پوڄا ڪندا آهيون.“
مان هن ڏانهن نهاريو. منهنجي اکين ۾ ڪافي سوال هئا جي هو سمجهي ويو. هو مشڪڻ لڳو. مان ڪيئن سمجهي نه سگهيس. هن مشڪندي چيو، ”تلسي، هيءَ دنيا ڏاڍي بي رحم آهي. هن دنيا وارن کان جيترو ڊڄندينءَ، هو توکي اوترو ئي هيسائيندا. تون عورت آهين نه پوءِ ڇا، همٿ ڪر، پنهنجي لاءِ نه ته ٻين لاءِ ئي سهين. دنيا وارا ڏوريئي توکي زنده رهڻ لاءِ مدد ڪن.“
ها، هن ڪيترو نه سچ ڳالهايو، سندس اهو سچ

نه صرف سچ هو پر حقيقت پڻ. مون ۾ همت آئي،
مان ڇو ماڻهن جي چنتا ڪريان؟ ڇا هو منهنجي لاءِ،
منهنجي ڀلي لاءِ ڪجهه سوچين ٿا؟ پوءِ ڇا ٿـي پيو
جي مان وڏوا آهيان. مون تي ھروڀرو ايتريون پابنديون
ته ڪونه آهن. مان ابناش جو انتظار ڇو بند ڪريان؟
ڇو؟ جي ابناش انتظار وڃڻ بند ڪندو ته...... تڏهن جو
ڇا ٿيندو؟ تنهن لاءِ ته هو جان قربان ڪندو آهي. تنهن
به ڪيترو نه فخر ڏيکاريندو آهي. ڪابه شيءِ ڪپنديس
ته مونکي ڇوڙڻ جي بدلي سڌو ئي ابناش کي چوندو.
هو ابناش تـي جڻ حڪم هلائيندو آهي. اهو حڪم
سمجهان، حق سمجهان، پنهنجائي سمجهان يـا حجت
سمجهان. پر ڪجهه بـه سمجهان، تنهن ڪنهن شيءِ لاءِ
صبح جـو واڪ ڏئي تــه منجهند جـو اها شيءِ حاضر
هوندي.

ابناش جي چوڻ، همت ڏيارڻ تــي مون نوڪري
ڪرڻ شروع ڪئي. ابناش اڪثر ڪار ۾ مونکي ڇڏڻ
ايندو هو. اها هڪڙي ڳالهه هئي جا منهنجي اوسي
پاسي وارن کي صفا پسند ڪين ايندي هئي. وڏوا ته
پري رهي، هڪ عورت کي ڪهڙو حق آهي جو باقي
مــونکي سنو ويندو. بس، ڏسڻ وارا عجيب غـريب
نگاهن سان ڏسندا. نه صرف اوسو پاسو، خود منهنجا
مائٽ بـه ورتاءَ کي سهپه نـه سگهڻ لڳا. يا مائٽن کي بـه

مون تـي وشواس ڪين هو؟ اسان جي ان نموني جي چـرچا آفيس ۾ پڻ ٿيڻ لڳي. مـان دلشڪستي تـي ويس. هڪوار ابداش منهنجي همٿ ٻڌائـي. پر هڪ دفعي مون کيس چيو، ”تـوهان منهنجي گهر نـہ ايندا ڪريو......مان......“

هن چيو، ”ها ها، چئو، مـان......مـان......جملو پورو ڪر.“

مون دل جهلي چيومانس، ”مـان وڌيڪ بدنام ٿيڻ لاءِ تيار ناهيان. منهنجي دامن تي داغ نـہ لڳي. مان اهو ڪيئن مڃائي سگهنديس.“

هن چيو، ”تنهنجو دامن تـہ پاڪ آهي. ان تـي ڪڏهين بـہ داغ نہ لڳندو. جي لڳندو بـہ ڪٿي تـہ مان......؟“

هو خاموش ٿـي ويو. مان کيس ڏسڻ لڳيس. هو اڃا بہ خاموش هو. ڪجهہ چوڻ چاهيائين ٿي پر......

ٻئي خامـوش رهياسين. ڪڏهن ڪڏهن خاموشي دل کي وڻندي آهي. آخر مون هيءَ خاموشي ٽوڙيندي چيو، ”منهنجي ڪري توهين بـہ تـہ بدنام ٿيو ٿا. مونکي اها ڳالهہ پسند ڪانهي. هاڻي مان پنهنجو دک پاڻ سهڻ جـي ڪوشش ڪري رهي آهيان. پنهنجين تڪليفن جو بوجو مان پاڻ ئي کڻنديس.“

هن کي شايد ڳالهہ نہ وڻي. سندس آواز گنڀير هو.

چيائين، ”ڇا مان ڪوئي ڏاريو آهيان؟“

مون ڪيس ڪو جواب ڪين ڏنو. شايد ڪو جواب سمجهه ۾ ڪين آيو. هن سوال دهرايو. ”ٻڌاءِ تلسي، مان ڇا ڪوئي ڏاريو آهيان؟“

مون ڪند سان ناڪار ڪندي چيو ”نه“ دل ۾ آيو چوانس ته توئي نه مونکي جيئڻ سيکاريو نه ته مان هنڪان اڳ ۾ مري چڪان ها.

هن سنجيدگيءَ سان چيو، ”توکي زنده رهڻو آهي، تلسي.“

مون ها ڪندي چيو، ”ها، مونکي زنده رهڻو آهي، ڪنهن لاءِ ڪنهن به حالت ۾“

هن پنهنجو هٿ منهنجي ڪلهي تي رکندي پڇيو، ”ڪنهن لاءِ؟ تلسي، تون پنهنجي لاءِ ڪڏهن سوچيندينءَ؟ پنهنجي لاءِ نه جيئندينءَ......؟

مون ناڪار ڪئي. ”نه، پنهنجي لاءِ جيئي ڇا ڪنديس؟ مان ٽڪجي پيئي آهيان. مان ٽٽي چڪي آهيان...مان ايترو ته بدنام ڪئي وئي آهيان جو... هاڻي مان...راحت پائڻ ٿي چاهيان...“

هن چيو، ”ها، مڃان ٿو. پر ڇا زندگيءَ مان ٽڪجڻ سان ڪنهن کي شانتي ملندي؟ اڃا ته زندگي لمبي اٿيئي. توکي سهاري جي ضرورت آهي...تون چاهين ته...“

مون ھن ڏانھن نھاريو. ھو ڳالھائيندي چو رکجي
يو. مونکي پاڻ ڏانھن گھوريندو ڏسي ھن چيو،
تلسي، ماڻھن لاءِ پل تون ڇا بہ ھجين. منھنجي لاءِ
ڪ آھين، صرف تلسي."

نئن تہ ڪڏھن ڪان بوڙندو ھنجي ھنج ۾ اچي
ٺو ھو. ابعاش ڪيس پيار ڪرڻ لڳو. مونکي اچا بہ
ڻ ڏانھن نھاريندي چيائين "تلسي، تون جڏھن
ھنجي لاءِ جيئڻ چاھيندينءَ تڏھن توکي ساٿ جي
ضرورت پوندي، پنھنجي لاءِ ۽ نئن لاءِ، جو ساٿ مان
ڻ لاءِ تيار آھيان. ڇا پنھنجي لاءِ جيئڻ چاھين ٿي
صرف نئن لاءِ؟"

منھنجي وات مان ازخود لفظ نڪتا "مان تلسي
ھنجي لاءِ بہ جيئڻ چاھيان...ٿي...مان بہ......"

□□

كھاڻي

□ جيٺمل ريلواڻي

# سويري

”مون اڄ به گهر گندو ڪيو آهي، ائين نه؟“
چوندي هوءَ آفيس وڃڻ لاءِ ٻاهر نڪري وئي هئي.

ٻڌي سس گهر ۾ اڪيلي رهجي وئي. پلنگ جي
ايس تي ويهي رهي، گم سم. هن کي لڳو، سندس
ڇاتيءَ جو سور وڌي رهيو آهي. هن پير مٿي ڪيا ۽
پلنگ تي ڊگها ڪري ليٽي پيئي. ٻاهر نڪرندي
تيزيءَ سان چپل نهن جا اکر ۽ اُن چوٽ جو ڏنگ،
ڇاتيءَ جي سور کي ولوڙي رهيو هوس.

ان ولولي ۾ هن کي ياد آيو ته شاديءَ کان ٻـ
ڏينهن پوءِ، سيٺي بس ۾ وينا هئا، تڏهن هن جي
نظر وڃي بس جي در جي ڀرسان مٿان رکيل نهن
جي لئين بئگ تي پيئي هئي. هوءَ يڪدم ڇرڪي
اُٿي هئي. بئگ ۾ سمورا ڳهڻا ۽ ڪپڙا پيل هئا. اهو
جوکم نهن کي پاڻ سان گڏ پاڻ وٽ سنڀالي رکڻ

گهربو هو. هن بس ۾ نظر ڊوڙائي. هن ڏٺو تہ ننڍن بس ۾ اڳيان سيٽ تي ٽيڪ ڏيو ويٺي آهي- بي فڪري، هلندڙ بس ۾ هوءَ اُٿي کڙي ٿي اِهو چوندي تہ، "ننڍن ٻچڳ، تہ پاڻ سان سنڀالي رک" ۽ پنبيان در طرف اڳتي وڌي. در وٽ پهچي هن هڪ هٿ مٿي ڪري ٻئگ ڪڍڻ لاءِ وڌايو مس، بلڪل ٺيڪ وقت. بس جي اڳيان نہ ڄاڻ ڇا ايندي، ڊرائيور زور سان بريڪ هنئي هئي. بدي پنهنجو بئلنس وڃائي ويٺي ۽ در جي فوٽ سٽيپ تي لڳل اسٽيل جي هئنڊل سان وڃي ٽڪري. هن کان هڪ رڙ نڪري ويئي ۽ ڇاتيءَ تي هٿ رکي هوءَ بس جي فرش تي ويهي رهي.

بس ۾ چوبول مچي ويو. شاديءَ تي آيل مٽ مائٽ اُٿي کڙا ٿيا. بديءَ کي اُٿاري سندس جڳهہ تي وهاريو ويو ۽ ٻئگ ڪڍي ننڍن کي سنڀالڻ لاءِ ڏني ويئي.

سانده ٻہ مهنا بدي ڇاتيءَ جي سُور سبب ڪراهيندي رهي. هوءَ هڏ ڏوکي هئي. گهر جي ڪم ڪار کان سواءِ هن کي ڇڏڻ نہ ايندو هيو. اَسر جو کير وٺڻ کان وٺي منجهند تائين بيني پير گهرو ڪم هوندا هئا. پاڻي ڀرڻ، ڪپڙا ڌوئڻ، نيرڻ منجهند جي روٽي، ڪلاڪ اڌ ليٽي سڀڻ ڀرڻ جو ڪم رهندو هو شام جو اڪو پاڻڻ، سنسڳ تي وڃڻ، هن جو نت نيم هوندو هو.

پلنگ تي ليٽئي ليٽئي ڇاتيءَ جي سُور سان گڏ
هنجي من جو سُور به اُڀري آيو. هنکي محسوس ٿيو.
هميشه جڙ هوءَ جند جي پُڙن وچ پيسجندي رهي
آهي. زندگي ڀر هن جي مٿان سندس سس حاوي
رهي هئي. پوءِ به هن ڪڏهن ڪا پڙڪ نه ٻولي هئي.
هوءَ سس کي زور به ڏيندي هئي ته رات جو سمهڻ
کان اڳ سرمو ڏڌو ڪري کٽ تي پهچائيندي هئي،
پوياڻ ڏينهن سس بيمار پيئي ۽ بلڪل لاچار ٿي
ويئي، اِن حالت ۾ هن بيٺي پير سندس شيوا ڪئي
هئي. سندس ڪرائڻ ڪان وٺي لاچاري حالت ۾ گندا
ڪيل بسترا به هن صاف ڪيا هئا.

پهرين پٽ جي شادي رچائيندي هنکي لڳو هو ته،
گهر ۾ سندس ڪا همراهه اچي رهي آهي. اُن خوشيءَ
۾ هوءِ نُهن تان گهوري ويندي هئي. بعد ۾ کيس احساس
ٿيو هو ته نُهن پنهنجن بينل پيڪن جي پنيرائيءَ
سبب، هن گهر کي اڃا پنهنجو گهر نه ڪري سگهي
آهي، شروع ٿيل اُن کلڪل، سندس جگر جي
ٽڪري کي چيري ڌار ڪرڻ جو ڪم ڪيو هو.

ٻئي پٽ جي پٽني، پنهنجي آفيسر پتيءَ تي
بانور ۾ رهي پاڻ کي ڪا شيءِ سمجهڻ لڳي هئي.
بدلي ڪرائي الڳ گهر وسائڻ لاءِ پتيءَ جا ڪن ڀريندي،
هن گهر کي نه بلڪ پتيءَ کي اُي گهر سمجهيو هو.

سس سان گھڻو وقت نہ رهڻ جي باوجود بہ هوءَ
ندس پيڪا سس جا ڏک سهڻ جو ريعگت وڃائيندا
ندا هئا. ٻي ننهن جي الڳ ٿيڻ بعد. ڀهريان سيڻ
يءُ ڪسي ڀڪڙ خاطر. فخر وڃان چوندا هئا. ڏسو-
ي ئي اُهڙي آهي...

هن کان هڪ هلڪو سڏڪو نڪري ويو.

هن ڪي آس هئي تہ تين ننهن ضرور ٻردٻار
ڪرندي ۽ گهر جهالائو ثابت ٿيندي. پيڪن ۾ هن
ڪري ڪئي هئي ۽ نوڪري ڪندي هن غربت جو
بلو ڪيو هو. پڙهيل هئڻ جي ناتي ۽ نوڪري ڪري
ون ڪي پڙهائي پالي پيرن تي بيهارڻ جي ڪشمڪش
ضرور هوءَ ديريسي ۽ ڪڙهيل ثابت ٿيندي. جيتوڻيڪ
نوڪريءَ جي ڪيس ڪا ضرورت نہ هئي. مگڻي
ان اڳ ئي ڪيس اُها ڳالهہ ذهن نشين ڪرائي ويئي
ي تہ، ضرورت وقت نوڪري ڪرڻ ۾ البت ڪا
ع خطا ڪونہ هئي. پر هن گهر ۾ ڪيس نوڪري
رڻ جي ضرورت محسوس نہ ٿيندي. ڏنڏي جي
ـني ۽ گهوٽ جي ڀڳهار سان گهر جون سموريون
ورتون پوريون ٿي رهيون هيون. تنهن وقت سندس
ٽن ان ڳالهہ تي خوشي ظاهر ڪئي هئي تہ ڏيءَ
نوڪري جي ڪشمڪش جي زندگيءَ کان ڇوٽڪارو
ب سکي رهندي.

پر شاديءَ بعد اچانڪ چرخو ڦري ويو هو.
گهر ۾ هاڻ صرف چار ڀاتي هئا. سس، سهرو ۽
پٽ ننهن. پوءِ به ٽين ننهن ۾ رکيل هن جي آس پوري
نه ٿي سگهي هئي. موڪلن دوران هن پنهنجي بدلي
هن شهر ۾ ڪرائي هئي ۽ موڪلون پوريون ٿيندي هن
نوڪري نه ڇڏڻ جو ارادو ظاهر ڪيو هو. پٽيءَ ڪيس
سمجهائيندي چيو هو: ”گهر ۾ ڀـاڀـي سڄو ڏينهن
اڪيلي رهجي ويندي.“
هن چيو هو: ”سڄو ڏينهن ٻڍيءَ جي سنڀال لاءِ
ڪو مان گهر ويهي رهنديس ڇا؟“
”نوڪريءَ جي ضرورت به تـه ڪونهي، تون
تنهنجا مائٽ اڳ سهمت ٿيا هئا.“
”مان چئن ديوارن وچ پاڻ کي ٻڌائڻ نـ
چاهينديس.“
”ناچاڪ حالت ۾ به ڀاڀي ڪم ڪندي ٿي رهي
تنهنجو سڄو ڏينهن ٻـاهر رهڻ سان هـوءَ لاچار ٿـي
پوندي.“
”هاڻي به ڇا ٿي ڪري؟ روٽي تـه مان ڪندي
آهيان. ويٺي سڄو ڏينهن حڪم هلائيندي آهي يا ه
ڪم جي پٺيءَ نقطچيني ڪندي آهي.“
”گهر ۾ صرف روٽي ڪرڻ جو ئي ڪم آهي ڇا؟“
بعضي هي هڙ ڪرڻ لاءِ اگر صلاحون ڏيندي هجي تـ

آهه نقط ڇيعي ڇٽبي ڇا؟

”توهان ماءُ جو بدر ڪٽي رهيا آهيو. سڄو ڏينهن
۽ مونکي ٿو ڪانٽو پوي.“

”مان ۽ ته ماءُ کي سڃاڻان ٿو. تون ڏينهن سڄو نه
ٻاهر ٿي رهين......“

”مان پڙهيل آهيان ۽ پنهنجو ڀلو ٻرو سوچي سگهان
ٿي.“

”پڙهڻ کان وڌيڪ ڪڙهائيءَ جي اهميت هوندي
آهي. ڀاڀي پڙهيل ڪونهي ۽ تون گريجوئيٽ، اِها
پنهنجي خوش فهمي سمجهي سگهان ٿو.“

”ڏسو اڄ ڪالهه هرڪوئي ائين ڪري ٿو، ڏال
ڙس ٻئي نوڪري ڪن ٿا ۽ پنهنجي نموني رهن ٿا.“

”اسان ڪهڙو پرائي نموني ٿا رهون؟

”پنهنجي نموني الڳ رهي سگهجي ٿو!“

ٻنيءَ جا ناڪ لڳي ويا.

بس پوءِ لڳل ڇانيءَ جي ڏڪ هن جي جيءَ کي
جهورڪي وڌو هو. پوءِ بس هن جو من ڪم ڪاج لاءِ
چست رهندو هو.

انهن نوڪريءَ تي ويندي رهي. صبح جو آٽي
پنهنجي ڪرت پوري ڪري تيار ٿيندڙ نيرن کي ڪجھ
ست وناٽيندي هئي يا تيار ٿي پڪل نيرن کائي ٽفن
ي آفيس لاءِ ڪپڙا بدلائي نڪري ويندي هئي.

سس باقي ڪم ڪري ونندي هئي. معجهد جا ڦڪا پچائـي صبح واري ياڃيءَ سان ٻيو ٻيڊي روٽي کائي وندا هئا. شام جو گهر نهن جي حوالي ڪري سس ستسنگ تي هلي ويندي هئي ۽ رات جو روٽيءَ وقت گهر ايندي هئي. پوءِ به کيس محسوس ٿيندو هو ته سدهس پت نـ جاڻ ڇو ڳرندو ٿو وڃي. پت - نهن جي وچم مڙئي ڪا ڪشمش هلندي ٿي رهي. تڏهن هڪ ڏينهن هن پٽ کي چيو هو: ”توهان کي به اگر الڳ ديوارن ۾ سک نظر ايندو هجي ته هاڻي ڏسو. اسين بئي باقي به نباهي ونداسين!“

جواب نهن ڏنــو هو: ”اج ڪالهه پڙهيل گهرن ۾ ماڻهو ڪيئن نا هلن، ڏسو ته سهين؟“

”هت توکـي ڪهڙو دکـ آهي؟“ سک جـا سـيـ وسيلا اٿو. ياتي ڪل چار. پوءِ به توکي دک ٿا نظر اچن؟

”مونکي اِها کعد کعد نہ وڻندي آهي.“

”ڪهڙي مون کعد کعد ڪئي؟ سڄو ڏينهن وڃين آفيس ۾. شام جـو مان نڪاڻي وڃان، تـــ رات جو موٽان.“

”اِها سکن جـــي لست بڌائـي نوکيندي تـــي رهين!“

پنيءَ کـــي لڳو، آفيس ۾ مڻبم مڻبم جو سنبوڏن بڌندي، هوءَ گهر ۾ گهر جي پاتين متان به مڻبم جيان

انهجي وڃڻ تي چاهي شايد.
سس کي لڳو، هت وڏيڪ ڳالهائڻ وڪڙ ۾ ڦاسي،
انتي حاصل ڪرڻ آهي.
ليٽئي ليٽئي ڪيس ياد آيو. ٻــ مهنا ڇاتيءَ جي
ور جـي ناچاڪ عرصي دوران، ڪڏهن نهن ساٿس
ڪي کلي ڳالهايـــو هجي. ڪڏهن دل وٽڻ جـــي
ڪوشش ڪندي طبيعت بابت پڇيو هجي. اهڙي ڪيس
ڪا سانئر نہ ٿي رهي هئي.
اڄ ٻہ ڳالہہ تہ ڪا خاص ڪانہ هئي. جي هئي ٻہ
سندس جڻ ڪيل هئي. صبح جو پلنگ جي هيٺان
هنجي ڪا شيءِ ڪٽڻ ويندي هن رڙ ڪئي هئي. ان
تي گهر جا ڀاتي اچي گڏ ٿيا هئا. ڏنائون تہ نهن
هنجي ڪمري ۾ هڪ ڪنڊ ۾ بيٺي ڏڪي رهـــي
ي. ڀاتين ڪـــي ڏسي هن پلنگ جـــي هيٺان اشارو
يو. هيٺ جان ڪٺي ڏسن تہ ڪنڊ ڪان هڪ سؤبيري
ني هئي.
سؤبيريءَ کي دستو هڻڻ بعد سس چيو: ”گهٽ ۾
ٽ پنهنجي ڪمري جـي تـــ صفائي رکجي. پلنگ
نان جارا ڄمي ويا آهن.
پتيءَ جي من ۾ آيو، چوي: ”ٻاهر رهڻ سان تـــ
ٺهو بهادر ٿيندو آهي. رستن ۽ آفيس ۾ مشڪلاتن
مقابلو ڪرڻ جـي حام ڀلي هڻجي، پر اندر ۾ ڪو

ڦيرو نہ آهي، چاهي پڙهيل هجين يا نوڪري ڪندڙ
هجين......

پر هوءَ اڻا ڪجهه چوي ئي چوي اُن کان اڳ
ٽيهن جي ڏڪڻي اوچتو غائب ٿي ويئي ۽ سس جي
ڇيل ڳالهه جو سلسلو پڪڙيندي چيائين: ”ها، منهنجو
ڪمرو تہ گندو آهي. منهنجو پلنگ بہ گندو آهي. مون
اڃي توهان جو گهر گندو ڪيو آهي. ائين نہ؟......“
چوندي هوءَ آفيس هلي ويئي هئي.

آفيس ۾ حاضري ڀرڻ بعد پنهنجي پتيءَ سان ملڻ
سندس آفيس ويئي هئي.

”توهان چاهيو ٿا تہ مان گهر جي تنگ ديوارن ۾
پوساڻجي مري وڃان؟“

”گهر آشيانو هوندو آهي. اُن ۾ آسائش هوندي
آهي نہ ڪ پوسات!“

”مان پڙهيل آهيان ۽ ڪمائي سگهان ٿي.“

پتيءَ کي لڳو تہ هاڻ اِهو هن جو تڪيہ ڪلام ٿي
ويو آهي. هوءَ اِهو نٿي سمجهي تہ پڙهائي زندگيءَ جي
سيل سنوار لاءِ هوندي آهي، صرف نوڪري روزگار لاءِ
نہ. ڌالون نوڪري ڪن اُن ۾ ڪا اربع خطا نٿي ٿي
سگهي. پر بنا ضرورت نوڪري ڪرڻ گهر وڃائي شوق
پورو ڪرڻ آهي. ڪيس منهنجو گهر جهونن ويچارن جو
ٿو لڳي. گهر ۾ ڪم ڪرڻ سان هوءَ پاڻ کي نوڪرياڻي

ٿي محسوس ڪري، نه ته پر آفيس ۾ سچ پچ نوڪر ٿي رهڻ تي ناز ٿي ڪري.

ڪيترن ۾ چانهه جو ڪوپ زال جي سامهون وڌائيندي هن جي چهري ۾ نهاري هو سوچيندو رهيو "زالون هر ڪيتر ۾ اڳتي اچن ان لاءِ ڪشمڪش مردن ئي ڪئي آهي. تعليم ۽ چوديوارن مان ٻاهر نڪرڻ جو مطلب رشتن ڪسي ٽوڙڻ نه آهي، سمجهه سان سنوارڻ آهي. زالون ڪمائين تيون سا ٻـ ڪا نئين ڳالهه نـ آهي. ڳوٺن ڪسان وٺي شهرن تائين هر ڪيتر ۾ زالون مردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائيندڙيون رهيون آهن. هاڻي آفيس ۾ صاف ڪپڙن وچم پاڻ کي ڪا شيءِ سمجهڻ، حقيقت کي نظرانداز ڪرڻ آهي.

ڪيس لڳو. جتي هر ڳالهه کي غلط نظرئي سان ڏسڻ جو هنم هجي اُتي وڏيڪ بحث اجايو آهي. هر گهر ۾ آدرشي راڄ عورت جو هوندو آهي. پاڻ ماءُ پيءُ سان هيترا سال گڏ زندگي گهاري سگهي. ڇا ڪو مت ڀيد نه هوندن؟ ڪا لاهي چاڙهي نه آئي هوندن؟... سندس ماءُ گهر جي مالڪياڻي ٿـي رهي آهي ڪن نوڪرياڻي؟... سندس پاڃائي گهر سنڀالـي ويني آهي، الڳ نـ ٿي آهي... پنهنجي هٺ ۾ اِهي مثال هوءَ نظرانداز ڪندي آئي آهي.

چانهه جو ڪوپ هٿ ۾ جهلي هڪ سرڪي

پوندي، ڪيس لڳو تہ، شايد منهنجي ماءُ ئي گناهہ ڪيو آهي جو هوءَ سس ٿي آهي.

چانهہ جو ٻيو ڍڪ پيئندي هن جي من ۾ هڪ سوال اٿيو تہ عورتن لاءِ آواز ڪڙو ڪرڻ وقت هوءَ اِهو ڇو ٿي وساري ويهي تہ منهنجي ماءُ بہ هڪ عورت آهي تہ سس ۽ نڻان بہ عورت آهي، صرف زال نہ، تہ ڀاڻ بہ صرف ڪنهن جي زال ڪونہ آهن، ماءُ يا ڀيڻ بہ آهن... اُلٽو ساڻ جو نشانو صرف سس ئي بڻجندي رهي آهي...

چانهہ جو پويون ڍڪ هڪ ئي ڳيت سان پورو ڪندي ڪوپ پليٽ تي رکندي، ڪوپ پليٽ جي ٽڪرڻ جي اُن آواز جي سر ۾ چيو: "تون برابر پڙهيل آهين. پڙهائيءَ جو مطلب سرٽيفڪيٽ آهن ڇا؟ برابر تون نوڪري ڪري سگهين ٿي. اگر تعليم ۽ نوڪري سگهڻ جو اهم، پاڻ پالي سگهڻ جي تڪبر تائين اوُنچو اُڏامندو هجي تہ اڪيلي زندگي ڪاٽڻ مناسب هوءَ...!"

"ٺيڪ آهي، تہ مان ڪو توهان جي پلوَ ٻڌي نہ پيئي آهيان...!" چوندي موڙو ڏيندي هوءَ اُٿي ڪڙي ٿي ۽ آفيس ڪئنٽن مان ٻاهر نڪري ويئي.

هوُ پنهنجي پٺيءَ کي ٻاهر ويندو ڏسندو رهيو.

گهر ۾ سس، وڏيل سؤر کي دٻائڻ لاءِ چانيءَ تي

ت رکي، پلنگ تي ليٽي ليٽي ننهن جي ٻاهر
کرڻ وقت جي اکرن، مون اڇي گهر گندو کيو
ي، ايئين نه... ڪي سوپيري جيان ڪن ۾ گهري
نجندو محسوس ڪندي رهي.

هن کي لڳو، ڪلهه جي سوپيري پنهنجن سؤ پيرن
ن گهر جي ڪن ۾ گهري پٽين کي ڪوري
ٽيندي رهي آهي، پٽين کي پولو ڪندي رهي آهي.
ڪٽي پوليون پٽيون ڊهي......

هن کان هلڪو سڏڪو نڪري ويو. ڇاتيءَ تي
ت رکي هوءَ آنسون ساريندي رهي...... اڪيلي
ڪيلي!

□□

جيڪي ماڻهو نيڪيءَ جو پرچار ڪن ٿا، سي
ند پرچار کي نيڪي سمجهن ٿا. جيڪڏهن ائين نه
ي ها ته اهي ٻه جيڪر زندگيءَ ۾ نيڪيءَ جا ڪم
ندا رهن ها. اهڙيءَ طرح چڱائيءَ جو اڻ ائتو پرچار
ٿيندو رهي ها.

ڪنفيوشس

□ نمن چڳاڻي

# فاسلس*

هولو هاڻ عمر جي اڌ صدي پار ڪري چڪو هو
ان وچ ۾ هن پنهنجي عجيب گفتار ۽ لومڙي چال سان
گهٽيئي ماڻهن جي پيٽ ۾ ولوڙا وڌا هئا. ڪن جي
ته دماغ جو به توازن ٽوڙيو هو. اوچتو هاڻ اچي گيس
پنهنجي پيٽ ۾ سور جهون سٽون اپريون. اندر واري
پٽي پولايس تسه ٻڌو هاڻ تنهنجو وارو آتئي. علاج لا
سويلئي انگريزي اسپتال ۾ داخل ٿيو. تپاس ڪندي
ڊاڪٽر به حيران ٿي ويا. رت، ٿڪ، ايڪسري، يورن
ڪلچر وغيره جي تپاس ڪانپوءِ ڊاڪٽرن جي گڏيل
رايي موجب هولي ۾ آدمخور هئڻ جون نشانيون صاف
ظاهر هيون. مٿان هولي جي هام هلندي اچي ته ه
اصل سماتني ويندو آهي. ڊاڪٽرن گسي ٻڪيءَ
به پٽري بدران هڪ ٿي قسم جا سنها ڪندا ٿي
نظر آيا. اهڙي قسم جو ڪندو فقط انسانسي کوپريءَ

ڪنهن مڙر هنڌ هوندو آهي. پر هت ته يڪو مڇو هو. شايد هو هضم نه ڪري سگهيو هو انڪري انهن گڏجي اچي هولي جي بڪيءَ ۾ پناه ورتي هئي. هڪ ڊاڪٽر اهو به رايو ڏنو ته متان عمر خيام جي رباعيات اثر هيٺ هن به انساني ڪوپرائن ۾ شراب پيتو هجي.

ڊاڪٽر جي ٽڪڙي سس پس ۽ پيٽ جي ولوڙن هولي جي ننڊ حرام ڪري ڇڏي. هو ور ور ان ڳالهه تي زور ڏيڻ لڳو ته هو هاڻ بلڪل ويشنو ٿي ويو آهي. آپريشن جي اڳين ڏينهن تي رات واريءَ نرس ڊيوٽيءَ تان لهندي ڊاڪٽرن کي اهو احوال ڏنو ته رات مريض بي آراميءَ ۾ گذاري آهي. ور ور ننڊ ۾ ورقلي رهيو هو ته آپريشن کان پوءِ منهنجي اصليت وائکي ٿي پوندي. سائين بابا مهر ڪجي. هي رام! ڪيئن مان شاد آباد رهي سگهندس. موڙي مير بحر وانگر هي ڊاڪٽر ضرور پيٽ اندران ڪاڏل هڏا، ڇم ٻاهر ڪيندا، ۽ پوءِ هي فاسلس وانگر ڪنهن نئين نهندڙ سنڌي ميوزم ۾ رکندا، مان ڪٿان جو به نه رهندس، ڪٿان جو به نه رهندس.

★ فاسلس اهي هڏائون ۽ معدني شيون جيڪي زمين مان کوٽي ڪڍجن.

□□

ڪهاڻي

□ هري موٽوائي

# ڪارا ڪڪر

برسات جي موسم هئي. آسمان ۾ هر هر ڪارا ڪڪر ڪٺا پئي ٿيا. ڪڏهن ڪڏهن وسيا پئي ته ڪڏهن هوا سان اُڏامي ٻين طرف ڏانهن، پري پري هليا پئي ويا.

چيتن آسمان طرف نهاريو. اِهو ڏسي کيس خوشي ٿي ته ٿوري دير اڳ، جيڪي ڪڪر اُن تي گڏ ٿيا هئا، اُهي دور هليا ويا هئا. رستن تي ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ ماڻهو آيا ويا پئي. ڪو اِسڪوٽر ڪڏن ڪوبن جو پاڻي اُڏائيندو لنگهي ٿي ويو نه ته ٻيءَ طرح بلڪل سانت هئي.

چيتن ٿوري دير اڃا به اِنتظار ڪرڻ ٺيڪ سمجهيو. هن سوچيو، رستا جيترو سنسان هجن اوترو سٺو هو. هونءَ ته جيڪر هو ماڻهن جي پرواهه نه ڪري ها ليڪن شاديءَ کان پوءِ هو ٿورو ڊڄڻو ٿي پيو هو. کيس ان ڳالهه جو ڊپ ٿيندو هو ته اگر هو پڪڙجي

و ته پنهنجي سهڄوءَ جو ڪهڙو حال ٿيندو.

هڪڙي ڪيترن ڏينهن کان سهڄوءَ جو خيال ستائي
ڻيو هو. سهڄو پورن مهينن سان هئي ۽ ڪيڏيءَ مهل
ويم لاءِ اسپتال وڃي سگهي ٿي. ان وچ ۾ هنکي ٿي
زار روپيه همت ڪرڻا هئا. هن سوچيو هو، پوءِ جي
يشانين کان اِهو بهتر هو ته هو پئسن جو اڳوات ئي
ندوبست ڪري ڇڏي. ٿورن گهڻن پئسن جو سوال
ڄي ها ته هو ڪنهن به دوست کان اُڌارا وٺي ها
ڪن جڏهن سهڄوءَ ڪيس ٻڌايو ته اسپتال ۾ ڊليوري
ڪرڻ سبب ڪافي خرچ ايندو تڏهن هن دل، من
ٽي اِهو فيصلو ڪيو هو ته هو زندگيءَ ۾ پويون دفعو
وري ڪندو.

اِها سهڄو ئي ته هئي جنهن هن کان چوري ڪرڻ
ڏائي هئي. چيتن کي ياد آئي پنج سال اڳ واري
ا رات جنهن رات هو چوري ڪرڻ لاءِ هڪ گهر ۾
ڙيو هو.

اُن رات چيتن چوري ڪرڻ لاءِ گهر ۾ گهڙيو مس
هنکي ڏسي، گهر ۾ موجود هڪ عورت رڙيون ڪرڻ
ي. اُن وقت گهر ۾ ٻيو ڪير به ڪونه هو. چيتن
س ڏڪائي چپ ڪرايو تڏهن به هوءَ هڪ ڪنڊ

۾ بهي ڏکڻ لڳي.

اِها ئي هئي سهڄو!

چيتن ٽارچ جي روشني هڻجي منهن تي وڌي ۽
ٿوري دير تائين کيس ڏسندو رهيو. پوءِ ٿورو کلي
چيائين، "مان روپ جو چور ناهيان، نه ته جيڪر توکي
چورائي وڃان ها!"

چيتن جي ڳالهه ٻڌي هوءَ اڃا به ٻڄي ويئي.

"ٻڄ نه. مان توکي هٿ به نه لڳائيندس." چيتن
کيس دلداري ڏيندي چيو، "تون مونکي صرف اِهو
ٻڌاءِ ته روڪڙ ڪٿي رکي آهي؟"

سهڄوءَ ٻڄندي ٻڄندي چيو، "هو سيٺ شاديءَ
تي ويا آهن. گادريج ڪٻٽ جون چاٻيون هُن وٽ
ئي آهن."

"ڀلا تو وٽ ڇا هي، اُهو ئي ڪڍ."

سهڄوءَ اُتان ئي ٻيٺي ٻيٺي چيو، "مان نه وڌوا
آهيان. هيءُ ڏس! مان بلڪل ٻُٽي آهيان!"

چيتن کان هلڪو ڇرڪ نڪري ويو. "ڇا چيئه،
تون وڌوا آهين!"

"منهنجو مڙس ايڪسيڊنٽ ۾ گذاري ويو. ان
ڪري منهنجا ساهرا مونکي نياڳي ٿا سمجهن." اِيترو
چئي هوءَ سڏڪا ڀرڻ لڳي.

"اڙي، تون ته روئڻ ويٺين. نهيو، اچ مان خالي

هتين واپس ئو وڃان." چيتن ٽارچ وسائي پٺتي موٽ
ڪاڍي. ليڪن ڪو پٽڪو ٻڌي هو رڪجي ويو. پٺيان
ويو ۽ ٽارچ ٻاري سهڄوءَ جي منهن تي روشني وڌائين.

"تو ڪجهه چيو؟"

سهڄوءَ ورندي نه ڏني.

"ٻڌاءِ، تو ڇا چيو!" چيتن اُتاوليءَ مان چيو.

"تون مونکي هتان وٺي هلندين؟" سوال ڪري،
سهڄوءَ منهن پٺ طرف ڪري ڇڏيو.

"ڇا چيئه، توکي هتان وٺي وڃان! پر ڇو؟ تون ڇا
هتي دکي آهين؟"

سهڄوءَ منهن ڦيرائي هن طرف ڪيو. سندس اکيون
ڳاڙهيون هيون. ڏيري ڏيري چوڻ لڳي، "منهنجا ماءُ
پيءُ ڏاڍا غريب آهن. هو اڳي ئي دکي آهن. هيءُ ٻه
هتي رهڻ نه ڏيندا. تنهن ڪان ته تون بهتر آهين. توکي
مون تي قياس ته آيو. تون مونکي پاڻ تي بوجو نه
سمجهين ته مونکي هتان وٺي هل!"

اوچتو ڪنهن جذبي وس تي، چيتن پنهنجو هٿ
سنجي ڪلهي تي رکيو ۽ ڪيس پاڻ طرف ڇڪي،
نهايت پيار مان چيو، "پنهنجو نالو ته ٻڌاءِ!"

سهڄوءَ بلڪل ڌيرج سان چيو، "سهڄو."

"ته ٻڌ سهڄو، اڄ کان تون منهنجي آهين. منهنجو
توسان مرداڻو واعدو آهي. مان توسان باقاعدي شادي

ڪندس. ٻڌاءِ، ڪڏهن هلندين- هاڻي نه؟
سهجو ڪا دير سوچيندي رهي. پوءِ جڳ ڪو فيصلو ڪندي چيائين، ”ٻئي آرتوار تي مان توسان امبرناٿ جي شو مندر ۾ گڏبيس.“
”ٺيڪ آهي، مان اُتي موجود هوندس.“

گذريل پنجن سالن ۾ سهجوءَ چيتن کي ڀرپور سک ڏنو هو. هن ڪانئس چوري ڪرڻ به ڇڏائي هئي. هاڻي هو محنت مزوري ڪري جيترو ڪمائي آڻيندو هو، هوءَ اُن مان ئي پورائو ڪندي هئي. ڪجهه هوءَ پاڻ هٿ جو پورهيو ڪري ڪڏي وٺندي هئي.
جڏهن سهجو ڳرڀ سان ٿي ته هو ڏاڍو خوش ٿيو. هن سوچيو، هاڻي ته آمدني به وڌائڻي پوندي. سهجوءَ ڪيس ٻڌايو هو ته اسپتال ۾ ڊليوري ڪرائڻ تي تمام گهڻو خرچ ايندو. چيتن ته اِهي به انسنا ٻڌا هئا ته هو جيني ڏام ڌوم سان ڪندو ۽ اِن سڀ لاءِ هن اٽڪل ٽي هزار روپيا خرچ ڪٿيو هو.
چيتن کي اِنهن ٽن هزارن جو فڪر ستائي رهيو هو. هن سوچيو، اِهي ٽي هزار روپيه هڪي چوري ڪرڻ کان سواءِ هٿ اچڻا ڪونه هئا. آخر هو هڪ اهڙي دڪان کي نظر ۾ رکي آيو جنهن جو مالڪ دڪان

جي ڪئش، دڪان ۾ رکيل هڪ ننڍڙي تجوريءَ ۾
ند ڪري ويندو هو. جيتوڻيڪ ڪيس چوري ڇڏئي
سج سال ٿي ويا هئا پوءِ به چوريءَ جي علم ۾ پنهنجي
فن جي حرفتي آگرين تي هن کي پورو پورو
روسو هو.

هيٺئر سڙڪون سنسان ٿي ويئون هيون. رات جا
ي اَچي ٿيا هئا! چيتن بيفڪر ٿي پنهنجي ڪارج-
سڌيءَ لاءِ روانو ٿيو. مقرر هنڌ تي پهچي هو دڪان
ي پٺئين طرف هليو ويو. دڪان جي ڇت سيمنٽ
ي پٿرن جي هئي. هن پنجن منٽن ۾ هڪ پٿرو
ڪڍي ٻاهر ڪيو. پوءِ هن ننڍڙي ٽارچ ٻاري، ڦرتيءَ
ان دڪان اندر ٽپو ڏنو. هن ٽارچ جي روشني اُن
جوريءَ طرف گهمائي جيڪا هو ڏينهن جو ڏسي
تو هو.

هن ٻيا ڪنهن وقت وڃائڻ جي پنهنجو ڪم شروع
يو. ڪنجين جو ڇڳو ڪڍي، اُن مان هڪ ڪنجي
ولي، اُها تجوريءَ ۾ لڳائي ته، ٽي ڦيرا ڏياريا ته
وڙي کلي پيئي. هن جي چپن تي مرڪ ڦهلجي
ئي. تجوريءَ اندر جيڪا ڪئش پيئي هئي، هن
ا ڪڍي ورتي ۽ ڳڻڻ لڳو. ٻارهن سؤ سٺ رپيا هئا.

هو منجهي پيو. هن سوچيو هو ته نجوڙيءَ اندر هزارين روپيا پيا هوندا ۽ هو اُنهن مان صرف ٽي هزار ٺي ڪڍندو. ليڪن هاڻي ته معاملو ئي اُلجهي ويو هو. صرف ٻارهن سؤن مان ته ڪم ٿيڻو ئي ڪونه هو. ته ڇا باقي پئسن لاءِ هو وري ٻئي هنڌ چوري ڪرڻ وڃي؟ ليڪن هن ته سوچيو هو ته هيءَ هنجي زندگيءَ جي آخري چوري هوندي! هو اِن ئي سوچ ۾ ڪپڙن جي ڪٻٽ کي ٽيڪ ڏيئي بيٺو هو ته اوچتو هڪ خيال سندس ذهن ۾ آيو. هن ٽارچ گهمائي، ڪپڙي جو هڪ ٿاڪيو هٿ ۾ ڪئيو، هن سوچيو، ريشمي ڪپڙو مهانگو هوندو آهي، اگر هو ڪجهه ٿاڪيا ڪڍي وڃي ته جيڪر ڪافي پئسا ملي پوندا. پر هو اُهي وڪڻندو ڪٿي؟ ۽ جي پڪڙجي پوي ته؟ هن ٿاڪيو ساڳيءَ جاءِ تي رکي ڇڏيو. پوءِ هن ٽارچ شو ڪيس طرف گهمائي، جنهن ۾ ساڙهيون رکيون هيون. هن هڪ نئلان جي ساڙهي اچا هٿ ۾ ڪئي مس ته اُها سندس هٿ مان ترڪندي، هيٺ وڃي ڪري. ڪجهه سوچي هن جي چپن تي مرڪ نچڻ لڳي. هن سوچيو، سهجو هيءَ ساڙهي پائي هنجي سامهون اچي تڏهن ساڙهيءَ وانگر ئي هنجي هٿن مان ترڪي ويندي. هونءَ به زال ذات جڏهن ريشمي ڪپڙا ۽ گهه پائي ٿي ته بلين بلين لڳندي آهي. هن سوچيو، هنجي سهجو به ته لکن ۾ هڪ هئي:

اوچتو ٻاهر کڙکو ٿيو ته چيتن فورن ٽارچ وسائي ڇڏي. جڏهن ٻيهر کو کڙکو ۽ آواز نه ٿيو ته هن سامت جو ساهه کنيو. ليکن اڳي ته هو اهڙو ڊڄڻو کونه هو! ته ڇا هيئنر هو ڊرپوڪ ٿي پيو هو؟ جيکڏهن پکڙجي پوڻ جو کيس ايترو ئي ڊپ هو ته چوري ڪرڻ چو آيو هو؟ کيس اگر زندگيءَ سان ايترو ئي پيار هو، سهڄوءَ سان ايتري الفت هئي ته هو چوري ڪرڻ صفا ڇڏي ڇو نٿو ڏي؟ آخر ته چور جي ماءُ ڪيترا ڏينهن خير ملهائيندي! ۽ جي وري هڪ دفعو چوري ڪرڻ شروع ڪيائين ته ڪهڙو ڀروسو هو ته هو اڳتي هلي وري چوري نه ڪندو. ٿي سگهي ٿو، هن دفعي جيان، ٻئي دفعي وري ٻي ڪا مجبوري سندس اڳيان اچي بيهي. ته ڇا هر مجبوريءَ جي حد چوري هئي؟ دنيا ۾ هن جهڙا ٻيا به ته ماڻهو رهن ٿا جي هن وانگر ئي مجبورين جو شڪار ٿيندا هوندا. ته ڇا هو به انهو حل چوريءَ ۾ تلاشيندا هوندا؟ چوري آخر به چوري آهي ۽ چور جو سماج ۾ اهو ئي درجو آهي جيڪو هڪ چور جو پوليس ٿاڻي ۾ هوندو آهي. جيکڏهن هو چوري ڪندي پکڙجي پوي ۽ جيل اماڻيو وڃي ته پنهنجي سهڄوءَ جو ڪهڙو حال ٿيندو؟ هرکو کيس چور جي جوءِ چوندو ۽ سندس جيئڻ حرام ڪري ڇڏيندو. ڪيتري نه پنهنجي ۽ پيار سان سمجهائي

ٻڌائي هن ڪيس چوري ڪرڻ ڇڏائي هئي. هڪ ويلو کائڻ قبول ڪيائين ليڪن حرام جو هڪ پئسو به نه طلبيائين. ٿلها ڪتا پائڻ پسند ڪيائين ليڪن ريشم جي ليڙ به نه گهريائين. اڄ اهائي سهڄو جڏهن ماءُ ٻڌڻ واري هئي ته هو تيڻ واري ٻار لاءِ چوري ڪرڻ نڪتو هو. سهڄو ٻڌندي ته شرم کان بيحال ٿي ويندي. هوءَ پنهنجي پيٽ جائي کي پيار نه، بلڪ گهرڻا ڪرڻ لڳندي. هوءَ اهو ڪيئن برداشت ڪري سگهندي ته هن جي ٻار لاءِ هن جي پيءُ کي چوري ڪرڻي پيئي هئي!

چيتن سڀ پئسا جيئن جو تيئن تجوريءَ ۾ رکي ڇڏيا. پٽ ۾ ڪريل ساڙهي ويڙهي، ته ڪري، شو ڪيس ۾ رکيائين. پوءِ اسٽول تي چڙهي، ڇت تي چڙهي ويو. لاٿل پٿرو پنهنجي جاءِ تي فٽ ڪري، هو هيٺ لهي آيو.

پرهه باکون ٿي ڪڍيون. هن جلد به جلد گهر پهچڻ پئي چاهيو. اڃا هن ٻه قدم مس کنيا ته هڪ ڪنڊ کان، هڪ پوليس جو حوالدار ٻاهر نڪري آيو. پوليس وارو کيس ٿورو ٿورو سڃاتل لڳو.

پهرين ته چيتن ٿورو گهٻرائجي ويو پر پوءِ جلد ئي پاڻ سنڀالي ورتائين. هن ڪجهه ڪيو ئي ڪونه هو ته

وء ٻجڻ چاجو؟ تنهن ڪري همت رکي چيائين،
والدار صاحب، ٻيڙي هلي؟“ ائين چئي هن ڪيسي
ٻيڙين جو بنڊل ۽ ماچيس ڪڍيو.
حوالدار هڪ ٻيڙي چپن ۾ جهلي، ماچيس جي
باري ته چيتن ۽ حوالدار هڪ ٻئي کي سڃاڻي
دم هڻي، کلي چيائين، ”اڙي، چيتن تون! سالن
پوء تو گڏجين. اڄ ته وڏو مال ماريو هوندءِ، ڪيئن؟“
چيتن به کيس سڃاڻي ورتو هو. ڏاڍو ڪڙوس حوالدار
ٻر هن کي فڪر نه هو. هو کيس ڇا ڪري ها؟
ن ڪري اطمينان سان، ٻيڙيءَ جو سوٽو هڻي
ئين، ”پاڻ ته اهي ڪم ئي ڇڏي ڏنا آهن،
لدار صاحب!“
حوالدار کان وڏو ٽهڪ نڪري ويو. چيائين، ”ڇرچا
ڪر، چيتن. پنهنجو ته گذارو ئي توهان تي آهي.“
”مان سچ ٿو چوان حوالدار، مون چوري ڪرڻ
ي ڏني آهي. بلاشڪ منهنجي جهڙتي وٺ. جيڪي
ري، تنهنجو.“
حوالدار گنڀير ٿي ويو. ”ڏس چيتن، مان ٻار ناهيان ۽
ي هن نوڪريءَ ۾ نئون ڀرتي ٿيو آهيان. مون در
چير مان هلڪي روشني ڏني هئي. کڙڪي تي روشني
ٿي ويئي ته مونکي پڪ ٿي ويئي ته اندر ڪو چور
.. ۽ تون چوين ٿو ته تو چوري ڪانه ڪئي آهي.“

بيڙيءَ جو آخري ڪش هڻي، اُها هيٺ اُڇلائيندي
چيائين، ”تو لاءِ بهتر اِهو ئي آهي تہ مونکي پنهنجي
حصو ڏي، نہ تہ ڦاٽي تي هل.“

”چوري ڪانہ ڪئي اٿم، پوءِ بہ ڦاٽي تي هل
پوندم؟“

”گهٽ ۾ گهٽ اڄ جي تاريخ ۾ مهنجو هڪ ڪيس
تہ نهندو؟“ حوالدار مچن ڪي تاءُ ڏنو ۽ چيتن جي
ڪلهي تي هٿ رکي چيو، ”تنهنجي لاءِ ٻہ رستا کليل
آهن. جيل يا آزادي. فيصلو توکي ڪرڻو آهي ليڪن
جلد ڪر، صبح ٿيڻ وارو آهي!“

چيتن آسمان طرف نهاريو. ڏنائين تہ جهٽ اڳ ٻاڪ
جا جيڪي ڪرڻا ڦٽي نڪتا هئا، اُهي ڪارن ڪڪرن
پنيان لڪي ويا هئا.

چيتن من ئي من ۾ ڪو فيصلو ڪري ورتو. حوالدار
طرف نهاري، محڪم ارادي سان چيائين، ”مونکي
جيل نہ آزادي گهرجي!“

”شاباس! مونکي تو مان اهڙي ئي جواب جي
اُميد هئي.“

۽ چيتن هڪ دفعو وري ڇت تي چڙهي ويو.

(آڪاش واڻي جي مهربانيءَ سان)

□

□ چندرا منداڻي

# زندگيءَ جو موڙ

مدوءَ ستار وڄائڻ ۾ اهڙي سڌ ٻڌ کوهي ڇڏي هئي
جو هنجي گهوٽ موهن کي وشواس ئي نٿي آيو ته اج
ائن سالن ڪانپوءِ به مدو ستار مان اهڙائي مڌر سر ڪڍي
سگهندي آهي. موهن سندس ڪمري ۾ ڪنهن وقت
آيو اها به کيس جاڻ ڪانه هئي. سندس اکين مان
آنسو وهي رهيا هئا ۽ آڱريون ستار جي تارن کي
جنبش ۾ آڻي کي مڌر سر ڪڍي رهيون هيون.

موهن پنهنجون ٻانهون مدوءَ جي گلي چوڌاري
ورايون ته هن پنهنجي گهوٽ کي ڏسي چيو، ”ڏسو،
ڏسو، هاڻي به مان ستار وڄائي سگهان ٿي. مون سوچيو
هو ته مان ستار وڄائڻ ئي وسري ويٺي هوندس. پر مون
ئي خوشي آهي ته مون کي اڄا تائين ستار وڄائڻ اچي
ٿي. ڀلا سالن ڪانپوءِ ستار کي وري هٿ لڳايو اٿم.“
موهن مشڪي پڇيو، ”اڄ اچانڪ توکي ستار ڪئن

ياد آئي!“

”اوهه انجي يـاد ڏياري مهنجي سگهيءَ سدا. ان ڏينهن اچانڪ رستي تي گڏجي وياسين. ٻه مهنا ڪن ٿيا آهن جو هنجي گهوٽ سريش جي بدلي هت ئي ٿي آهي. مون کـي زوريءَ پنهنجي گهر وٺي هلي ۽ خبر اٿوَ هن جو پهريون سوال ڪهڙو هو؟“

پڇيائين، ”مدو بداءِ ته ستار وڄائڻ ۾ اڃا تائين اهو ئي چاهه اٿيئي؟ آهي ئي پروگرام پيش ڪندي آهين؟ ٻيا گهڻا انعام کٽي پنهنجي گهوٽ جـي عزت ۾ چار چنڊ لڳايا اٿيئي؟“ هوءَ هڪ پٺيان ٻيو سوال ڪندي پئي ويئي ۽ منهنجو اهو ئي رکو جواب، ”هاڻي تــه زنــدگيءَ جــو ٻيو موڙ آهي. اهـا مدو ڪٿي جيڪا ڪلاڪن جا ڪلاڪ ستار کي ساٿي بڻائي من وندرائيندي هئي ۽ جنهن کــي ستار بنا پنهنجي زنـدگي اڌوري لڳندي هئي. سدا، مدو هڪدم بدلجي ويئي اٿيئي.“ سدا جڏهن اهو جواب ٻڌو تـــه ڏاڍو دکـ ٿيس. چوڻ لڳي، ”مان ڪئين وشواس ڪريان؟ ڀلا ٻــداءِ شاديءَ ڪانپوءِ ڇا موهن بدلجي ويو؟ هن کي تــه خبر هئي تـه تنهنجي لاءِ ستار آتما آهي. ستار جـــي سرن بنا مدو اڌوري ئي آهي.“

موهن ٻڌنـدو رهيو ۽ مدو پنهنجي ذهن ۾ ان ڏينهن جـي سدا سان ملاقات جـو پورو احوال ٻڌائڻ ۾ اهڙي

وهيل هئي جو موهن کي کيس وچ ۾ ڇڏڻ جي همت
ي نہ ٿي.

سڌا, ڪجھ هيءُ بدليا, ڪجھ مان بدليس تہ وري
ڪجھ, اهڙيون حالتون هيون جن ستار کان مون کي
ور ڪري ڇڏيو. ڪيترا نہ ارمان هئا منهنجي دل ۾
ڏهن مون کي موهن جهڙو جيون ساٿي مليو هو. هن
ڪا بہ گهٽتائي ڪانہ هئي. پر هو هميشه پنهنجي
نڌي ۾ ئي مشغول رهندو هو. وٽس منهنجي لاءِ وقت
ڪل گهٽ هو. منهنجي جيون جا سپنا هئا تہ شام
و مان پنهنجي پريتم جي سواگت ۾ سورهان سينگار
ڪري ويهندس. هو ايندو ۽ چوندو, ”مڌو, پنهنجي
تار مان ڪي مڌر سر ٻڌاءِ تہ دل خوش ٿئي.“ پر
ين ڪڏهن ڪونہ ٿيو. اڄ جي شام پهرين تہ سياڻي
ي شام لاءِ انتظار ڪندي هئي. پر پوءِ اهڙيءَ شام
و انتظار ئي ختم ٿي ويو. وري منهنجي سس کي بہ
پنهنجي ستار پسند ڪانہ هئي. ڪنهن وقت شام جو
اس تي ستار کڻندي هئس تہ سندس ڪنور لفظ
ٽا پوندا هئا تہ سنجها جي وقت وري اهي ستار
ن کهڙا سوز پريا سر ڪيئي رهي آهين؟

پلا سس کي ناراض ڪئن ڪريان؟ جنهن پاڻ کي
ساري موهن کي سنواريو هو. جڏهن ٻارڙن ۾ هو تہ
ندس پيءُ جو سايو ويندو رهيو. ماڻس پنهنجي

جوابداريءَ کي پورو نباهيو پنهنجي خوشين ع
جوانيءَ کي پٺ مٿان قربان ڪيو. پاڻ ان وقت صرف
٢۴ سالن جي هئي. سندس مائٽن هن تي گهڻو ئي
زور رکيو ته جيون جو لمبو سفر اڪيلو ڪونه ڪٽجندو
پر هن موهن کي ئي پنهنجي جيون جو خزانو سمجهيو
اڄ هن پڌويءَ تي موهن آهي ته ماءُ جي ڪري ئي.
موهن جا مون کي سهاڳ رات جا چيل لفظ ته ”منهنجي
مميءَ جي دل کي ڪڏهن به نه دک پهچي. مٿو
ڪيس شڪايت ڪرڻ جو ڪڏهن به موقعو نه ڏج.“
مان ڪين وساريان.

سڌا، موهن کي به سچ ته پنهنجي زندگي ۾ مشغوليءَ
ڪري ڪڏهن به اهو احساس نه ٿيو ته ڪو منهنجا
ارمان ڪچلجي رهيا آهن. ڪڏهن گهر ۾ ڪا پارٽي
ٿيندي هئي ته دل چاهيندي هئي ته ڪاش! اڄ
موهن چوي ته مٿو ستار وڄاءِ. پر هن ڪڏهن به ان
ڳالهه تي ڌيان ڪونه ڏنو. مشين وانگر سندس زندگي
هئي. سال ڪانپوءِ منهنجي گود ۾ الڪا آئي. پوءِ ته
الڪا ۾ ئي کوهجي ويس. ستار ۽ منهنجي وچ ۾ ويڇو
وڌندو ويو. الڪا منهنجي اڪيلائيءَ جي نئين ساٿڻ
هئي. جڏهن هن مون کي پوريءَ طرح سمجهي ڇڏيو.
ڪڏهن ڪڏهن اگر شام جو ”پاپا“ لاءِ پڇندي هئي ته
وري وسريل ارمان تازا ٿي ويندا هئا. پر وقت جو

چڪر تہ هلي ئي پيو. اهو رڪجڻ وارو ڪونهي. منهنجي زندگي بس اهائي رهجي ويئي. موهن جو انتظار، سس جي خوشي ۽ الڪا جي سيپال. اهو سڀ ڪندي ڪڏهين مڌو پاڻ کي پلجي ويئي، ڪڏهين پنهنجي ستار کي پلجي ويئي، خود ان جي مڌوءَ کي بہ سمڪ ڪانہ پيئي.

اهو سڀ سدا کي بڌائي ويس ۽ کيس موقعو ئي ڪونہ ڏنم ڳالهائڻ جو. پر پاڻ کي ڏاڍو هلڪو محسوس ڪيم ۽ سوچيم هيئنر سدا ضرور مونسان همدردي ظاهر ڪندي ۽ چوندي تہ برابر حالتن توکي جڪڙيو. پر نہ، سدا تہ مون تي لفظن جو اهڙو وار ڪيو جو مان جهنجهلائي اٿيس.

سدا چيو، ”مون سڀ ٻڌو. پر مڌو ڇا؟ اندر ۾ گهٽجي پنهنجي آتما جو ائين خون ڪرڻ توکي واجب هو؟ تو موهن جهڙو ساٿي پاتو ۽ ان کي ڪجهہ بہ محسوس نہ ڪرايو؟ تو سس کي ڇو ڪونہ سمجهايو تہ ستار منهنجي روح آهي، منهنجي آتما آهي. تو ڇو صرف پاڻ کي بدليو؟ جيڪڏهن تون بدلجي سگهين ٿي تہ ڇا موهن ۽ ماڻس نہ؟ تو پنهنجي زندگيءَ کي اهڙو موڙ پاڻ ئي ڏنو آهي. تو ڇو جيون اڳيان هار کاڌي؟ منهنجي نظر ۾ موهن ۽ ماڻس ڏوهي ڪونہ آهن، پر ڏوهي تون آهين. تو پنهنجي جيون کي انهن

جي ٺهيل سانچي ۾ ڇو وجهي ڇڏيو؟" سدا جا لفظ
ٻڌي مون کي پنهنجو بچاءُ ڏيڻ جي همت ڪانه ٿي.
سدا چپ ڪانه رهي. سندس شروع کان وٺي اهڙو
سڀاءُ هو. هوءَ پهرين سڀ ٻڌندي پوءِ هر هڪ نقطي
کي ڪٽيندي.

"مڌو، ڏس مون کي چترڪاريءَ جو شونق هو.
شاديءَ کانپوءِ مون لاءِ به ڪجهه اهڙيون حالتون هيون.
مون کي به گهڻائي مسئلا اڳيان آيا. سريش ڪنهن به
نموني منهنجي مدد ڪانه ڪئي، پر مان پنهنجي
ارادي تي محڪم رهيس. سريش جڏهن به ٻاهر ويندو
هو ته اهي راتيون ڏينهن هڪ ڪري چتر ٺاهي وٺندي
هئس. هڪ ڀيري جڏهن نماءُ ٿيو ته سريش کي خبر
به ڪانه پيئي ته منهنجا ٺاهيل چتر اتي ڪئن پهتا
منهنجي چتر کي پهريون نمبر مليو. سريش منهنجو
نالو اخبار ۾ منهنجي چتر سان گڏ پڙهيو ته چيائين،
"سدا، آفرين آهي توکي. منهنجي اهڙي هلت کانپوءِ
به تو اهو ڪجهه ڪري ڏيکاريو جو مان پاڻ کي
شرمسار ٿو محسوس ڪريان." ائين سريش بدلجي ويو
۽ منهنجي زندگي چترڪاريءَ جي رنگن سان ئي
رنگجي وئي. مون اهو ساهه پريو ۽ دل ۾ هڪ طوفان
شروع ٿي ويو. دل هر وقت پنهنجي ڏوهي هئڻ جي
گواهي ڏيئي رهي هئي. مان سدا کان موڪلائي گهر

آيس ۽ اڇي ستار کي کوليم ۽ ستار جي تارن کي
لرزش ۾ آڻڻ سان اڄ ستار مان اهي ئي مڌر سر
نکري رهيا آهن جيڪي مان ڪنواري هوندي ڪنديي
سگهندي هيس. موهن اُنجو ڪارڻ سدا آهي جنهن
منهنجي زندگيءَ ۾ نئون موڙ آندو آهي. شايد توهين
نه بدلجو، ممي نه بدلجي. ڪاش! مان بدلجي اهائي
مدو تي وڃان. ائين چئي مدوءَ پريل من سان موهن
جي ڪلهي تي ڪنڌ رکيو ۽ هن محسوس ڪيو ته
مدو جي اکين ۾ آنسو آهن. موهن جون آڱريون مدوءَ
جي وارن تي هلي رهيون هيون ۽ کيس وشواس ڏيئي
رهيون هيون ته "مدو، تون اهائي پهرين واري مدو
آهين."

□□

ورسين وڃهيو ڪاڻ ڪو سين لائين دوستي
پوري هند اڄاڻ ڪڻ ڇڏيو ته ميڙئين.
شاهه

کھاڻي

□ چندو تيجواڻي

# ٻهوا ۽ ٻنڪا

نريندر هريش سان هٿ ملائيندي چيو، ”منهنجا
دوست، شاديءَ جي واڌاين جو تہ خط لکيو مانءِ، پر
هينئر روبرو بہ تو واڌايون ڏيانءِ. ڇو ڀاڀيءَ کي ڪون
وٺي آيو آهين؟“

”ڀائـي واڌاين لاءِ مهرباني. سيتا تہ پاڻ بہ ٿن
ڏينهن کان تهنجي واپس اچڻ لاءِ واجهہ وجهي رهي
هئي پر اڄ سندس طبيعت ٺيڪ ڪانہ آهي.“

هريش ۽ نريندر نہ صرف پاڻ ۾ گهرا سنگتي هئا
پر سماج سڌارڪ پڻ. سندن وچار ڌارا، رهڻي ڪرڻيءَ
سادگيءَ ۽ سنجيدگيءَ سڀني کي موهيو هو. سندن
هم-خياليءَ جي هاڪ هرهنڌ هئي. سنڌي جاتيءَ جي
اوڻاين جو، هو پڌري پٽ اظهار ڪندا هئا ۽ انهن
کي ٽڙي ڪيڻ لاءِ پتوڙيندا هئا. سندن سماج سڌو
ناموس ڪندڙ ڪڙي ۾ پکڙجڻ لڳي. نريندر کي تہ سرڪا

سندس قدرشناسيءَ ڪري، سماج-سيوا ۾ وڏيڪ اڀياس
ڪرڻ لاءِ هڪ سال لاءِ اميريڪا موڪليو هو.
اڄ نريندر واپس اچي رهيو هو. هنجي موٽڻ جي
سڄي ڪي خوشي ٿي رهي هئي- پر هريش تہ ڪپڙن
۾ ئي نہ پيو ماپي- هريش سيتا کي هوائي اڏي تي
هوندين تہ وٺي وڃي ها، پر هنجي ناچاڪائيءَ ڪري،
اڪيلو ئي نريندر کي ملڻ لاءِ روانو ٿيو. ٻئي دوست
مست کن تہ ٻاڻ ۾ ٻاکر پائي مليا ۽ پوءِ نريندر مٿي
جاڻايل ڦهريون سوال ڪيو- هريش جي جواب مان هن
کي ڪجهہ انتظاري ٿيڻ لڳي- چيائين، ”نالو ڇا
ٻڌايئہ؟“ سيتا؟؟ ڪٿي نوڪري تہ ڪانہ ڪندي
آهي؟“
”ها، اڪائونٽنٽ جنرل جي آفيس ۾ سينئر
ڪلارڪ آهي.“
”اڪائونٽنٽ جنرل جي آفيس ۾......سيتا......
جيڪا......جيڪا......؟“ نريندر چوندي چوندي
رڪجي ويو.
”ڇو، ڇو، رڪجي ڇو وئين؟“ هريش کي هرکر
ٿيڻ لڳي.
نہ دوست، ڪجهہ بہ ڪونهي- منهنجو مطلب آهي
تہ سيتا شايد منهنجي ڏنل آهي“، نريندر ڳالهہ کي
ٽاڪائيندي چيو.

اِنسان ڪٿي ڪيترو به سمجھوءِ سياڻو ڇو ڪين
هجي، پلي ڪيترا به ڪٿي ٻين ڪسي پربوڌ ڇونه ڏيندو
هجي، پر جنهن مهل پنهنجي مٿان ڪا ڳالهه ايندي
اٿس ته اِنساني سياءُ سندس مٿان غالب پئجي ويندو
آهي، هريش ۽ نريندر به نيٺ ته انسان هئا. هريش
ڪجهه جوش ۾ اچي چيو، ”نريندر، تون سچيءَ ڳالهه
کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهين. جيڪڏهن
مونکي حقيقت نه ٻڌائيندين ته مان ائين سمجهندس ته...“
”دوست ناراض نه ٿيءُ. سيتا اڳ به مونکي پيڻ
وانگر هئي ۽ هينئر به منهنجي ڀاڄائي ٿئي. مونکي
هنجي خلاف ڪجهه به چوڻو ڪونهي.
پر هريش کي نريندر جي اِها هلت ٻهه نه آئڙي.
منهن سڄائيندي چيائين، ”چڱو نريندر نه ٻڌاءِ، مان
هلان ٿو“ هريش، نريندر کي ڇڏي اُتان ئي هليو ويو.
هريش ٻي ڇڻن ٿي پيو. سمجهيائين ته ضرور ڳالهه
۾ ڪجهه آهي. گهر اچي اونڌي منهن پلنگ تي ليٽي
پيو. جڻن سمنڊ ۾ پرريان لهرون اچي، ڪناري سان
ٽڪر کائي واپس هلي وينديون آهن، ٺيڪ اهڙي حالت
هئي هريش جي، ڪئين سوال هن جي دماغ ۾ آيا.
ڇا سيتا جو شاديءَ کان اڳ ٻئي ڪنهن سان پيار
هو؟ هو ڪير هو؟ ڇا اڃا تائين هوءَ اُن سان پيار
ڪندي آهي؟ جيڪڏهن ها، ته پوءِ مونسان ڇو شادي

ڪيائين؟ ڪيس سوالن جا ڪي بہ خاطر خواه جواب
ڪونہ مليا. اندر ۾ اڀرائي آنند ماڻڻ هتس تہ هو اِنهن
سوالن جا جواب ڪنهن کان پڇي؟
ايتري ۾ سيتا هريش جي مٿي تي پنهنجو نازڪ
هٿ گهمائيندي چيو، "روٽي آندي اٿم. بک لڳي
هوندو، اُٿي کائو."
"مونکي بک ڪانهي، روٽي واپس کڻي وڃ"،
هريش سيتا جو هٿ پنهنجي مٿي تان پري ڪندي
چيو.
"چو طبيعت تہ ٺيڪ اٿو نہ؟ جيڪڏهن روٽي نٿي
وڻيو تہ پلا کير پيئو. اڃا کڻي ٿي اچان"، ائين
چوندي سيتا رنڌڻي مان کير جو گلاس آڻي، پلنگ
جي اڳيان پيل ٽپائيءَ تي رکيو.
"اُٿو کير پيئو"، سيتا هريش کي ٻانهن کان
اُٿاريندي چيو.
هريش پلنگ تي اٿي ويٺو. سيتا کي پير ۾ ويهاريندي
چيائين، "سيتا هڪ ڳالهہ پڇانءِ، سچ ٻڌائيندين؟"
"هڪ نہ پر ڏهہ پڇو"، سيتا ٻاجهہ مان چيو.
"تہ ٻڌاءِ، تہ تو شاديءَ کان اڳ ڪنهن سان پيار
ڪيو هو؟" هريش اُڀرائي ڪندي پڇيو.
سيتا جون وايون بتال ٿي ويون. سيتا کي سمجهہ
۾ ئي نہ پيو اچي تہ اڄ هريش کي ڇا ٿيو آهي،

جو اهڙي قسم جو سوال پڇيو ائائين. هوءَ اهوئي سوچيندي
رهي ته شاديءَ کي چار مهنا گذري ويا آهن ته هن
ڪڏهين به اهڙي ڇرُ ڏياريندڙ سوال ڪونه پڇيو آهي.
ويچاريندي رهي ته هوءَ ان سوال جو جواب ڇا ڏئي،
ڇاڪاڻ تـــ کيس خبر هئي تہ اُن ڏيندي ڏينهن لڳن،
ٻاهيندي وي. رم لـ. لڳي. سيتا کي سوچ ۾ پيل ڏسي،
هريش اڌير ٿيڻ لڳو. زور ڪري چيائين، ”سيتا منهنجي
سوال جو جواب ڏي.“
سيتا چڻڪ گهڙيءَ لعد مان سجاڳ ٿي. پاڻ سنڀاليندي
چيو ”ڇو، اهو سوال توهان اڄ ڪئن پڇيو آهي؟“
”پهرين منهنجي سوال جو جواب ڏي.“
”ائين؟ ته پلا ٻڌو. مون شاديءَ کان اڳ گهڻن سان
ئي پيار ڪيو هو ۽ اڃان تائين به ڪندي ٿي اچان“
سيتا کلندي وراڻيو.
”سچ؟ ٻڌاءِ ڪنهن سان؟“ هريش اُتاولو ٿيڻ لڳو.
”ٻڌايانؤ؟ ممي، دادا، ڀائرن ۽ ڀينرن سان“ سيتا
ٽهڪ ڏيڻ لڳي.
”سيتا! مذاق ٿـي ڪرين!! مـــان مذاق سهڻ لاءِ
هرگز تيار ڪونہ آهيان. منهنجي سوال جـــو پورو پورو
جواب ڏيءُ“، هريش ڪروڌ ۾ پرجي ويو.
”هان، هي کير پيئو ته من کي شانتي اچيو“، سيتا
ٽپائيءَ تان کير جو گلاس کڻي هريش کي ڏيندي چيو.

”ڪونه ڪپي موڪلي ڪير“، هريش جوش ۾ اچي ڪير جو گلاس زمين تي ڦٽو ڪندي چيو. شيشي جو گلاس ڇيهون ڇيهون ٿي پيو. ڪير زمين تي هارجي پيو سيتا کيس ٻه نتيجي تي ڪانه پهتي ته هريش جي اُن سوال جو ڪهڙو جواب ڏئي. آخر نه هوءَ زال ذات هئي. هريش جي اُن سوال جي معنيٰ هئي سندس چال چلگت تي سڌو حملو. اُن حملي کان پاڻ بچائڻ لاءِ هوءَ اٿي کڙي ٿي. واڪو ڪري چيائين، ”مان ٿي چوان توهان کي غلطفهميءَ هيت اچي ويا آهيو. منهنجو شاديءَ کان اڳ، ٻئي ڪنهن سان به پيار ڪونه هو.“

”تون ڪوڙ ٿي ڳالهائين. اهو وڻ ئي ڪونهي جنهن کي واءُ نه لوڏيو هجي. چار سال ڇوڪرن سان گڏ پڙهائي، آفيس ۾ مردن جي وچ ۾ نوڪري ڪندڙ، سئنيمائون ڏسندڙ، اهڙي وايو منڊل ۾ ٢٨ سالن تائين نوجوان ڇوڪري، ائين ڪنهن سان پيار ڪرڻ جي رهي سگهي، سو مونکي ته دل سان نٿو لڳي“، هريش کي جيترو ڪجهه چوڻو هو سو چئي ڇڏيائين، ۽ ٻئي پاسي منهن ڪري سمهي پيو، پر نيڻن مان ننڊ موڪلائي ويس.

سيتا به پنهنجي پلنگ تي ڦان ٿي ڪري پيئي. هنجون هاريندي رهي ۽ ائين سڄي رات وهامي ويئي.

ٻئي ڏينهن، هميشه جيان، هريش آفيس وڃڻ وقت سيتا کي پاڻ گڏ هلڻ لاءِ چيو پر راتوڪيءَ ڳالهه

جو اُتس گهڻو اڻ هو، جنهن ڪري آفيس وڃڻ کان انڪار ڪيائين. هريش جي پڻ آفيس جي ڪم ۾ دل اصل ڪانه لڳي. هو سيتا کان سچ سلائڻ لاءِ بيو ڪو طريقو سوچڻ لڳو. ان ڪري آفيس مان ڪلاڪ ڪن اڳ نڪري شام واري شو جي پڪچر جون ٽڪيٽون وٺي گهر موٽيو.

"سيتا، اڄ پڪچر تي هلڻو آهي. جلدي سنيري وٺ ته هلون ۽ هان، جيڪا نه اُن ڏينهن آسماني رنگ تي نئين ساڙهي وٺي آيو هوس، اُهائي پائي هلج."

سيتا وائڙي ٿي ويئي ته هريش جو جوش ايترو ۾ ڪٿان ختم ٿيو. هوءَ اندر ئي اندر ۾ ڪڇيون هڻڻ لڳي. تڪڙ تڪڙ ۾ ڪٻٽ کولي ان مان هريش جي دلپسند ساڙهي ڪڍيائين ۽ پعدرنهن منٽن ۾ ئي سنيري هريش جي اڳيان اچي چيائين، "ڪٿان ٿي لڳان؟"

"تمام سٺي! اڄ نه ڏاڍي ٿي وڻين"، هريش ساراه ڪندي چيو، "هل نه هلون."

ٻئي ٻيو ۾ ٻيو ملائيندي چپ چاپ ۾ هلندي ڪجهه سوچيندا رهيا. سيتا اِهو ئي سوچڻ لڳي ته هنجي هريش مٿان جيت ٿي آهي. هيڏانهن هريش پنهنجي نئين طريقي ڪي پوريءَ طرح عمل ۾ آڻڻ لاءِ سوچي رهيو هو. پر ٻنهي جي مک مان هڪ اکر به نه پيو نڪري. نيٺ هريش چپ چوريا ۽ چيو، "سيتا،

ون مونکي جان کان بہ وڌيڪ پياري آهين، دنيا ۾
ئين گهٽائي قصا پيا ٿين. توکي شايد ڊپ ٿو لڳي تہ
ون مونکي سچ ٻڌائيندين تہ مان توکي ڇڏي ڇڏيندس.
ر ائين ڪونهي. مونکي صرف اهو ڄاڻڻ جي چاهنا
ي آهي تہ اهو ڪهڙو ڇوڪرو هو ۽ ڪهڙن سببن
ڪري توکان مٿهن موڙيائين.“
سيتا ٻار تہ نہ هئي. هريش جو مطلب يڪدم
سمجهي ويئي. غصي کي قابو ۾ رکي چيائين، ”مونکي
عجب آهي تہ توهان سماج جي شيوا ڪندي بہ اهڙي
سڪا ٿا رکو. ڪمال آهي. ڪاليج ۾ سوين ڇوڪرا ۽
ڇوڪريون ٿا گڏ پڙهن. گهڻيئي ڇوڪريون ڇوڪرن
سان ٿيون ڳالهائن ۽ چرچو گهبو ڪن تہ ڇا انهن
سيني ڇوڪرين جو ڇوڪرن سان پيار هوندو؟“
هريش ڪجهہ نہ سگهيو. پڪڙ ڏسي گهر موٽيا.
ريش جي من ۾ غبار ڀريل هو، سو ڪيڏانهن وڃي.
ات جو ڊائننگ ٽيبل تي ويهندي، هريش وري
چيو، ”سيتا، مان صرف هڪ ئي ڳالهہ ٻڌڻ ٿو چاهيان
تنهنجو اڳ ڪنهن سان پيار هو؟“
”پر ڳالهہ ۾ ڪجهہ هجي تہ توهان کي ٻڌايان نہ؟“
”سيتا پنهنجي دماغ مان اها هوا ڪڍي ڇڏ ڇا
ون پڙهيل ڳڙهيل آهين ۽ نوڪري ٿي ڪرين تہ
سمجهين ٿي تہ ٻئي نہ ٻئي، نہ دال روٽي گهٽي ۽

مائٽن ۾ وڃي رهندين؟“

”ڇا مون شادي ڪئي آهي مائٽن ۾ رهڻ لاءِ؟“

هريش ڪيس ڪٽي ڇيو، ”سيتا، اگر توکي گهر

ڇڏڻ لاءِ چيم ته مائٽن ۾ ڪيترا ڏينهن رهي سگهندين

پنهنجي دل تي هٿ رکي ڏس ته اسانجي سماج اهڙي

آهي جو هوءَ صرف ڇوڪرين کي ڏوهه ڏيئي جاڳي

مونکي ڪير به ڏوهه نه ڏيندو، هرڪو تو ڏانهن ئي

آڱر کڻي چوندو تہ هيءَ ئي اُها ڇوڪري آهي ج

پنهنجي گهوٽ سان رهي نہ سگهي.“

هريش جي ليڪ جو نشان پورو ويو ۽ هوءَ لاجواب

ٿي ويئي. ويچاري پڙ پيئي ڪٽي تہ پڙ ڳورو ۽ جنبه

ڪٽي تہ جنبه ڳورو. آخر همت ٻڌي ڪجهه چوڻ ٿي

چاهيائين پر زبان مان اکر بہ ڪونہ اُڪليس.

”سيتا، چئہ، چئہ، ڇا ٿي ٻڌائڻ چاهين؟“

هوءَ ٻت ٻڻجي ٻيهي رهي. سندس ليڙن مان گونگ

ڳوڙها ٽم ٽم ڪري وهڻ لڳا. هريش مٿي تي هٿ

گهمائيندي چيو، ”مان سمجهان ٿو تہ تنهنجي من

اهو بوجهو آهي. مونکي سڀ ٻڌائڻ سان ئي تنهنجي

من کي شانتي ايندي.“

سيتا سڏڪا ڀريندي چيو، ”هريش مان بيگناه

آهيان. ان ۾ منهنجو ڪوبہ قصور ڪونهي.“

”ها ٻڌاءِ، ڪنهن سان؟ ڪير هو اهو؟ هينئ

ڪتي آهي؟؟“، هريش منتظر ٿي سوالن پٺيان سوال ڪندو ويو.

ساڙهيءَ جي پلؤ سان ڳوڙها اگهندي، سيتا چيو، ”چندر وڏو بيوفا نڪتو.“

”چندر؟ ڪير هو؟ ڇا ڪندو هو؟ تنهنجو هن سان ڪڏهين پيار ٿيو؟ پوءِ ڇو ختم ٿيو؟“، خبر نه آهي ته هريش کي ايڏا سوال ڪٿان آيا؟

”هو انڪم ٽئڪس آفيس ۾ انسپيڪٽر آهي- پاڙي ۾ رهندي اسين هڪ ٻئي جي ويجهو آياسين- مائٽن کي مون چندر سان شاديءَ ڪرڻ لاءِ مڃايو هو. هؤ مون لاءِ سڀ ڪجهه هو، پر مان هن لاءِ......“

”ڇو؟ هو ڦري ڇو ويو؟“

”هنکي سنسار ۾ صرف پئسو ئي پيارو هو. هنکي هزار ڪپندا هئا، جنجي ڏيڻ جي منهنجن مائٽن ۾ سمرٿي ڪانه هئي- اُف مرد وڏا دوکيباز آهن.“ سيتا ٽڏا ساه ڪڍڻ لڳي.

”نالائق، بي ايمان، ڪميڻو...“ هريش ڏند ڪرٽيندي چيو. سيتا زارون زار روئڻ لڳي.

”سيتا روءُ نه، چندر لڪشميءَ جو پوڄاري هو پر...“ هريش سيتا کي ڇڪي پنهنجي ڳلي سان لڳائيندي چيو، ”هريش صرف سيتا جو پوڄاري آهي.“

□□

كھاڻي

## □ ريلو گيھاٽي

## ڏنڙن ھلم

”دادا، مان گريجوئيٽ آھيان، بي ڪام پاس ڪئي اٿم پر نوڪري نہ آھي“ ھڪ نوجوان سيٺ پنجورام کي ٻاڏائيندي چيو. ”دادا مونتي مھرباني ڪريو. مان ڪوبہ ڪم ڪرڻ لاءِ تيار آھيان، پگھار ڪيترو بہ ھجي.“

سيٺ پنجورام سامھون بيٺل نوجوان ڏانھن نھاريو. ھو شڪل ۾ سھڻو ھو پر ايڏو تہ سھڙو سيپڪڙو ھو جو سندس ھڏا پئي ظاھر ٿيا. ھنجي عمر اٽڪل پنجويھہ سال ھئي.

”تنھنجو نالو ڇا آھي؟ توکي ڪو آزمودو آھي؟ ڪٿي ڪم ڪيو اٿيئي؟ رھندو ڪٿي آھين؟“ سيٺ پنجورام ھنکان لاڳيتا سوال پڇندو ويو.

”سائين، نالو گوڪل اٿم. سندونگر ۾ رھندو آھيان.

سيٺ سندرداس ميراڻي فرم ۾ ڪم ڪيو اٿم جنهن
جو سرٽيفڪيٽ پڻ آهي. توهان سيٺ سندرداس کي
فون ڪري هنڪان پڇي سگهو ٿا."
"تو سيٺ سندرداس وٽ گهڻو وقت ڪم ڪيو؟
اتان جي نوڪري ڇو ڇڏي؟ اتي ڪهڙو ڪم ڪندو
هئين؟ توکي گهڻو پگهار ڏيندو هو؟" سيٺ جي سوالن
جو سلسلو ساڳيو رهيو.
"سائين، سيٺ سندرداس ڌرماتما آهي، سٺت
آهي. مون هن وٽ هڪ سال اڪائونٽنٽ جو ڪم
ڪيو. هو منهنجي ڪم مان تمام گهڻو خوش هوندو
هو. سيٺ سندرداس جي ڪڪي انيل جو هڪ
دوست هو جنهنکي نوڪري کپندي هئي. جنوري ۾
سيٺ ڊبئي ويو ته هنجي پٽ انيل مونکي نوڪريءَ
مان ڪڍي پنهنجي دوست کي رکيو. هاڻي ڇهه مهنا
ٿي ويا آهن ته مونکي ڪابه نوڪري ڪانه ملي آهي.
سيني هنڌ درخواستون ڪري ٿڪجي پيو آهيان.
سائين، توهان مونتي مهرباني ڪريو، ڪابه نوڪري
ڏيو."
"سيٺ سندرداس توکي پگهار گهڻو ڏيندو هو؟
منهنجو پيءُ ۽ ڀائر ڇا ڪندا آهن؟"
"سائين، مونکي ٻارهن سؤ پگهار ڏيندو هو. جنوريءَ
۾ سيٺ منهنجو پگهار وڌائي پندرهن سؤ ڪيو هو پر

انهيءَ مهني ۾ ٿي منهنجي نوڪري پوري ٿي. منهنجو پيءُ گذاري ويو آهي. مونکي ٻه ڀائر آهن جي ٻئي مونکان وڏا آهن. هڪ وڪيل آهي ۽ ٻيو ڪاليج ۾ پروفيسر آهي. منهنجن ٻنهي ڀائرن کي باندرا ۽ انڌيريءَ ۾ سٺا شاندار فليٽ آهن. مان ٿي سنڌونگر ۾ پٽڪي رهيو آهيان. مونکي نه آهي نوڪري ۽ نه رهڻ لاءِ ڪو سٺو اجهو."

"اهو ته هر ڪنهن جو پنهنجو پنهنجو نصيب آهي. ماءُ جڻي پنڄ ڀاڳ نه ڏئي وندي. تنهنجي ڀائرن جو نصيب سٺو هو جو هنن کي بمبئيءَ ۾ فليٽ آهن. توکي پاڻ تي ڀاڙڻ گهرجي."

"سائين، توهان برابر ٿا چئو. سنڌونگر ۾ مون سان گڏ منهنجي ماءُ ۽ ٻه ڀيڻر رهنديون آهن. مان ٻنا پئسي ۽ ٻنا نوڪريءَ جي ويڳاڙو ٿي پيو آهيان. مان ڀائرن اڳيان هٿ ڦهلائڻ نٿو چاهيان. توهان مونتي مهرباني ڪريو. دادا، مونکي نوڪري ڏيو، ڪهڙي به ڏيو، ڪيترو به پگهار ڏيو."

"چڱو، هيءُ وٺ منهنجو وزٽنگ ڪارڊ. سڀاڻي صبح جو يارهين بجي تون منهنجي آفيس ۾ اچج، درخواست ٽائيپ ڪٽي اچج ۽ اها سرٽيفڪيٽن سميت منهنجي سيڪريٽريءَ ڪشن شهاڻيءَ کي ڏج. مان هنکي چٺي ڇڏيندس. پر ها، مان توکي ايڏو پگهار

ڪونہ ڏيندس.“

”سائين، پگوان توهانجي ڌنڌي ۾ برڪت وجهندو، توهانکي خوش رکندو. توهان مونکي جيئڻدان ڏنو آهي. توهان مونکي جيڪي ڏيندا سو مونکي قبول آهي.“

ٻئي ڏينهن گوڪل کي ڀڄورام ائنڊ سنس فرم ۾ نوڪري ملي ويئي. هو سيٺ وٽ لڳو، محنت ۽ ايمانداريءَ سان ڪم ڪرڻ لڳو جنهن سيٺ کي ڪڏهن به شڪايت ڪرڻ جو موقعو نه مليو. سيٺ ڀڄورام گوڪل کي ڪيترا دفعا آزمايو پر هو هر آزمائش مان پار پيو. هن ڪڏهين هڪ پئسي جي به لڳي نه ڪئي.

گوڪل کي سيٺ ڀڄورام وٽ ڪم ڪندي پنج سال ٿي ويا. انهن پنجن سالن ۾ سيٺ جو هن پورن وشواس ٿي ويو ۽ هو سيٺ جو ساڄو هٿ بڻجي پيو. سيٺ جو هن ۾ ايترو ته ويساهه ٿي ويو جو هو ڪوبه ڪم ڪرڻ کان اڳ هنسان صلاح ڪندو هو. انهيءَ سبب آفيس ۾ سڀ ملازم هنکي نديو سيٺ ڪري سڏيندا هئا. سيٺ جا پائر جلندا پچندا هئا جو هن پنهنجي پائرن بجاءِ ڌاري شخص ۾ وشواس ڌريو هو. هيءُ هنکي چوندا رهندا هئا ته آخر هو دوکو کائيندو ۽ پڇتائيندو پر سيٺ ڀڄورام مشڪندو رهندو هو. هن ڀاڻ پنهنجي ڌنڌي جو سمورو ڪاروبار نشچنت ٿي

هنجي هٿن ۾ سونپي ڇڏيو.

سيٺ پرڀورام پنهنجي لاءِ واردن روڊ تي هڪ بنگلو خريد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. دلال سان بحث مباحثي بعد آخر سؤدو پنجاهه لکن ۾ طئہ ٿيو. ٽيهن لکن جو چيڪ ۽ باقي ويهه لک ربيا روڪ ڏيڻا هئا جنهن کي بمبئيءَ ۾ ڪارو ناڻو ڪري سڏيو ويندو آهي. جنهن ڏينهن دلال کي بنگلي جا پئسا ڏيڻا هئا تنهن ڏينهن بدقسمتيءَ سان سيٺ پرڀورام سخت بيمار ٿي پيو. سيٺ دلال کي فون تي چيو تہ هو هن وٽ اچي هنڪان پئسا ۽ چيڪ وٺي وڃي ڇاڪاڻ جو هو هلڻ کان لاچار هو پر دلال قبول نہ ڪيو. هن دلال کي ڪجهہ ڏينهن بعد پئسا ڏيڻ لاءِ چيو جو بہ هن قبول نہ ڪيو. دلال هنکي چيو تہ جي هن وٽ ٻيو ڪو گراهڪ آيو تہ هو بنگلو انهي کي ڏئي ڇڏيندو.

سيٺ پرڀورام جو گوڪل ۾ پورن وشواس هو. هن گوڪل کي چيو تہ هو پئسا ۽ چيڪ کڻي وڃي دلال کي ڏئي ۽ چيڪ جي رسيد ۽ بنگلي جون چابيون وٺي اچي. هنکي تاڪيد ڪندي چيائين، ”گوڪل، بئنگ تمام سنڀال ۽ خبرداريءَ سان کڻي وڃج. بمبئيءَ ۾ ٿوري ئي غفلت جو گونڊا فائدو وٺيو وڃن ۽ پوءِ هٿ هٿڻا ٿا پون.“ گوڪل سيٺ کي چيو، ”توهين بلڪل بي فڪر رهو. مان بئنگ ساهہ کان بہ وڌيڪ

سانديندس ۽ دلال کان باسلامت پهچائي بنگلي جون
چاٻيون وٺي ايندس.“
گوکل جڏهن بنگلي ڪٽي ٻاهر نڪتو ته هنجي من ۾
ڪبڊيا جاڳي. ناڻو انسانيت کي ناس ڪيو ڇڏي.
پئسي جي صدقي انسان سوين پاپ ڪري ٿو. گوکل
پئسا ڪٽي موٽر ۾ چڙهي پيو. هڪ من ۾ هيئنر اهوئي
سوچڻ لڳو ته موٽر جو رخ پوني طرف ڪريان يا سڌو
احمدآباد. ٻنهي هنڌ هوٽل کڻي لکين رپيا ڪمائي
سگهجيٿو.
گوکل جي اندر ۾ وويڪ ۽ شيطان وچ ۾ گهمسان
لڙائي چالو هئي. هيءَ لڙائي ڪروڪيتر جي ميدان تي
پانڊون ۽ ڪورون جي موتمار يڌ سمان هئي. هن لڙائيءَ
۾ وويڪ ۽ شيطان پنهنجا سچائيءَ ۽ ننگيءَ جا تير
گوکل طرف اڇلي رهيا هئا.
وويڪ گوکل کي پنهنجي وس ۾ آڻڻ لاءِ گنگا
ندي‍ءَ جي پوتر جل سان ڌوتل سچائيءَ جو تير هن
طرف روانو ڪيو. گوکل جي چؤطرف خوشبوءِ ڇانئجي
ويئي ۽ موٽر بيهجي ويئي. وويڪ ٽپ ڏيئي موٽر ۾
چڙهي گوکل جي اڳيان اچي ويٺو. هن گوکل کي
چوڻ شروع ڪيو، ”گوکل توکي اڄ ڇا ٿي ويو آهي؟
تون سچو انسان آهين، پوءِ هن شيطان جي چنبي ۾
ڪيئن اچي وئين؟ تنهنجي من ۾ ڪبڊيا ڇو جاڳي

آهي؟ جڏهن تون بيروزگار هئين ۽ در در جون
نوڪرون ڪائي رهيو هئين تڏهن سيٺ پڇورام ئي
توکي نوڪري ڏيئي مٿي چاڙهيو ۽ اڄ ان مهربان
مالڪ کي ئي دوکو ڏئي رهيو آهين! تون ئي ته
چوندو آهين ته سيٺ پڇورام منهنجي پتا سمان آهي.
هو ديوتا ۽ ڀڳوان جو روپ آهي. تنهن کي تون ٺڳي
رهيو آهين! حيف آهي توتي. هيءَ دنيا ناسونت آهي.
تون پاڻسان هڪ پئسو به ڪٿي نه ويندين. هن سنسار
مان سڀ مهاتمائون، پير پيغمبر سڀ هليا ويا ۽ سڀ
ڪجهه هت ڇڏي ويا. پوءِ تون هيءَ ٺڳي ڇو ڪري
رهيو آهين؟ منهنجا گوڪل، واپس بمبئي وڃ ۽ وڃي
دلال کي پئسا ڏي. تنهنجي اڳيان شيطان اچيئي ته
هن کي لت هڻي ڪڍي ڇڏ.“

ويڪ موڙ مان نڪتو ته شيطان جو اونده ۾ لڪو
ويٺو هو، سو واڇوڙي وانگر اندر موڙ ۾ ڪاهي آيو
۽ گوڪل کي زور سان ڀاڪر ۾ ڀري چيائين، ”منهنجا
يار منڙا گوڪل. خبردار جي هن بيوقوف ويڪ جي
چوڻ تي لڳو آهين. اڄ توکي ويهه لک رپين جي
مالڪ ٿيڻ جو سونو وجهه مليو رهيو آهي. جي اهڙو
سونو موقعو وڃايئه ته يا عمر ويٺو هٿ هڻندين.
سڄي عمر تون گڏهه وانگر ڪم ڪندين تڏهين به تون
ويهه لک رپيا ميڙي نه سگهندين. وڃ، وڃ، وڃ،

پوني پنهنجي دوست موهن وٽ وڃ ۽ وڃي انهن ويهن لکن مان ويهه ڪروڙ ناهه. خبردار جي اهي ويهه لک رپيا هٿن مان ڇڏي ڏنا اٿيئي. ڇڏي ڏيندين ته پوءِ سڄي عمر پيو پڇتائيندين. توکي ملندي صرف شاباس، سچائيءَ جي شاباس ۽ ٻيو ڪجهه نه. هرڪو توکي بيوقوف ڪوٺيندو."

گوڪل ڪروڙپتي بڻجڻ جي سپني ۾ موٽر جو رخ پوني طرف ڪيو. شيطان ٺهڪ ڏنو ۽ ويچارو ويڪ ڏسندو ئي رهيو. موٽر هوا کي چيريندي گوڪل کي ڪروڙن جا سپنا ڏيکاريندي اڳتي هلندي رهي. آخر گوڪل اچي پوني ۾ پنهنجي دوست موهن وٽ پهتو ۽ نوٽن سان ڀريل بئگ کولي هنکي ڏيکاريائين. هنکي اهو به ٻڌايائين ته هن ڪئن اهي ويهه لک رپيا هٿ ڪيا هئا.

گوڪل جي بئگ ڏسي موهن جون اکيون ڇرخ تي وئيون ۽ هنجو وات ڦاٽي ويو. گوڪل ۽ ويهن لکن رپين جو مالڪ! ڪوڙوئي نٿو لڳي. گوڪل هنکي چيو، "موهن، اڄ ته ٻيئي گڏجي حصيدار ٿي پوني ۾ هڪ وڏي شاندار هوٽل کيون. ويهه لک تون کڻ ۽ ويهه لک مان کڻندس. محنت ڪنداسين ته ٻيئي ڪروڙپتي ٿي وينداسين."

موهن محسوس ڪيو ته اڄ هنجو نصيب کلي رهيو

آهي ۽ هنڪي آسانيءَ سان سونو مرغو مليو رهيو آهي جنهن کي هو سؤلائيءَ سان ڳرڪائي ٿي سگهيو ۽ هنجي سموري رقم ڦٻائي ٿي سگهيو گوڪل ڀولو ڀالو آهي ۽ هنجي رقم چوريءَ جي آهي. چالاڪيءَ ۽ فريب سان، ٻنا پوليس جي دٻ ۽ ڊاءَ جي اها سموري رقم هنجي ٿي سگهي ٿي.

موهن گوڪل جو آڌرڀاءُ ڪيو ۽ ڪارايو پيارايو. اوچتو گوڪل ڇرڪ ڀريو جڏهن هن سامهون ڪنڊ ۾ هڪ پتلو ڏٺو جو سيٺ گلابراءِ جو ٿي لڳو. سيٺ گلابراءِ هنجي سيٺ پنڄورام جو گهرو دوست هو ۽ هن وٽ ايندو ويندو هو. گوڪل پتلي کي ڏسڻ لڳو ۽ هن موهن کان پڇيو. موهن ٺهڪ ڏيندي هنکي ٻڌايو، ”گوڪل، تون منهنجو يار آهين. مان توکان ڇا لڪايان. اڄ تو ويهہ لک سيٺ پنڄورام جا ڦٻايا آهن. ٻه مهنا اڳہ مون سيٺ گلابراءِ جا ڏه لک رپيا ڦٻايا هئا. سيٺ گلابراءِ کي گوئا ۾ هوٽل هئي. هن اها هوٽل وڪڻي ڏه لک رپيا مونکي ڏنا تہ گڏجي هوٽل کيون. پائيواريءَ جا پنا صحي ڪرڻ کان اڳہ ئي مون سيٺ گلابراءِ کي زهر ڏنو ۽ مري ويو. هنجا پٽ سينگاپور ۾ رهندا آهن. جيسين اهي هتي پهچن، ان کان اڳہ مون هنجو لاش جلرائي ڇڏيو. متان ڪڏهن ڪنهن کي شڪ پوي مون گلابراءِ جو پتلو ٺهرائي ڇڏيو آهي ۽

ڪي روز هار پائيندو آهيان. موهن ٿهڪ ڏيندي چيو،
ويچارو سيٺ گلابراءِ......هاهاها......بڌو گلابراءِ سيٺ“
گوڪل وري پتلي طرف نهاريو. هن محسوس ڪيو
سيٺ گلابراءِ پتلي مان جڻ ٻاهر اچي هن اڳيان بيٺو
و ۽ هٿڪي جڻ چئي رهيو هو ”گوڪل، تون وشواس
هات ڪري رهيو آهين. هن موهن نڪ جو ساٿ ڏئي
هيو آهين جنهن مونکي زهر ڏئي ماريو. هو توکي به
وکو ڏيندو. خبردار ٿيءُ ۽ هن ڪـــان پري رهه. هيءُ
ڪاريهر نانگ سمان آهي.“
گوڪل خيالن ۾ غلطان ٿي ويو. هنجي اکين اڳيان
سيٺ پرسورام جي پائرن جا چهرا تري آيا جي ٿهڪ
ڏيئي سيٺ پرسورام ڪـي چئي رهيا هئا ”هاهاها...
۽ مئنيجر ڪري رکيو گوڪل دغابـــاز، بدمعاش ڪـي!
توڪـي اسان ۾ وشواس ڪونه آيو، تـــو وشواس ڪيو
گوڪل چور، نڪ ۾! پرسو، تون بـــڌو آهين بڌو......“
گوڪل اڳيان هنجي ماءُ جي صورت اچي ويئي. هوءَ
ڪاڏانهن غصي ۽ ڌڪار وچـــان نهاري رهي هئي. هن
گوڪل کـي چيو، ”هيءُ تون ڇا ڪري رهيو آهين؟
تون دئيت بڻجي پنهنجي ديوتـا سيٺ کي دوکو ڏئي
رهيو آهين! ياد ڪر ته هن ئي توکي ايڏو مٿي چاڙهيو
۽ توکي ملاد ۾ جڳهه وٺي ڏني. هو توکي پنهنجو پٽ
ڪري ليکيندو آهي. هنجو پنهنجن سڳن پائرن کان تو

۾ وشواس وڏيڪ آهي. ۽ اڄ تون اهو وشواس ٽوڙي
رهيو آهين! هينئر به وقت ڪونه ويو آهي. اٿ، هن
بدمعاش موهن کان پري هٽي وڃ ۽ وڃي سيٺ پنجورام
جي امانت دلال کي ڏي."

گوڪل پنهنجي خيالن جي دنيا ۾ غلطان هو.
اوڏانهن موهن گوڪل کي چئي رهيو هو "اسان ٻئي
گڏجي هوٽل کينداسين، هڪ وڏي هوٽل تاج محل
وانگر ۽ ڪروڙپتي ٿي وينداسين ۽......

اوچتو گوڪل ڇرڪ ڀريو ڄڻ هن کي بجليءَ جو
شاڪ آيو. هن جي من ۾ ويچار آيو "اڳ ۾ سياڻي موهن
مونکي به ٺڳي، دوکو ڏئي، سيٺ گلابراءِ وانگر مونکي
۽ زهر ڏئي ت...ت......ت........"

موهن گوڪل جي ڪلهي کي ڌونڌاريندي چيو،
"گوڪل توکي ڇا ٿي ويو آهي؟ ڪهڙن خيالن جي
ساگر ۾ ٻڏي ويو آهين؟ پنجن منٽن کان مان بڪ بڪ
ڪري رهيو آهيان ۽ تون خالي هون هان......هون
هان ۾ جواب ڏئي رهيو آهين. نه معلوم من ۾ ڇا
سوچي رهيو آهين!"

گوڪل اٿيو ۽ موهن کي بنا الوداع ڏيڻ جي ٻڳ
ڪٽي هوٽل مان ٻاهر نڪري آيو. موهن هن جي پٺيان
ڊڪندو آيو. گوڪل موٽر جو رخ بمبئيءَ طرف ڪيو
۽ چپن ۾ پڙ پڙ ڪندي چيو، "ممي، مان سيٺ

پنجورام سان دوکو نہ کندس. مان ھنجو وشواس نہ ٽوڙيندس.“ ھو موٽر کي اڏائيندو سڌو وارڊن روڊ دلال جي گھر اچي پھتو. انوقت رات جا يارھن ٿيا ھئا. گوکل دلال کي ويھہ لک رپيا روڪ ۽ ٽيھن لکن جو چيڪ ڏنو، دلال کان رسيد ۽ بنگلي جي چابي ورتي ۽ سيٺ پنجورام کي فون تي ٻڌايو ”دادا، رستي تي حادثو ٿي پيؤ ھو ۽ مان ھوش ھواس وڃائي ويٺو ھوس. ھينئر جڏھن ٿي ھوش ۾ آيس تہ سڌو پڇندو اچي دلال ويھسي مل کي چيڪ ۽ پئسا ڏنا اٿم ۽ ھنکان رسيد ۽ بنگلي جي چابي ورتي اٿم.“

گوکل ائين ايڏو ڪوڙ ڳالھائي خوشيءَ ۾ جڻ سرڳہ پھچي ويو ۽ ھن ائين محسوس ڪيو تہ اڄ ھنکي جڻ نئون جنم مليو ھو. گوکل جي سچائيءَ جو اھو اثر ٿيو جو سيٺ پنجومل جو ھن ۾ مڪمل وشواس ٿي ويو. ھن ھنکي ڌرم جو پٽ ڪيو ۽ پنھنجي ڪروڙن جي ملڪيت ۽ جائداد ھنجي نالي ڪري ڇڏي.

□□

ڪهاڻي

□ گوڪل مسند

# پئسي جو مريد

اڄ موٽڻ جي شادي ٿي رهي هئي ۽ منهنجي اڳيان هنجي زندگيءَ جا واقعا سئنيما جي پردي سمان اڳيان اچي رهيا هئا.

موٽڻ منهنجو پاڙيسري آهي. هن جڏهن مئٽرڪ پاس ڪئي ته هنجي پيءُ مرچومل جون ڇڙ واڇون ٽڙي وئيون. خوشيءَ ۾ اصل نچڻ لڳو. هنجي سموري خاندان ۾ موٽڻ ئي پهريون ڇوڪرو هو جنهن اڄ مئٽرڪ پاس ڪئي هئي. مرچومل سوچيو مان هنکي وڌيڪ پڙهائيندس ۽ گرئجوئيٽ ڪندس جيئن هو وڏا وڏا امتحان پاس ڪري ۽ ڪليڪٽر ٿئي.”

موٽڻ ڪاليج ۾ داخلا ورتي ۽ پهرين ۽ ٻئي سال جو امتحان پاس ڪيائين هن ٽئين سال جو امتحان ڏنو پر ناپاس ٿي پيو. هن پوءِ ٻه دفعا وري به امتحان ڏنو پر پاس ٿي نه سگهيو. هن جي پيءُ مرچومل

سوچيو هو تہ منهنجو پٽ گرئجوئيٽ ٿيندو تہ نيوندمل
پهنجي ڌيءُ منهنجي پٽ سان پرڻائيندو ۽ هڪ لک
رپيا ڏيتي ليتي بہ ڏيندو پر هنجو واريءَ جو محل
ڍهي اچي پٽ پيو.

موٽڻ ريلوي ۾ نوڪريءَ جو فارم ڀريو. هو نہ صرف
چونڊيو ويو پر هن کي ٽڪيٽ ڪليڪٽر جي نوڪري
ملي ويئي، جنهن جي پگهار کان سواءِ انجي چوٽي
ڪمائي چڱي وينڌي آهي. مرچومل ڌرتيءَ کان بہ
فوت مٿي اڏامڻ لڳو. هو ڪنهن کي بہ پاڻ جهڙو نہ
سمجهڻ لڳو. چوڻ لڳو، ”موٽڻ ڪليڪٽر نہ، تہ نہ
سهين، ريلوي ۾ ٽڪيٽ ڪليڪٽر تہ ٿيو آهي.
ٽڪيٽ ڪليڪٽر معنيٰ گاڏيءَ جو مالڪ. هاڻي
ڏسان تہ نيوندمل پهنجي ڌيءَ موٽڻ سان پرڻائي ٿو
يا نہ.“ موٽڻ پهنجي پيءُ کي چيو ”نيوندمل ڪي تہ
هاڻي بہ لک رپيا ڏيتي ليتي ڏيڻ گهرجي جو مان
ٽڪيٽ ڪليڪٽر ٿيو آهيان“ پر نيوندمل پهنجي
ڌيءَ مرچومل جي پٽ موٽڻ سان پرڻائڻ لاءِ تيار ڪونہ
هو. هن چٽي ڏنو ”منهنجي ڌيءَ گرئجوئيٽ ۽ موٽڻ
مئٽرڪ! اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهندو؟“

مرچومل موڙو ڏيندي چيو، ”مان بہ ڏسندس تہ
تنهنجي ڌيءُ کي ڪهڙو شهزادو ٿو ملي؟“

آخر جڏهن نيوندرام جي ڌيءُ جي شادي هڪ

شاهوڪار ۽ پڙهيل ڇوڪري سان ٿي ته، مرچومل جي
منهن جو پنو ئي لهي ويو. هو پنجن ڇهن مهينن پيو روز
۾ وڃي فارم ڀري آيو جنهن ۾ لکايائين ته منهنجو پٽ
موٽڻ گريجوئيٽ آهي.

مرچومل جو فارم پڙهي ڪيترن ڇوڪرين جي پيئرن
جا وات پاڻي پاڻي ٿيڻ لڳا. هڪ ته ڇوڪرو سهڻو
ٻيو گريجوئيٽ. ٽيون ريلوي ۾ ٽڪيٽ ڪليڪٽر،
چوٿون مفت پاسيون، پنجون جڳهه پنهنجي ۽ ڇهون
گهر ۾ نه ڀاڻ، نه پيڻ، ڪنوار اچي گهر ۾ راڄ ڪندي.

مرچومل جي گهر ٻاهران ڇوڪرين جي پيئرن جي
ڄڻ قطار لڳي وئي. ڪن سنيها موڪليا، ڪن مائٽين
واڻن معرفت چوارايو ته ڪي پاڻ چڙهي آيا. موٽڻ ۽
مرچومل ڇوڪريءَ جي گهر وڃي ڇوڪريون ڏسندا
هئا ۽ خوب کائي پي ايندا هئا، پر مٽيءَ جي راند ڪي
سمان سڀ هنڌ مائٽي پيسي ڀوندي هئي، جنهن ڪوب
ڪنوار پيءُ هن ڪسي لک رپيا ڏيتي ليتي ڏاڻ قبول
ڪونه ڪندو هو.

آخر موٽڻ جي ڀڳوان ٻڌي جو رامچند پنهنجي
ڌيءُ سان گڏ هن ڪسي لک رپيا ڏاڻ قبول ڪيا.
ڇوڪري سٺي سهڻي ۽ سني، بئنڪ ۾ نوڪري
پگهار چوڏهن سؤ رپيا ۽ بي.اي.ايل.ايل.بي پاس!
موٽڻ خوشيءَ ۾ ٻانهون لوڏڻ لڳو. تڏهن لڳو هن پيءُ

ڪــي چيو، ”ٻڍڙي، مــان شادي ڪندس تــہ هتي ڪندس. ڇوڪري ڇون تــا سهڻي سٺي آهــي جهڙي حور پري، پڙهيل ۽ بئنڪ ۾ نوڪري. تنهن ڪان سواءِ لک رپيا ڏيتي ليتي!“

”ڇورا مونکي ڏپ آهي تہ ڇوڪريءَ ۾ ڪا خرابي نہ هجي!“ مرچومل چيو، ”نہ تہ ايڏي سهڻي، پڙهيل، وڏي خانداني بئنڪ ۾ نوڪري ڪندڙ ۽ ڏيتي ليتي لک رپيا ڏيڻ ڪيئن قبول ڪندا؟ اسان واڻين ڪــي رامچند پنهنجي ڌيءُ ڏيڻ قبول ڪئي آهــي، ضرور دال ۾ ڪجهہ ڪالا هئہ.“

مــرچومل ۽ سندس پٽ چيمبور ۾ ڇوڪريءَ پيءُ سان مليا. ڳــالهيون ٿيون. ڇوڪريءَ پــيءُ لک رپيا ڏيتي ليتي ڏيڻ قــبول ڪئي، سانڍهيون، ڪپڙو لٽو ۽ شاديءَ جــو خرچ ڌار. آخر ۾ ڇوڪرو ڇوڪري پاڻ ۾ گڏيا. مونڻ چيو: هيلو، تنهنجو نالو؟

ڇوڪري: شانتي.

مونڻ: ”توکي بئنڪ ۾ نوڪري آهي؟“

ڇوڪري: ها.

مونڻ: تنهنجو پگهار گهڻو آهي؟

ڇوڪري: ڇوڏهن سؤ رپيا.

مونڻ: توکي ڊانس ايندي آهي؟

ڇوڪري: نئين هونــدي ڪنڪلي سکندي هئس پر هاڻي پريڪٽس ڪانهي.

موٽڻ: توکي ڳائڻ ايندو آهي؟

ڇوڪري: ها، ٿورو ٿورو.

موٽڻ: توکي رڌڻ پچائڻ ايندو آهي؟

ڇوڪري: تمام سٺو.

موٽڻ: ۽ سبڻ پوئڻ؟

ڇوڪري: ها.

موٽڻ (خوش ٿي): تمام سٺو توکي ته سڀ ڪجهه ايندو آهي. اسان ٻنهي جي جوڙي سٺي ٺهندي.

ڇوڪري: توهان بي‌اي ڪهڙي سال پاس ڪئي؟

موٽڻ هيءُ سوال ٻڌي ڪڪو وڪو ٿي ويو. هن ڪونه سمجهيو هو ته شانتي هيڪان اهڙو سوال پڇندي. هو ڪيئن چوي ته بي‌اي ۾ ٽي دفعا ناپاس ٿيو آهي. هن چالاڪي ڪري ڳالهه ڦيرائڻ جي ارادي سان هنجي سوال کي ٻڌو اڻٻڌو ڪري ڇڏيو، ”توکي پڪچر جو شونق هوندو. مان ته پڪچر ڏسڻ جو ديوانو آهيان. ۽ ها ٽي‌وي تي هم‌لوگ، مسٽر يا مسز، پيئنگ گيسٽ ۽ خاندان پروگرام ته ضرور ڏسندو آهيان. آرتوار معنيٰ ٽي‌وي. ڪيئن توکي اهي پروگرام وڻندا آهن؟

ڇوڪري: توهان منهنجي سوال جو جواب نه ڏنو. توهان بي‌اي ڪهڙي سال ۾ پاس ڪئي آهي؟“

موٽڻ: بي‌اي جي ڊگري اڄ نه ته سڀاڻي ملي ويندي اها ڪا وڏي ڳالهه نه آهي مونکي ٻڌاءِ ته هني‌مون ڪرڻ ڪٿي هلجي؟ ڪشمير يا شملي؟

شاديءَ بعد خوب موج ڪندا سين.

ڇوڪري: يعني تہ توهان بي اي اڃا پاس ڪانہ ڪئي آهي؟

موٽڻ: نہ پاس ڪئي آهي تہ پوءِ ڇا ٿي پيو؟ اسين ٽي هڪ ٻئي کي پسند آهيون. بي اي جو امتحان ان هن سال ڏيندس. اها ڪا وڏي ڳالهہ نہ آهي سان چاهيان ٿو تہ اسان جي جلد شادي ٿئي جنهن لاءِ مون ڏاڏيءَ کي چيو آهي تہ تاج محل هوٽل بڪ ڪرائي ڇڏي.

ڇوڪري: ريجهومل مائٽين واري چيو پئي تہ توهان بي اي پاس ڪئي آهي؟

موٽڻ (غصي ۾): تو ايل ايل بي پاس ڪري مونسان ج وڪالت ڪرڻ شروع ڪئي آهي ڇا؟ اها ڳالهہ مونکي پسند نہ آهي.

ڇوڪري: توهان ريجهومل وٽ فارم ڪيئن چو ڀريو هي؟

موٽڻ (اٿي بيهي): ڏس شانتي اسان کي پڳوان ڪ ٻئي لاءِ پيدا ڪيو آهي. منهنجي ڏاڏيءَ مائٽين اري وٽ مون کي گريجوئيٽ ڄاڻايو آهي ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهہ؟

ڇوڪري: ٺيڪ آهي جي اُن ۾ توهان جو ڏوهہ نہ هي تہ مان ان بابت ڪجهہ نہ چوندس. پر مونکي هان جي ڏاڏيءَ جي ڏيتي ليتي گهرڻ پسند نہ

آهي. توهان جا ڏيتيءَ ليتيءَ بابت ڪهڙا ويچار آهن؟

موٽڻ: ڏيتي ليتيءَ جي رسم سڀ هنڌ هلي پيئي. تنهن سواءِ تنهنجي پيءُ پاڻ لک رپيا ڏيڻ قبول ڪيا آهن جا سٺي ڳالهه آهي. اهي پئسا توکي ۽ مونکي ئي ڪم ايندا.

ڇوڪري: ليڪن مان ڏيتيءَ ليتيءَ جي خلاف آهيان. منهنجو پتا جڳهه وڪڻي منهنجي شادي ڪري رهيو آهي. اها توهان کي ڄاڻ آهي؟

موٽڻ: ڏيتيءَ ليتيءَ کان سواءِ شادي ڪيئن ٿيندي؟ مان ڏيتي ليتيءَ کان سواءِ شادي نہ ڪندس.

ڇوڪري: توهان ڏيتيءَ ليتيءَ کان سواءِ شادي نہ ڪندا تہ مان بہ توهان سان شادي نہ ڪندس ۽......

اوچتو موٽڻ جو پيءُ مرچومل ۽ شانتيءَ جو پيءُ رامچند ڪمري ۾ اندر آيا تہ يڪدم موٽڻ چيو: ڏئڏي مونکي هيءَ بکبکي ڇوڪري پسند نہ آهي. ڇوڪري بہ بيباڪيءَ سان چيو ڏئڏي مونکي بہ هيءَ پئسي جو مريد موٽڻمل پسند نہ آهي.

انهيءَ گهٽنا کي اڄ ڏهہ سال گذري چڪا آهن هن واقعي جي ٻئي ساڳئي ڏينهن موٽڻ جي پيءُ مرچومل جو ڇاتيءَ ۾ سور ٿيڻ سبب ديهانت ٿيو. تنهن بعد موٽڻ کي مائٽيون اچڻ بند ٿي ويئون موٽڻ اڄ بہ اڪيلو ئي اڪيلو، مايوس ۽ منجهيل ڏسڻ ۾ ايندو آهي. □□

□ حشو ٻارواڻي

# ڍونگي ٻاٻا

ڍونگي بابا مرده باد! ڍونگي بابا مرده باد!!" صبح جي وقت سنان ڪرڻ لاءِ جيئن نديءَ جي گهاٽ تي وڃي رهيو هوس، ته واٽ تي پوليس چونڪيءَ جي ٻاهران ماڻهن جا هشام بيٺل ڏٺم. نعرن وڏن ڪي رونشو لڳو هو ۽ زور زور سان نعرا هڻي رهيا هئا، "ڍونگي بابا مرده باد!!"

ماڻهن کان پڇا ڪندي معلوم ٿيو ته ڪنهن ڏاڙهيءَ واري جٽاڌاري مهاتما کي، گهڻي وقت کان پوءِ بمبئيءَ جي پوليس ڳولا ڪندي ڪندي اچي هردوار ۾ پڪڙيو هو.

هردوار جي پوليس جي اِها پراڻي پرمپرا آهي ته تيرٿ آستان جهڙي شهر ۾ اگر ڪو به چور، ڳنڍيچور يا ٻيو ڪو بدمعاشي ڪندي جهليو ويندو آهي ته ڪيس

جيل جي سزا ڏيارڻ ڪان اڳ مٿي ۽ ڏاڙهيءَ جا وار لهرائي، توڙهو ڪرائي بعد ساڻ گڏ شهر ۾ گهمايو ويندو آهي.

هن دفعي به هردوار جي پوليس، هن مهاتما کي بمبئي روانو ڪرڻ کان اڳ پنهنجي نيم موجب ڏاڙهي وار لهرائي ڪيس بعد باجن سان گڏ شهر ۾ گهمائڻ جو پروگرام رٿيو.

ماڻهن جي گهڻي گوڙ شور ڪري ساڌو مهراج جو درشن نه ٿي سگهيو ۽ مان اجايو وقت وڃائڻ واجب نه سمجهي نديءَ تي سنان ڪرڻ هليو ويس.

واپس ايندي بعد سان گڏ جڏهن ماڻهن جي وچ ۾ ڏاڙهي مڇ چٽ ٿيل ساڌوءَ کي ڏٺم ته وائڙو ٿي ويس. شڪل ڇاتل سڃاتل لڳي مگر پوليس جي ڳالهين ۾ دخل ڏيڻ، اجائي پنهنجي حجامت ڪرڻ واجب نه سمجهي، هڪ تماشبين وانگر پريان پريان هلندو رهيس. بعد جي آواز سان گڏ ماڻهن جو آواز ”ڍونگي بابا مرده باد!“ فضا ۾ گونجڻ لڳو.

مان ڏيري هلندو اچي پنهنجي ڌرمشالا ۾ پهتس مگر منهنجي خيالن جو سلسلو چالو رهيو ۽ اکين سامهون پراڻيون ڳالهيون سڀ چٽن وانگر ڦرڻ لڳيون...

اجمير جي ڏگهي بازار ۾ منهنجي گهر جي سامهون وارو گهر، ڪيتري وقت کان بند پيو هو. هڪ ڏينهن

وچتو نئون مسواڙي وٺڻ ڏنم. ڏيري ڏيري نئين آيل
سواڙيءَ سان ڏيٺ ويٺ ٿي ويئي ۽ خبر پيئي تـہ
سرڪاري نوڪري ڪندو آهي ۽ ڪٿان ٻاهران بدلي
ي آيو هو. گهر ۾ صرف زال مڙس هئا.

شيام‌لعل شڪل شبيهہ ۾ سنو سهڻو نـوجوان ٿـي
لڳو. شام جـو ڊيوٽـيءَ تـان واپس اچڻ ڪـانپوءِ هن
هانگائيءَ جـي زماني ۾ پنهنجي آجيوڪا لاءِ ڪجهہ
ٽي مائٽيءَ جو ڪم بہ ڪندو رهيو. جنهن مـان پڻ
يس ڪجهہ خرچ جـو پورائو ڪرڻ لاءِ ملي ويندو هو.
ٽي مائٽي ڪندي سندس ڏيـري ڏيـري سڃاڻپ
ڏنـدي رهي. ۽ ماڻهو کيس عزت جـي نگاهہ سان
سندي ٻائو شيام‌لعل يـا پائي صاحب شيام‌لعل چوندا
ئا. ائين تہ کيس گهر ۾ ڪوبہ ٽڪاڻو ڪونہ هو، مگر
ٽي مائٽي ڪرڻ جـي خيال کان، هو ٻائو يـا پائي
صاحب سڏجڻ لڳو جنهن لاءِ هنکي ڪوبـہ اعتراض
هو.

چوندا آهن تـہ زالون جڏهن بہ ڪنهن ساڌ سنت،
قير يا ٻائي وٽ وينديون آهن تہ کين پيٽ سور، سس
ا سور ۽ ڏيرن ڏيراڻين جا سور ياد پوندا آهن. ساڌو
قير بہ موقعي جو فائدو وٺي انهن زالن کـي گمراهہ
ڪري نـاڻي سان پنهنجو پيٽ پـريندا آهن. شيام‌لعل
ــہ زماني کي ڏسندي انهيءَ راهہ تي هلڻ لڳو. ڏيري

ڏيري زالن کـي گمراهہ ڪندي ڪين ڪڏهن پاڻ
پڙهي ڏيندو هو تہ ڪڏهن ڌاڳو وٺي تعويز ناهي ڏيند
هو تہ ڪڏهن وري بي اولادن کي اولاد ڏيڻ، انڌن ک
اکيون ڏيڻ ۽ مـدي خارج بيمارين جـون بيماريون جا
بـ. جلد دور ڪرڻ لاءِ اخبارن دواران وڏا وڏا اشته
وجهائي پنهنجو نـاماچار وڌائڻ جــي ڪوشش ڪند
رهندو هو.

جيئن گلن پنيان پونئرا ڦـرندا آهن، تيئن شيام لع
وٽ نوجوانن جو بہ ڪنهن نہ ڪنهن بهاني اچڻ ٿيند
رهيو ۽ ميما بازار وانگر آنگر مچولي ٿيندي رهي.

شيام لعل جي زال موهني ءَ ڪان اهي ڳالهيون سنيو
نـ وڃيون جيتوڻيڪ ڪيس ڪيڙي لٽي سون ۽ پئس
سان هر طرح خوش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي

گهر ۾ گهڻي ۽ ڪروڌ وڌندو رهيو. جو بين جـ
گهر ۾ آگـ لڳائيندو رهيو سو خود پنهنجي گهر جـ
وسائي نـــ سگهيو ۽ آخر هڪ ڏينهن اهڙو بہ آيو
مــوهني هميشهہ لاءِ گهر ڇـڏي ويندي رهي. سند
پيڪن اهڙي بدنام ناٿيءَ کي واپس ڏيءَ ڏيڻ واج
نـ سمجهو ۽ ڪجهہ وقت ڪانپوءِ موهنيءَ کي ٻئي ه
پرڻائي ڇڏيو.

شيام لعل کي هاڻي نـ گهر ۾ ڪوئي چوڻ وارو
هو. جيئن هلي تيئن مرضيءَ جو مالڪ هو. شڪل

سهڻو ۽ ناهوڪو هو جنهن ڪري گهٽيءَ جوان زالون موهت ٿيڻ لڳيون ۽ ڪي گمراهه ته ڪي اندشرڌالو زالون پنهنجو سڀ ڪجهه لٽائڻ ڪانپوءِ به، پاڻ کي ڀاڳيوان سمجهڻ لڳيون.

ڊيري ڊيري شهر ۾ بدنامي وڌڻ لڳي. اخبار وارن کي پڻ سماچار ملڻ ڪري اخبارن ۾ چرچا ٿيڻ لڳي ۽ آخر ڳالهه پوليس تائين وڃي پهتي. شيام لعل پيو ڪو چاڙهو نه ڏسي آخر هڪ ڏينهن اوچتو شهر کي ڇڏي ائين پجي ويو جيئن ڪاريءَ هيٺان ڪانءُ. پوليس کي سندس گهر مان صرف لوٽي ۽ لنگوٽي ملي.

انهيءَ ڳالهه کي به ٽي سال گذري ويا. هر ڪنهن کان ڊيري ڊيري سڀ ڳالهيون وسري ويئيون. مان به ڪجهه گهرو مجبورين ڪري اجمير ڇڏي اچي بمبئيءَ پهتس.

هڪ ڏينهن اوچتو لوڪل ٽرين ۾ شيام لعل سان ملاقات ٿي ويئي. مٿي جا وار وڌا ۽ ڏاڙهي رکيل هئس. پورو سڃاڻڻ ۾ ئي نه پيو اچي. ساڻس گڏ هڪ نوجوان گجراتي عورت به ويٺي هئي. شڪل جي سهڻي ۽ ڳالهائڻ جي چتر زبان ٿي لڳي. شيام لعل منهنجي سڃاڻپ ڪرائيندي، ڪيس ٻڌايو ته مان سندس اجمير جو جهونو دوست هوس جنهن ڪري ٻنا حجاب ٿوري

ٿي وقت ۾، مونسان ائين هري مري ويئي جڻ ورهين
جي واقف هئي. سندس نالو روپا ديوي هو ۽ ساڻس
ڏين جي ٿوري ملاقات ۾ به، مون ائين محسوس ڪيو
ته مان جڻ ڪجهه وڃائي چڪو هوس. شيامرلعل ۽ روپا
ديويءَ ڪافي قــرب ڏيکاريــو ۽ ائڊريس جــو ڪارڊ
ڏيندي، ڪنهن به آرتوار ڏينهن موقعو ملندي، ڪلياڻ
اچڻ لاءِ زور ڀــريو. ڪين وري ڪڏهن گڏجڻ جــو واعدو
ڪري، مان ٺاڻي اسٽيشن تي لهي ويس.

وات تــي ائڊريس واري ڪارڊ تــي سرسري نظر
وڌايم.

شيامرلعل ڪبوتر والا
لتيرا ڀوَن، ترڪ ٽال روڊ ڪلياڻ.
ڪلياڻ.

سوچڻ لڳس ته شيامرلعل سگداسي، جنهن کي ڪي
ماڻهو شيامرلعل سورداسي ته ڪي سرگداسي چوندا هئا
سو اچانڪ ڪبوتروالا ڪڏهن بڻيو. ڪيس مون ته ڪڏهن
به ڪبوتر اڏائيندو نه ڏٺو هو.

ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ متن مائٽن سان ملڻ جي بهاني،
هڪ آرتوار ڏينهن ڪلياڻ وڃڻ جو پروگرام ٺهي ويو.
شام جو ڪجهه وقت بچائي وڃين شيامرلعل جي گهر
پهتس. روپا ديويءَ مشڪي سواگت ڪيو ۽ جلد ئي
ناشتي جو بندوبست ڪيو. جلد ئي روپا ديوي پهچي

مري ۾ وڃي سنيرڻ لڳي. اڄ سندس هار سينگار
س انداز سان ڪيو ويو هو. ڪيس سرمان ڪاڄل
ي هڪ سنياسڻ جي ويس ۾ اندر ڪمري ۾ وهاريو
هؤ سنياسڻ جي روپ ۾ بہ ڪافي سندر لڳي
هئي.

ڪجھ وقت ڪانپوءِ نيم موجب شرڌالو اچڻ لڳا.
ي کي پريم سان وهاريو ويو. پڇن پاءُ ۽ شبد ڪيرتن
۽ تنهن ڪانپوءِ درشن جو پروگرام رٿيو ويو. شرڌالو
هڪ ٿي اندر وڃڻ لڳا ۽ ويندي ويندي نعرا
ا رهيا، ”پاتال ديويءَ جي جئہ! پاتال ديويءَ جي
“

ندر اها گجراتڻ روپا ديوي جنهن کي پاتال ديوي
سڏيو ويو، ماڻهن کي پنهنجي ناز نخرن، ترڪ تالن
ں ڪپتن سان گمراھ ڪري پئسا لٽي رهي هئي.
وار کولي پاڻ کي درگا ديوي ۽ پواني ديويءَ جو
سڏائي انڌ شرڌالن کي سندن من گهريا مطلب
سد ٿيڻ جا دلاسا ڏيئي پنهنجي مٿان نوٽن جي
ڪرائي رهي هئي.
يءَ ناٽڪ بازي هر آرتوار تي ٿيندي هئي. شيام لعل
س ساڻ رات جو اڪيلائيءَ ۾ ويهي بہ ٿي
ءَ نوٽ ڳڻيندا هئا ۽ پنهنجي ڪاميابيءَ تي
هڻندا هئا.

شيام لعل سگداسي، ڪبوتروالا ڪيئن بڻيو ۽ روپـ
ديوي پاتال ديوي ڪيئن بڻي سو به هڪ وڏو داستان
آهي. شيام لعل اجمير مان ڀاڄ ڪائي الڳ الڳ نالن سان
گهٽائي شهر ڀٽڪندو رهيو ۽ پاڻ جو به پورو سات
نه ملندي اچي ڪلياڻ پهتو. انهيءَ وچ ۾ ڪنهن دوست
جـي معرفت هن جي روپا ديويءَ سان سياڻپ ٿي
گهرائپ وڌندي وڌندي ڳالهه ڀاڳي پـائيدار بڻجي وئي
اند شردالن کـي گمراهه ڪري ڪمائڻ جي خيال کان
روپا ديويءَ کـي هن ڪنهن نئين روپ، ڪنهن نئين
نالي سان پيش ڪرڻ تي چاهيو.

آخر ڪجهه سوچيندي پـاڻ سان تيل، اگربتيون
گل ڦل ۽ سندور ڪٺي ٿي ڏينهن لڳاتار شيام لعل ٿوائي
ٿي وچين وينو ۽ روپا ديويءَ لاءِ ڪو نئون نالو سوچ
لڳو. درگا ديوي، امبا ديوي، وئشنو ديوي، منشا ديوي
۽ چنڊڪا ديوي کيس پراڻا ۽ مدي خـارج نالا سمجهـ
۾ آيـا. اچانڪ کيس ”پاتال ديوي“ نـالو تمام سٺ
وڻندڙ ڪشش ڪندڙ ۽ شردالن جـي شردا وڌائيندڙ
لڳو.

شيام لعل جي ڪوشش ڪافي سٺو ڪم ڪيو. شردالو
جي ڀيڙ وڌندي رهي سـاٿ ۾ سندس پٺئين در کان
بي قائدگيءَ جـا ڌندا وڌڻ لڳا. وڏن ماڻهن کـي خوش
ڪرڻ لاءِ شيام لعل کي گهڻو ڪجهه ڪرڻو پوندو هو.

ٻاهرين ماڻهن جي گهڻي آوت جاوت ۽ خاص ڪري ڪنهن ڪنهن وقت ڪن شرارتي نوجوانن جي هيڏانهن هوڏانهن ٺوس ٺوس ڪرڻ، پاڙي وارن کي خراب لڳو. هن لاءِ هي مندر نه، پر انارڪلي ۽ مينا بازار سمجهه ۾ اچڻ لڳي جتي نوجوان زالن ۽ مردن جي آنکمچولي ۽ رنگ رليون ٿيڻ لڳيون. هو پنهنجي جوان ڌيئرن کي پنهنجي گهر مان ٻاهر ڪيڻ ۾ به سلامتي نه سمجهڻ لڳا. اخبارن ۾ ڪافي شڪايتون اچڻ لڳيون. آخر پوليس ۽ ٻين آفيسرن جي ڪن تي ڳالهيون پهتيون ۽ شيام لعل جي خلاف بدچلن، جنتا سان ويساهه گهاتي ڪرڻ ۽ بي قاعدي رات راتين جا اَڏا هلائڻ جي ڏوهه ۾ وارنٽ نڪتو.

شيام لعل اجايو وقت نه وڃائي ضروري سامان ڪٺي راتو واهه پڇي نڪتو. روپا ديوي عرف پاتال ديوي به موقعو ملندي کسڪي ويئي.

چوندا آهن ته بمبئي جي پوليس جيڪڏهن ايمانداريءَ تي اچي ته قبر مان به ڏوهين کي ڳولي ڪيندي آهي. شيام لعل کي ٻن مهنن جي جفاڪشيءَ ڪانپوءِ آخر هردوار ۾ وڃين ڳولي لڌائون. ويچاري سوچيو هوندو ته هردوار ۾ ڪيل پاپ ڌوئي اَچو اُجرو ٿي ايندس مگر لڳو ٿي ته اجا پورا داغ سندس ڪيل پاپن جا لٿا ئي نه هئا.

هردوار جي پوليس گهر آئي مهمان جــو سواگت ڪرڻ چڱيءَ طرح ڄاڻي. هن پنهنجي پــرمپرا موجب شيام لعل جي ڏاڙهي ۽ مٿي جا وار لهرائي ڪيس نوڙهو ڪري ٻئي ڏينهن ڪيس بعد سان شـهر ۾ گهمايــو. ٻئي ڏينهن ڪيس بمبئيءَ ۾ آنــدو ويــو جتي مٿس ڪيس هلائي ڪيس سزاياب ڪرايو ويو.

شيام لعل عرف ڀونگي بـابا جــي گهر ٻاهران جتي اڳم آرتوار ڏينهن حسن ۽ جوانــيءَ جـــو جلوو ڏسڻ ۾ ايندو هو اڄ اُتي پراڻين يادگيرين کان سواءِ ڪجهه به نــه رهيو آهي. رات جي وقت ڪڏهن ڪڏهن ڪنن جي پونڪار جا درد ڀريا آلاپ ٻڌڻ ۾ ايندا آهن.

□□

رات وڇوڙي جي چادر تي، گذري رئندي رئندي،
صبح ٿيو پر ڪوئي نہ آيو، شام ٿي ڏسندي ڏسندي

بشير مديانڻي

□ موهيش ڪمار جسواڻي

# شادي

شادي! اِهو نالو ٻڌي جوانن جي دلين جي ڌڙڪن
ي ويندي آهي ۽ وڏن کي گذريل زمانو ياد اَچي
ندو آهي پر چوندا آهن شادي آهي دهلي جي لڏن
گر جيڪو کائي اُهو پڇتائي ۽ جيڪو نہ کائي اُهو
پڇتائي پر اِهو سڀ اُن مهل مونکي وڏي ڀاءُ کي
جهائي ڪير؟

ڀائي صاحب کي لڏون کائڻ مونجو مطلب آهي
ي ڪرڻ جو اِهڙو شونق چڙهيو جو روز ٽوپڻ ماءُ
ين واريءَ وٽ لاٽون وانگر چڪر هڻندو هو. گهر ۾
۾ ٻہ دفعا شيءِ وٺي اِيندو هو، هڪڙو ٢٦ جنوريءَ
ٻيو ١٥ آگسٽ تي پر ٽوپڻ ماءُ لاءِ هر روز ميوو وٺي
و هو ۽ پوءِ ڪيس اِهائي ڪيسٽ چالو ڪري
و هو اَمان سائين پلو ڪندءُ مونکي بہ شيئهن

ڪلهي چاڙهه مهنجا ٻه هٿ پيلا ڪر.

ڏوپٽ ’ماءُ‘ کي هڪ اُپاڳي، نـہ نـہ، مهنجي پاپي مهنجو مطلب آهي ٽيڙ واري پاپي پاجي مارڪيٽ ۾ وانگڙ“ ونندي ملي ويئي. بس ڏوپٽ ماءُ واڪا ڪندي سهڪندي سهڪندي اَسانجي گهر ۾ گهڙي اَمان کي چيو: ”تنهنجي وڏي پٽ جـا پـاڳه ڪلي ويا.“ مون سمجهيو لاٽريءَ جـو بمپر ڊرا شايد پاپو کي لڳو آهي پر نہ ڏوپٽ ماءُ چيو تہ پاءُ لاءِ اِهڙو گهر ڪٽي آئي آهيان جـو هو ڪيس ڪير ۾ سمان ڪرائيندا. مون پڇيومانس تہ واڙي وارا آهن ڇا؟ ڏوپٽ ماءُ ڳالهہ ڦيرائيندي چيو ”ڇوڪري ڏسڻ ۾ پري آهي ۽ ڏيتي ليتي بہ ڏالهي بڌي ملندس.“ مهنجو پاءُ سمان ڪري رهيو هو بات روم ۾ جڏهن ڪير سان سمان جـو بڌائين تـہ رڙ ڪري چيائين: ”اَمان هن ڪالهہ واري پاٽي ڪــي ڏون ڪيـ ٿي چوهن“، اَمان بہ رڙ ڪري چيس ”مان ڏوريئي تـ ڇوان ڏوبٽ ماءُ ٿـــي چوي.“ پاڻو اندران جواب ڏن ”او ڏوپٽ ماءُ ٿي چوي تہ ڀوءِ ڪير هوندو.“

آخر اَمان ڏوپٽ ماءُ کان ڳالهہ صاف ڪندي پڇيو ”ڇوڪري ڪنهن جي ڌيءَ آهي سنڌ ۾ ڪٿي جـ وينل هئا ۽ ڪهڙو ڌندو ڪندا هئا، هاڻـي ڇا ڪنـ آهن.“ ڏوپٽ ماءُ چيو: ”ڇوڪريءَ جي پيءُ هوندراجمل ڪـــي پڳي نـوڙهي سنڌ ۾ لــوڻ جـــو واپـــار هــ

هوندراج جو پيءُ ٻگهي بازار ۾ ڪوڙا وڪڻندو هو.“
مون نڪ موڙيندي چيو: ”واقع ئي خانداني ٿا لڳن.“
تڏهن نوبت ماءُ چيو: ”خاندان وڏو آهي تڏهن ته پاڻهين
کي ڏيتي ليتي ۾ سا٘ٻا ستونجاهه هجار ڏين ٿا. مون
ايترا پئسا هڪ مهل ڪڏهن نه ڏٺا، ڏسڻ جو آسائتو
هوس، اِنڪري نوبت ماءُ کي اَمان کان اڳ چيو ته
سيٺ هوندراجمل کي چئو ته ڇوڪري وارا سياڻي
ڇوڪري ڏسڻ اچن ٿا.

پائو کي تاڪيد ڪئي ته سياڻي ڇهين ٻجي کان
تيار ٿيڻ شروع ڪج مان پوڻي ڇهين ٻجي ايندس ۽
ساڻي ڇهين ڇوڪري وارن جي گهر اَمان بابا سان
گڏ هلنداسين. سياڻي ٿي، ڏسان پائو سائو سوٽ
پاڙهي شرٽ پائي لڪڻ وانگر بيٺو آهي. ڀر هي ڇا
ـويان شرٽ نڪتل اَڇيان سوٽ جي اندر وڏل پائو
معملو صاف ڪندي چيو: ”اڇيان شرٽ پويان سوٽ
ـاتل آهي اِنڪري اِها ترڪيب ڪئي اٿم“ مون
ـل ۾ سوچيو دماغ ته لک جي قابل آهي پر اُن زماني
ـدر نه ڄاتو آهي. آخر ڪلومل کان ڪوٽ اُڌارو وٺي
ـائو کي پارائي ڇوڪري وارن وٽ پهتاسين.

ڇوڪريءَ وارن جي گهر پهتاسين مهمانوازي ٿي
ڇوڪريءَ جي پيءُ ذيءَ جي ساراهه جون سرڪيون
ڪيندي چيو ”منهنجي سڪيلڌي ذيءَ کي ڪو پيڊ

نه اُهي شاديءَ تي ٽاڙيون وڄايون ٿيون. آخر ويڙهي جو وقت آيو ڇوڪريءَ جي ماءُ جام روئي رهي هئي ۽ ڇوڪريءَ جي اکين ۾ اڻ لڳا آنسون هئا پر ڇوڪريءَ ماءُ کجهه وڌيڪ روئي رهي هئي. مون سمجهيو ڇوڪريءَ ۾ وڌيڪ موهه هوندس مون کيس پرچائيندي چيومانس توهان جي ڌيءَ کي اکين تي وهاريندا سين ته ڇوڪري ماءُ چيو مان ڌيءَ کي ڏسي ٽوڙيءَ تي روئان پنهنجي نياڻي تي ٿي روئان ڪڏوار ماءُ سمجهائيندي چيو پٽ ڏس تنهنجو پاءُ خوش ٿي ڪلي ٿو ۽ منهنجي ڌيءَ روئي رهي آهي پر سياڻي ڪان منهنجي ڌيءَ ڪلندي ۽ تنهنجو پاءُ رئندو رهندو تنهنجي پاءُ جي آخري ڪل ڏسي سندس پوءِ جو حال سوچي روئي رهي آهيان ڳالهه ته گهڻي قدر سچي هئي. آخر ۾ سيٺ ڪوڙيمل بابا کي هڪ لفافو ڏنو ۽ چيائين هيءَ اٿو منهنجي ڌيءَ جي ڏيتي ليتي هن لفافي ۾ پنج لک روپيا آهن. جيڪڏهن ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ جي قسمت سٺي هوندي ته ڪين لڳ ملندو نه ته مون غريب جا پنج رپيا به اجايا ويندا.

پٺي ڏينهن پاڻ پنهنجا ٽپڙ ٻڌا بابا کي چيائين: ”بابا سايا پنج رپيا ۽ آشيرواد ڏيو ته، ٽيڻوالا مان گهمي اچان ۽ هتي مون به ملهائي اچان.“
اُن ڳالهه کي ساڍي ڇهه سال ٿيا آهن ۽ پاڻ پنجن

ٻارن جو پيءُ آهي. اَسانجو گهر جو ڀرين خالي
لڳندو هو سو اڄ ڏيٺي ڏکر جو مڏان لڳندو آهي
پائو جو سڄو ڏينهن ڪمائڻ ۾ ويندو آهي پر اِهائي
ڪوت ٻار جو وڏيڪ آهن پائو جوانيءَ ۾ ٻيو لڳندو
آهي اسان گهڻو ئي چوندا هئاسونس، ”اسان ٻه اسانجا
ــــ“ ليڪن پائو اند جي گهوڙي تي سوار. پر ڀرين
غلطي تہ پائوءَ ڪئي شادي ڪري. ان ڪري چوندا
آهن: ”شادي آهي دهليءَ جو لڏون جنهن مون وانگر
ــ کاڌو سو ٻہ پڇتائيندو ۽ جنهن پائوءَ وانگر کاڌو سو ٻہ
پڇتائيندو!“

□□

دنيا ۾ شايد هڪ ڏڏب يا پونگو اهڙو ٻسو آهي جو
ـيعي ڪي پسند اچي ٿو. اهڙو ڏڏب يا پونگو، جو ٻئي
ب پڙڻو ٻوي.

## □ ڪماري مينو تيجواڻي

# ڄوها

معھن اونداھيءَ جو وقت ھو، سڄ لھي چڪو ھو
رات راڻي تارن جو تاج پائي چنڊ سان ملاقات جي
انتظار ۾ بيقرار ھئي، پر اڄ چنڊ اڀريو ئي ڪون! گھاٽيءَ
اونده جي ڪري رات جي شانتي، سناٽي مثل پيانڪ
پائنجي رھي ھئي.

اھڙي سمي سمنڊ جي ڪناري، وڻ سان ٽيڪ
ڏئي ڪير ڪنھنجو انتظار ڪري رھيو ھو. سندس
منھن جا ڀاو ظاھر ڪون ھئا. دور ڪان ايندڙ جھا
جي سرچ روشنيءَ ڦھلجڻ ڪري ائين پئي لڳو ته ھو
ڪا عورت ھئي، جنھنجي چھري تي اداسيءَ جو
راڄ ھو، وار ٽڙيل پکڙيل، منھن تي عمر ڪان وڏيڪ
گھڻي، دل ۾ طوفان ۽ نظرن ۾ شڪايت!

ڏسندي ڏسندي سندس اکڙين مان ننڍين سر نير
جو سيلاب جاري ٿي ويو ۽ ڪجھ چوڻ لاءِ سندس

چپ ڦڙڪيا پئي! ڪن تي پرلاءُ پيو، "وجيه، وجيه،
تون ڪٿي آهين؟" اوچتو ئي سمنڊ جي لهرن اچي
سندس پير ڇهيا، ويچاريءَ ڇرڪ ڀري هيڏانهن
هوڏانهن نهاريو ۽ يادگيرين ۾ کوهجي ويئي.

ٽي سال اڳ هوءَ فائينل بي-ڪام ۾ هئي. هميشه
مطابق ڪاليج ڏينهن تي نرتيه پيش ڪري جڏهن ئي
ڏاڪٽيون اهي رهي هئي ته حاضرين جون تاڙيون ۽
واهه واهه جو پڙاڏو پئي ڪن تي پيس پر ٽڪڙو ٽڪڙو
ڏاڪڻ لهڻ لڳي جو اڄ ڪيس جلد گهر پهچڻو هو.
اوچتو ڪنهنجو گنڀير ۽ ڏيرو آواز ڪن تي پيس،
"پوجا هڪ منٽ." سندس پيرن کي بريڪ لڳي وئي.
پاڻ سڀاڻي نهاريائين. ان شخص گلاب جي گلن جو
هڪ گلدستو اڳيان وڌائيندي پابوهه مان چيس،
"واڌايون هجني پوجا."

"مهرباني" پوجا چيو.

"منهنجو نالو وجيه آهي."

چوندي هو هلڻ لڳو. هو هليو ويو پر پوجا جي دل
۽ دماغ ۾ پنهنجي ڇاپ هڻي ويو. گلاب جا گل هٿ
۾ جهلي سوچڻ لڳي "هن کي ڪهڙي خبر ته مونکي
گلاب جا گل وڻندا آهن!" اوچتو نظر پيس گلدستي
جي وچ ۾ لڪل هڪ چٺيءَ ٽڪر تي! واڙي تـي
ئي ٽڙ ٽڪڙ ۾ کولي پڙهيائين لکيل هو:

پوجا،

مان تعهنجو هم ڪلاسي، گذريل ٽن سالن کان توسان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪرڻ جي باوجود به ڳالهائي نه سگهيو آهيان. هيءَ منهنجي پيار جي نشاني قبول ڪر.

وجيه،

پوجا سوچيو هيءَ اهو ئي وجيه آهي جيڪو هر سال فرسٽ ڪلاس فرسٽ ايندو آهي! سوچيندي ئي خوشيءَ کان دل ٻيٺي ٿي ويس ۽ پيرن ڪي پر لڳي ويس اچي گهر پهتي پر ڪجھ بدليل بدليل، رات جو به جاڳندي رهي، ٻهرين ته من جي حالت اهڙي ڪڍهن ڪون ٿي هئس، پر اج هوءَ جلد ڪاليج پهچي سيما کي سڀ ڪجھ سلڻ پيٺي چاهي.

ڪاليج پهتي، سيما کي سڀ ڪجھ ٻڌايائين.

سيما چيڙائڻ لڳس، ”نيٺ پٿر به پگهرجي ويو.“

پوجا ۽ وجيه جون ملاقاتون وڌڻ لڳيون گڏ جيئڻ ۽ مرڻ جا واعدا ٿيا ٻنهين گڏجي سپنا سجايا.

هڪ ڏينهن وجيه هولئن کان وڌيڪ خوش پئي نظر آيو. کيس فوج مان ڪميشن آفيسر جي ٽريننگ لاءِ انٽرويو آيو هو. هو ايندڙ هفتي جبلپور ويندو. پوجا اداس ٿي ويئي ۽ روئي ويئي، وجيه کيس سمجهايو. ”منهنجي جيون ۾ به مقصد باقي آهن، هڪ تون

پيو ملٽريءَ ۾ آفيسر ٿيڻ. دوريءَ جو وقت اڪ ڇڪ ۾ گذري ويندو.“ پوجا اندر ئي اندر سڏڪا پرڻ لڳي. وجيه به اُداس هو، پر آئينده جي ڪلپنا ڪري ئي قابو پيو.

سيما سان گڏ پوجا ڪيس گلاب جــو گل ڏنو ٿي گنڀير هئا. گاڏي چٽي. جيستائين ٿـهين جـون نظرون هڪ ٻئي کي ڏسي سگهيون تيستائين هٿ لڏندا رهيا.

پوءِ پوجا جــا ڏينهن اُداس ۽ راتيون ويران ٿــي ويون. اڪيلي اڳ وانگر سمنڊ جــي ڪناري اچــي وهندي هئي. وجيه جــي چٺي ايندي هئس جنهن ۾ گلاب جو گل هوندو هو.

جبلپور ۾ وجيه سيٽي جـو من جيتي ورتـو هوشيار ته هو ئي. سندس واپس ورڻ جو ڏينهن اچي ويـو. پوجا جــي ڇهري تي چار چنڊ لڳي ويا. سوچيائين، ”اج جڏهن ئي وجيه ايندو تـه مان ڪيس گلاب جـو گل ڏيندس.“

ڪن ۾ ڪيل ٿــي ويو. پاڪستان هندستان سان ڇيڙ چاڙ ڪئي لڙائيءَ جا بادل گهاٽا ٿيڻ لڳا، وجيه کــي گهر اچڻ بدران مورچي تي وڃڻو پيو. پوجا کــي چٺي ملي جنهن ۾ گلاب جو گل هو ”هن جنم ۾ نه ملياسين تــه ٻئي جنم ۾ ضرور ملنداسين اهــو منهنجو واعدو آهي.“

پوڄا پاڻيءَ کان نڪري وئي، ڀڳوان کي ٻه هٿ ٻڌائين، پوءِ پرارٿنا ڪيائين ”وجيه جي رکشا ڪر.“

بعدي جي من ۾ هڪڙي ته صاحب جي من ۾ بي. وجيه جي گهر ۾ تار آئي. ”وجيه ويرگتي پاتي.“

پوڄا کي جڏهن خبر پيئي ته پيرن هيٺان ڌرتي نڪري ويس. نه رنائين نه اف ڪيائين نه ڪنهن سان دل جو حال ڪيائين. سيما گهڻو ئي سمجهايس پر هن مون ڌارڻ ڪيو. ان ڏينهن کان پوءِ هرروز سائنٽي سمنڊ جي ڪناري ساڳئي پٿر کي ٽيڪ ڏئي اچي ويهندي هئي. ساگر جي لهرن سان حال اوريندي هئي. شڪايت ڪندي هئي.

□□

جيڪڏهن تون دنيا جي فڪرن کان آجو ٿيڻ گهرين ته پنهنجي سوچ ۾ دنيا کي سمائي ڇڏ.

جتي مانيٽي مات جو راڄ آهي، اتي ڏاهپ رهي ٿي.

مڪتي آر. شرما

# ٻيسڙو

هڪ مائيءَ کي هڪ سڪيلڌو پٽ هو جنهن جو
سالو هو پيسڙو. جڏهن هو ڏهن سالن جو ٿيو تہ هڪ
ڏينهن ماءُ کان پڇيائين، "امان، امان، بابو ڇا ڪندو
هو؟" ماڻس گهڻو ئي ٽاريو پر پيسڙو ماءُ جي جند
ڇڏي ئي نہ. آخر ماڻس ٻڌايس، "پٽ، پٺيئن تہ
چوريون ڪندو هو پر تون اهو ڪم اصل نہ ڪج." پر
ئي ضد تي تہ مان بابي وانگر چوريون ئي ڪندس.
ماڻس گهڻو ئي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي پر هو
مڙي ئي نہ. هڪ ڏينهن ضد ڪري ماءُ کي چيائين،
"امان مونکي چار اولا پچائي ڏي تہ مان چوريءَ تي
وڃان." آخر ماڻس کي مڃڻو ئي پيو.

روٽيءَ جي هڙڙي ڪڇي هو ڳوٺ کان ٻاهر آيو.
يان ٽن چورن کي ايندو ڏسي پرسان رکيل گاهہ جي

۾ لڪي پيو. ايتري ۾ هو ٻئي چور اتي اچي
۽ ٻاڻ ۾ ڳالهائڻ لڳا. هڪڙي چيو: ”يار ٽن جي
ستي ڪونهي.“ اهو ٻڌي پيسڙي آواز ڏنو، ”چوٿون
مان جو آهيان.“ ٻيئي وائڙا ٿي ويا ته آواز ڪٿان
آيو! ھن وري چيو، ”يار ٽن جي دوستي ڪونهي.“
پيسڙي وري دهرايو، ”چوٿون مان جو آهيان.“ هن
پڇيو، ”پر تون آهين ڪٿي؟“ ايتري ۾ پيسڙو گا
جي ڍير مان ڪپڙا ڇنڊيندو ٻاهر نڪتو. ٻيئي هن
کي ڏسي کلڻ لڳا. چيائونس، ”تون ڇا چوري ڪندين
اڃان ٻار آهين.“ پيسڙي ڇاتي ٺوڪيندي چيو
”توهان مونکي پاڻ سان شامل ڪري ته ڏسو.“
رات جو هو هڪ شاهوڪار جي گهر چوري ڪرڻ
ويا. هرهڪ سامان ٻڌڻ لاءِ الڳ الڳ ڳوڻ کڻي هئي
سيڪو ان ۾ سامان ڀريندو پئي ويو، پر پيسڙي سڄي
ڳوڻ ڪٽي مرچن سان ڀري. جڏهن سڀ ٻاهر نڪري
جهنگل ۾ سامان ٻورڻ لاءِ هڪ وڻ هيٺان اچي گ
ٿيا ته سڀ پيسڙي کي گاريون ڏيڻ لڳا ته، ”هليو
چوري ڪرڻ! ڪٽي به مرچ ٿي آئين نه!!“
ايتري ۾ ڀرپان ڪن ماڻهن جي اچڻ جو آواز ٻڌ
۾ آيو. سيئي ڳوڻين سميت مٿي وڻ تي چڙهڻ لڳا
پيسڙي ڪان مرچن جي ڳوڻ مٿي کڻي ٿي نه ٿي س
پئي ٻاڏايائين ته مونکي مدد ڪريو. پر تنهي الٽو هر

کي ڀڳي دڙڪا ڏنا ۽ ڊوڙڻ اٿي ٿي ڦٽي ڪرڻ لاءِ ڇيو، پر پيسڙو همت ڪري ڊوڙڻ سوڌو مٿي چڙهي ويو.
ٿوري دير ڪان پوءِ اُهي ماڻهو اُٿي اُچي پهتا ۽ هيڏي هوڏي نهارڻ لڳا. اُنهن مان هڪ ٿيڏو هو. جيئن ئي هن مٿي نهاريو تہ پيسڙي سمجهيو تہ "مونکي ٿو ڏسي" سو يڪدم هن ٽڪ ڦٽي ڪئي جا وڃي هن جي ٿيڏي اک ۾ پيئي. اُهو ماڻهو گهٻرائجي ويو ۽ "پوت پوت" ڪري ڀڄي ويو. ٻيا ماڻهو هن ئي ڪلڻ لڳا ۽ همت ڪري ڀي رهيا. ايتري ۾ پيسڙي پنهنجي ڊوڙڻ مان ڪجهہ مرچ ڪڍي اُنهن جي منهن ۾ ڦٽي ڪيا. هنن کي زور زور سان ڇڪون اچڻ لڳيون ۽ هو بہ ڀڄي ويا.
ٽي چور ۽ چوٿون پيسڙو هاڻي هيٺ لٿا ۽ سامان کڻ ۾ پوري پنهنجي پنهنجي گهر روانا ٿيا.
صبح جو ٽيئي چور پيسڙي کي سندس گهر سڏڻ لاءِ آيا، ڇو جو هن جي ئي عقل سان سڄو مال بچائي سگهيا هئا. پيسڙي جي ماءُ گهٽو ئي روڪيس پر هو اُنهن سان روانو ٿيو. اُٿي اُچي ڇا ڏسن تہ اڳيئي کڏ کوٽي پيئي آهي ۽ مال سڄو غائب! ٽيئي روئڻ پٽڻ لڳا پر پيسڙو شانت هو جو هن جي ڊوڙڻ اُتي ئي بيٺي هئي. هن پوءِ ٻين کي سمجهايو، "روئڻ پٽڻ مان ڇا ورندو، هلو تہ هلي ٻئي ڊون ۾ هي مرچ وڪڻي

ڪجهه ڪمائي وٺون.“ سيٺيءَ ڏاڍو خوش ٿيا ۽ جيڪي ڪجهه ڪائڻ لاءِ آندو هئائون سو ڪائي پيا پوڻ.

مرچن جي ڪمائيءَ مان جيڪو مليون اُن جا برابر چار حصا ڪيائون. رات جو پيسڙي سڄي ڳالهه اچي ماءُ کي ٻڌائي ۽ پنهنجي پورين ڪمائي هڪ ”پئسو“ اچي ماءُ جي هٿ ۾ ڏنائين. ماڻس جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو. هن کي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته هوءَ پٽ جي ڏنل پئسي تي خوشي ڪري يا غم. من ۾ ويچار ڪري آخر پٽ کي چيائين، ”پيسڙا، چوريءَ جي ڪمائيءَ ۾ برڪت ڪانهي اُن ۾ آهه پيل هوندي آهي. اسانجي ٿي ڪير ڪا شيءِ چورائي وڃي ته اسانکي ڪيتري نه تڪليف ٿيندي. تون ته سمجهو آهين. تنهنجي هنن دوستن کان توکي وڏيڪ دماغ آهي، پوءِ اُهو تون ڪنهن سٺي ڪم ۾ ڇونه ٿو لڳائين.“

ٻئي ڏينهن صبح جو ننڊ مان اُٿي پيسڙي ماءُ کي چيو، ”امان مونکي چار لولا پچائي ڏي، مان ڪم تي وينداس ۽ هو مونکي ڪالهه وارو پئسو به ڏج.“ پئسي جا هن مرچ ورتا ۽ ريڙهي ڪري بزار جي هڪ ڪنڊ ۾ ويهي وڪيا. شام جو گهر آيو. هن وٽ ٻه پئسا هئا هڪ ماءُ کي ڏنائين ۽ ٻيو ٻئي ڏينهن جي ڌنڌي لاءِ پاڻ وٽ رکيائين.“

توڙن مھينن کان پوءِ ھو ”پيسڙو پساريءَ“ جي
نالي سان سڄي ڳوٺ ۾ مشھور ٿي ويو پر ماڻس کيس
اھو ئي پيار مان پيسڙو ڪري ڪوٺيندي ھئي.

☐ جيڪڏھن تون ڀانئين ٿو ته نوان خيال تنھنجي ذھن
مان اپڙن ته اڪيلو شام جو گھمڻ لاءِ ٻري ٻند نه ڪري
ڇج.

☐ طاقت سان ڪڏھن به غلط ڪم کي صحيح ثابت
نه ڪري سگھجي. البت طاقت تاريخ کي جنم
ڏئي ٿي.

☐ او...... ھو وڻ ڏسين پيو؟ ان وڻ جي ٿي ڳالھ
ڪيم، ته جڏھن تون ءُ مان مٽيءَ جو سڏ سٽي،
ڪنھن اڪت سفر تي اسھي ويندا سين ته پوءِ به اھو
وڻ، ھر مسافر کي ڇانو پيو ڏيندو.

تاجل بيوس

# چوڻيون

1- پهرين شادي بعد ضروري، ٻي مورکتا، ٽين پاڳلپڻ.

**ڊچ چوڻي**

2- جلد شادي ڪرڻ تي پڇتائڻ لاءِ ڪافي عرصو ملي ٿو.

**چيڪوف**

3- پريم شاديءَ جي شروعات ۽ شادي پريم جو انت آهي.

**فرانسي چوڻي**

4- شادي پريم جو بعدن آهي- پريم انڌو آهي- انهيءَ ڪري شادي انڌن جو بعدن آهي.

**رابرٽ بينسن**

5- عورت لاءِ لازم آهي ته هوءَ اُن مرد سان شادي ڪري جو هن تي فدا آهي- پر نه اُن سان جنهن تي هوءَ فدا آهي.

**فارسي چوڻي**

6- شادي عورت لاءِ حقيقت پر مرد لاءِ شغل آهي.

**بينجامن ڊزرائيلي**

7- هڪ رات ۾ ستن سالن جو آزمودو پرائڻ لاءِ شادي ڪرڻ لازمي آهي.

**بيڪن**

8- شاديءَ جي نيڪ بختي ملڻ تي محسوس ٿيندو آهي ته ڪنهن ويجهي عزيز جي آپگهات جو سنديسو مليو اٿم.

**بينسن**

کهاڻي

□ گرمکھ موٽواڻي



# جوڙا به شاديون چار

ريکا ايتري ته سهڻي هئي جو ائين محسوس ٿيندو هو ته ڪنهن اپسرا اچي هت جنم ورتو آهي. هوءَ پڙهڻ ۾ به بيحد هوشيار هوندي هئي. پر تنهن هوندي به هن ڪي ڪير به نه چاهيندو هو. هن ڪان سڀ ڇرڪندا هئا. خوبين سان گڏ ريڪا ۾ ڪي اوگڻ به هئا ڪنهن رومانٽڪ فلم ڏسڻ يا ناول پڙهڻ بعد هوءَ من ئي من ۾ چاهيندي هئي، ”ڪاش! ڪير مونکي به پيار ڪري.“ ليڪن ڇوڪرا ته ڇڏيو پر ڪا ڇوڪري به هن سان ساهيڙپ رکڻ نه چاهيندي هئي.

ريکا مغرور هئي. هوءَ ڪنهن کي به پاڻ جهڙو نه سمجهندي هئي. اها حقيقت هئي ته هوءَ بيحد حسين هئي، ڪافي شاهوڪار هئي، تمام هوشيار هئي. انهن ڳڻن تي فخر ڪري سگهجي ٿو ليڪن گهمنڊ نه.

روي به سندس ڪلاس ۾ پڙهندو هو. هو سهڻو ته

نہ ڇڏيو ليڪن ڪارو بہ ڪونہ هو. هن وٽ روپ هو رنگ نہ. ريڪا ۾ ڏيکاءُ هو ڏيل نہ. ريڪا ۾ اڇل هئي، اڏام هئي، چنچلتا هئي. روي چپ هو، سيتل هو، ٺنڊو هو.

روي هر ڳالهہ ۾ ريڪا جي ابتڙ هو. پوري پني گهر مان هو پڙهڻ ۾ آئين ئي هو. انسنا تہ هن جي من ۾ ڪڏهن اٿيا ئي نہ هئا هو پنيان ڏسي اڳتي قدم کڻندو هو.

پوءِ بہ ريڪا جي من ۾ روي ڇانيل رهيو روي نہ مستيون ڪندو هو نہ مذاق. رويءَ ڪي نہ ڪنهن لاءِ پيار هو نہ ڌڪار. هو هميشهہ خاموش رهندو هو.

ريڪا جي ڪروڌ کان سڀ ڇرڪندا هئا. شايد اهو ئي ڪارڻ هو جو ريڪا جو من رويءَ ڏانهن مائل ٿيڻ لڳو.

هڪ ڏينهن رويءَ جي خاموشيءَ کي چيريندي ريڪا پڇيو:

”سنسار ۾ پاڻ کان سواءِ بيا بہ ڪي آهن“

”هوندا.“ رويءَ بي پرواهيءَ سان اتر ڏنو

”هيءَ اڪيلائي ۽ سن سناهٽ.“

”انسان سڀاءُ جي وس آهي.“

”بدلجڻ جي ياونا.“

”ڇا لاءِ؟“

۽ ائين روي ۽ ريکا اڳتي وڌندا رهيا. روي نـ
هيو تہ هو ڪاليج جي تعليم وٺي. ليڪن ريکا کي
،“ نہ ڪري سگهيو. رويءَ جي مقصد کي سيما
ي. هن هڪدم نوڪري ڪرڻ ٿي چاهي. پر ريکا
يءَ جي سموري جوابداري، خرچ، ڪتاب، ڪپڙا،
سپورٽ پاڻ تي هموار ڪئي.
بعهي بي ڪام پاس ڪرڻ بعد شادي ڪئي. ريکا
ڏاجي ۾ مٽئي ڪپڙي کان سواءِ لک بن جا شيئر
ملیا. سو هعن کي نوڪري ڪري ڪمائڻ جي
رورت ئي نہ محسوس ٿي هو شروعاتي زندگي مزي
گذارڻ لڳا. رويءَ کي لڳو تہ هو مرد ٿي بہ هڪ
رت جي شيئرن جي آمدنيءَ تي جي رهيو آهي.
يءَ جي بعهہ مات ريکا کي بہ کائڻ لڳي. ليڪن ان
تہ رويءَ سوچيو بہ نہ هو. بس هو ڪنهن پهاڙ جي
چي چوٽيءَ تان ڪسڪندو هيٺ اچي رهيو هو.
ريکا کي اهڙي مرد تي، رحم بجاءِ نفرت ٿيڻ لڳي
ءَ چوڻ لڳي، ”مرد تہ ڦڏو- مرد تہ ضد- مرد تہ
ڪم.“ ليڪن روي مات جو مهراڻ هو- شانتيءَ جو
ـر هو. ريکا کي اها شانتي اکرڻ لڳي. ريکا جا
هڙا سپنا هئا جي ساڪار ٿيڻ کان رهجي ويا هئا.
ڪنهن کي بہ جاڻ نہ هئي.
الائي ڇا سوچي هڪ ڏينهن ريکا چيو، ”روي،

هل ته دهليءَ هلون. هاڻ بمبئيءَ مان دل کڃي بيـ
آهي."
روي حڪم جي پيروي ڪندي چيو، "يلي هل
رويءَ کي. کهڙي جاڻ ته ريڪا جي دل رويءَ مـ
ئي کتي تـي پيئي آهـي. هوءَ هيڏانهن هوڏانـ
واجهائـي رهـي هئـي دهليءَ ۾ هن پنهنجي ساهيڙ
سنيتا کي لکيو، "چاهيان ٿو ته بمبئي کـي الو
ڪري دهلي وسايان."
سنيتا، ريڪا جي ساهيڙي نـه پر هم ڪلاسڻ هئـ
هن گهوٽ کي چئي ريڪا لاءِ پاسي ۾ هڪ فليٽ ورتـ
اطلاح ملڻ تي سنيتا ۽ رميش ڪار ڪٽي ريڪا ۽ رو
کي دهلي ايئروڊرم تي وٺڻ ويا. پهرين نظر ۾ ئي ر
جو چنچل من رميش جي پرسنلٽيءَ هيٺ دٻجڻ لـ
رميش جي اسٽائيل تـي ريڪا، سنيتا سان حسد ڪـ
لڳي.
پاسي پـاسي ۾ رهڻ سبب هو هڪ ٻئي وٽ ا
وڃڻ لڳا، هڪ ٻئي سان گهرا ٿيڻ لڳا. ريڪا کان رو
تـه ڄڻ وسري ويو. هن جـي هر خيال ۽ خواب
رميش سمائجي ويـو. جڏهن کـان ريڪا پنهنجي ح
بمبئيءَ مان گهرائي تڏهن کـان رميش کـي پنهنـ
ڪار ڪڍڻ کـان مڪتي ملي. روي پنهنجي دنيا ۾
پيو هوندو هو. هن کي اها بـه سمڪ نه رهندي هـ

تہ ريکا ڪڏھن گھر ڇڏي ٿي، ڪيڏانھن وڃي ٿي،
ڪنھن سان وڃي ٿي ۽ ڪڏھن موٽي ٿي. ريکا جي
نہ ھوندي سبيتا ھن جو سڄ سماءُ لھندي ھئي.

رميش، ريکا جي چڪر ۾ اچي ھيٺئين ڪڏھن
انٽر ڪنٽينل ۾ تہ ڪڏھن اشوڪا ۾ ٿورو ٿورو پيئڻ بہ
لڳو. پيئڻ بعد ھو بئي مدھوش ٿي ڪار ۾ ڪافي دور
ڪڏھن مھر علي تہ ڪڏھن اوکلا طرف نڪري ويندا
ھئا ۽ موٽندا ھئا تہ رات ڪافي گذري ويندي ھئي.

رميش ۽ ريکا جي ان وھنوار سبيتا جي زندگي زھر
ڪري ڇڏي. رميش ھاڻي سبيتا ڏانھن صفا بي پرواھہ
ھڻ لڳو سادي سودي رويءَ ۾ فرق نہ پيو. سبيتا کي
رويءَ تي قياس اچڻ لڳو.

ھڪ ڏينھن اھو بہ آيو جڏھن ريکا رميش کي مڃايو
ـہ ھو سبيتا کي طلاق ڏئي ۽ پاڻ رويءَ کي. ٻنھي
بوليت جا دستاويز ٺھرائي اچي پنھنجي پنھنجي
ھيون سائين وٽ صحين لاءِ رکيا.

رويءَ تہ ڪاغذ بنا ڏسڻ جي صحي ڪري ڇڏيا.
ـر سبيتا ڪافي سنڪوچ ۾ پئجي ويئي ۽ صحي
ڪرڻ کان بلڪل انڪار ڪيو. سبيتا جي من ۾ جو
ـڪو ھو اھو تہ صحيح نڪتو پر ھن کي پاڻ کان
ـڏيڪ افسوس رويءَ تي ٿيڻ لڳو. ھوءَ دل ئي دل ۾
ـيءَ کي ديوتا سمجھڻ لڳي. روي طلاق جا ڪاغذ

صحي ڪرڻ وقت ٻل ٻ نہ هڻڪيو نہ هٻڪيو. اها ڳالهہ، گهايل سنيتا ڪي روئڻ طرف ڇڪي وئي. رميش ريڪا سان ڪيئن بہ هلندو هو ليڪن من ئي من ۾ نہ چاهيندو هو تہ سنيتا روئڻ جي ويجهو وڃي

اها ويجهائي رميش جي من ۾ ساڙ پيدا ڪندي هئي ريڪا چوندي هئس:

”رميش، ليو هر، آئم فار يو“

ليڪن رميش من ئي من ۾ جهنجهلائيندو هو.

ريڪا وري چوندي هئس، ”مان سڄي سموري تنهنجي آهيان، سنيتا کي هميشہ لاءِ وسار“

سنيتا جي من ۾ هڪ قسم جي بولڊنيس اچي وئي. هن روئڻ کي چيو، ”اچ تہ آريہ سماج ۾ ٻيهر شادي ڪريون.“ پوءِ رميش کي مڪت ڪندس- تو تہ طلاق جا ڪاغذ اڳ ئي صحي ڪيا آهن. ان رات رميش جڏهن دير دير سان گهر موٽيو تہ سنيتا گهر ۾ نہ هئي.

هوڏانهن ريڪا مدهوشيءَ ۾ هميشہ جيان پنهنجي الڳ ڪمري ۾ وڃي سمهي. هن کي ڪهڙي خبر تہ سندس پرائيويٽ پنهنجي نئين پرائيويٽ شوريءَ سان طلاق کان اڳ ۾ ئي سليپنگ پارٽنر ٿيو آهي.

صبح جو جڏهن ٻئي ڄڻا پنهنجي ڪمرن کان ٻاهر آيا تہ ريڪا وائڙي ٿي وئي. سنيتا بلو بلائوز ۽

يٽي لڙڪي ۾ نئين ڪنوار جيئن ٻهڪي رهي هئي.
وي ۽ ساڳئي ۽ ابوجهائي سان ٻنا پڇئي ڇيو، "اسان
ڪالهه آريه سماج ۾ شادي ڪئي آهي."
ريکا جا ته تاڪ لڳي ويا. ڪروڌ ۾ ضرور آئي پر
ٺا ڪجهه چوڻ جي هوءَ سڌو رميش جي گهر هلي
رئي ۽ وڃي رميش مٿان ڪڙڪي. چوڻ لڳي، "تون
پنهنجي زال کي قبضي ۾ نه رکي سگهيو آهين؟"
رميش کي ته ڪيتري دير تائين هن جي غصي مان
خبر ئي نه پيئي ته آخر ماجرا ڇا آهي؟ پر جڏهن
سنيتا جي بيڊروم ۾ وڃي سنيتا کي نه ڏٺائين ته سڄي
ڳالهه سمجهي ويو. غم کائي زهر جو ڍڪ پي ويو.
ڪجهه ڏينهن کان پوءِ جڏهن هنن ٻنهي جو طلاق
منظور ٿيو ته هنن ٻنهي به شادي ڪري ڇڏي. فرق
ٽرو پيو جو هنن ٻنهي ڪٽنبن جو سنبنڌ ٽٽي پيو.
ڪجهه سالن بعد روي ۽ سنيتا کي پٽ ڄائو پر
رميش ۽ ريکا کي ڪوئي به اولاد نه ٿيو. هيئنئر سنيتا
بيحد خوش هئي ۽ پنهنجي پٽ سونوءَ کي لاڏڪوڏ
سان پاليندي هئي. هن جي گود ڀري هئي هن جي
سمتا جاڳي هئي. هيئنئر هوءَ ريکا جا اندروني طرح
شڪرانا مڃيندي هئي جنهن جي بدولت هوءَ جلد
ماءُ بڻي هئي.
سونو اڃا سال سوا جو مس ٿيو جو هن جي

جدگهن ۾ عجيب خارس ٿيڻ لڳي. هن جون ٽنگون نستيون ٿيڻ لڳيون. روي ۽ سنيتا پيسي جي ڪمزوريءَ سبب هن کي ڪنهن ميونسپل اسپتال ۾ وٺي ويا.

جيتوڻيڪ ريڪا شاهوڪار هئي تڏهن به هن پنهنجي گهوٽ رويءَ لاءِ هڪ گهر کان سواءِ ڪجهه ڪين ڇڏيو هو ۽ هوڏانهن سنيتا پنهنجي گهوٽ وٽ سڀ ڪجهه ڇڏي آئي هئي.

ڊاڪٽرن سونوءَ جي علاج ۾ بي پرواهي ڏيکاري ۽ کي اهڙيون سيون هنيون جن فائدي بدران الٽو نقصان ڪرڻ شروع ڪيو. انهن سڀني جي ڪري سونوءَ جي حالت وڃي ڏينهون ڏينهن بدتر ٿيندي. رويءَ ۽ سنيتا پنهنجي هڪ ٻئي پٽ لاءِ ڏاڍيون ميڙون منتون ڪيون. ڊاڪٽر دلاسو ته ڏيندا رهيا ليڪن زياده ڪجهه ڪري نه سگهيا. هيئنر حالت ان ڪڙيءَ تي اچي بيٺي هئي ته اگر سونوءَ جي جان بچائڻي هئي ته آپريشن ڪري هن جون جدگهون ڪٽيون ٿي پيون.

ٻئي ڏينهن رويءَ ۽ سنيتا اخبار ۾ اشتهار وجهايو ۽ پنهنجي ٻار جي جان ۽ ٽنگن بچائڻ لاءِ دان جي گهر ڪئي اها خبر رميش ۽ ريڪا به پڙهي. اچانڪ هنن جي من ۾ هڪ ڦيرو اچي ويو. هنن اسپتال ۾ اچي ڊاڪٽرن سان صلاح ڪئي ته ڪيئن به ڪيترو به خرچي سونوءَ جون جدگهون ڪٽڻ کان بچايون وڃن

هن پيسن جي پرواهہ نہ ڪري وڏن وڏن ماهر
ڊاڪٽرن سان صلاحون ڪيون. ليڪن ڊاڪٽرن جو
آخر اهو رايو بيٺو تہ شروعات ۾ سنئي علاج نہ ٿيڻ
سبب ٻار جي ٽنگن ڪٽڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو
ڪونہ آهي ۽ جيترو دير ڪبي اوترو گئنگرين جو زهر
بدن ۾ پرويش ڪندو ويندو. رويءَ کي چيو ويو تہ
لکي ڏي تہ هن جون ٽنگون گوڏن کان مٿي ڪٽيون
وڃن. رويءَ جي اکين ۾ آنسون پرجي آيا ۽ هو ٻاهر
نڪري آيو. اتي بيئنل سيتا همت ٻڌي اسپتال وارن
کي لکي ڏنو. روي جلد ٻاهر نڪري الائي ڪيڏانهن
گم ٿي ويو ڪجھ گهڙين بعد هو هڪ سهڻو بابا سوٽ
خريد ڪري آيو. رويءَ سان گڏ هڪ فوٽوگرافر بہ هو.
چڻ سان رويءَ ڊاڪٽرن کي التجا ڪئي تہ هو سونوءَ
کي اهو بابا سوٽ پارائي ٽنگن سونو هڪ آخري
روئي ڪيڻ جي اجازت ڏين ان بعد ڀل هو آپريشن
ڪن. آپريشن سميہ آپريشن ٿيئيٽر ٻاهران ڇئن شخص
جي اکين ۾ هڪ گهري دک، هڪ گهري ويدنا، هڪ
گهري پيڙا سبب آنسون هئا. دک جي ڳوڙهن جي
سالها ڇئن پراڻين کي جوڙي ڇڏيو هو.

اڄ سونو واري وٽي ڪڏهن رميش تہ ڪڏهن ريکا،
ڪڏهن رويءَ تہ ڪڏهن سيتا جي گلي ۾ ٻانهون
وجهي روئي چوندو آهي، ”توهان مون سان هي ڇا

ڪيو؟ مان سڀ عمر ڪيئن گهاريندس؟“ اڄ هو
سڀ سونو ڪي پيار ڪندا آهن. ٻه وچڙيل ڪتب ملي
هڪ ٿي ويا آهن. هنن جي وچم ڪڙي تيل نفرت جي
ديوار ٽٽي چڪي آهي. ڪلهن ائين محسوس ٿيندو
آهي ته ڪاش! ريکا ۽ رميش جي دولت ڪجھ اڳ
ڪتب اچي ها ۽ شروع کان ڪن ماهر خانگي
ڊاڪٽرن کان علاج ڪرايو وڃي ها.

□□

ٽن کي سکيا ٿيستائين اسقل آهي، جيستائين آتما
لوڪ يا الوڪڪ سکن لاء پتڪندي رهي ٿي، پ
اهو جو اچائن مڪت، لوڪڪ ۽ الوڪڪ سکن کان
دور آهي تنهن کي قدرتي گهرجون پرشت نه ڪري
سگهنديون.

گوتم ٻڌ

□ هولارام هسيجا

# رشي ٽالسٽاءِ جا ويچار

١. ايشور جي دربار مان جي اسين معافيءَ جي طلب نٿا ڪريون ته واجب آهي ته پاڻ ٻه دنيا ۾ معافي جو سبق نه وساريون.

٢. جيئن زمانو گذرندو ويو آهي تيئن انسان پرائي مال ۾ اک وجهڻ شروع ڪئي آهي. نتيجو اهو ٿيو آهي جو برڪت وئي آهي نڪرندي ۽ ماڻهوءَ جو حال ويو آهي هيٺو ٿيندو.

٣. جو انسان کي ڌڪاري ٿو سو ايشور کي پيار نه ڪري سگهندو.

٤. بين سان خرابي ڪرڻ سچ پچ ته پاڻ کي خراب ڪرڻو آهي.

٥. جيسين انسان وٽ پورو سورو آهي ۽ هو هڏ هلائي ٿو تيسين هن جي ٻڌي سالم آهي. پر جڏهن مال گهٽو ٿو تڏهن تڏهن سندس مٿو ڦريو وڃي. هن جي دل پٿر ۽ طبيعت ظالم ٿيو پوي ۽ هن جي اندر ۾ موجن ماڻڻ جا خيال پيدا ٿين ٿا.

٦. اي مظلوم انسان، نااميديءَ ۾ غرق ٿي ناستڪ نه ٿيءُ.

٧. جي ايشور جي اها مرضي هجي ها ته هڪڙيءَ خرابيءَ کي مٽهن ذيڻ لاءِ ٻي خرابي ڪجي ته اها ڳالهه ڌرمي ڪتابن ۾ لکيل هجي ها.

# وتايو فقير

هڪ ڏينهن وتائي فقير کي ٻئي ڳوٺ وڃڻو هو.
اوڏانهن وڃڻ لاءِ کيس درياءُ پار ڪرڻو هو. وتايو جڏهن
درياهه تي پهتو ته ٻيڙي پورجي چڪي هئي ۽ مهاڻو
ٻيڙي ڇوڙي روانا ٿيڻ تي هئو ته ان وقت وتايو به اتي
اچي پهتو. وتائي فقير مهاڻي کي چيو، "مونکي
ضروري ڪم آهي ۽ ٻئي طرف جلد پهچڻو آهي. آءُ
غريب آهيان سو خدا جي نالي مونکي ٻيڙيءَ ۾ کڻي
هل." مهاڻي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو ۽ هلڻ لڳو. وتائي
وري واڪا ڪيا. تنهن تي مهاڻي چيس، "فقير! اسين
ڪو واندا ويٺا آهيون ڇا جو فقط پيا پيسو ۽ فقير
گهليندا هلون."

وتائي فقير مهاڻي جي رخ مان سمجهو ته ائين
ڪين کڻي هلندو. سو وتائي کيسي مان رپيو ڪڍي
مهاڻي کي ڏيکاريندي چيو، "ابا هيءُ وٺ پر مون
کي الله جي نالي پار وٺي ضرور هل."

مهاڻي رپيو ڏسي، کيس ٻيڙيءَ ۾ وهڻ جو اشارو
ڏيندي چيو، "فقير تون جڏهن رپيو ڏين ٿو پوءِ خدا
جي واسطي يا نالي جو ڪو ضرور ڪونهي." اهو ٻڌي
فقير آسمان ڏانهن نهاريندي چيو، "خدا توکي ته
ماڻهو روپئي جيترو به ڪونه ٿا سڃاڻن."

# ليکڪ ۽ ناٽڪ

# من ولوڙ

## انڀووي سچ!

چيائون: پريم انڌو ٿيندو آهي:
مثال: ليلا مجنون!
چيائون: سندرتا گونگي ٿيندي آهي.
مثال: نوري ۽ ڄام تماچي!
چيائون: ملڪ جي ترقي ٻانورو ٻڌائيندي آهي.
مثال: سهڻي ۽ ڪچو گهڙو سير ۾!

## موت ۽ جيون!

موت ۽ جيون ۾ ڪهڙو ناتو آهي؟
ڪانڊ ۽ وڻيءَ جو!
موت ۽ جيون جو ڪهڙو روپ آهي؟
هڪ شيام ورن، ٻي سون مکي:
موت ۽ جيون ۾ ڪيترو انتر آهي؟
جيترو وستو ۽ پاڇي ۾!
موت ۽ جيون ۾ پريت ڪيتري گهري آهي؟
ساگر ۽ نديءَ سمان!

## هڪ سوال!

لکپتي بڻجڻ ۽ ايماندار بڻجڻ
ٻڌايو تہ ٻنهي مان ڪهڙو آسان آهي،
وڌيڪ سؤکو آهي، ممڪن آهي؟

## ڪلجگ ۽ ڪامديو!

هي نٽراج!
ڏس تہ وري ڪامديو هن ڪلجگ ۾ سر ڪهڙو ڌارڻ ڪيو آهي!
ڇا هن جي سراپ جو مدو پورو ٿي ويو؟
ساري سرشٽي ڄاتي سمدس تيرن سان گهايل ٿي،
ڦٽي پيئي ڦري!
منهنجا ڀڳت ڇا ڪن؟
ڪهڙي وَه وڃن؟
سمدن اڄي رکيا ڪر، رکيا ڪر،
هي ترشول-ڌاري!

## ماس!

ماس تي ماڻهو مد مست ٿيو آهي!
ماس کائڻ؛
ماس چکڻ؛
ماس چيرڻ؛
ماس ڳوهڻ!

## جاءِ!

جاءِ.....جاءِ.....جاءِ!
ڪير به، ڪڏهن به، ڪٿ به؛
گڏجي ٿو ته جاءِ بابت ٻولي ٿو!
آدميءَ کي آخر گهٽي جاءِ کپي؟
جيئڻ لاءِ؛
مرڻ لاءِ!

## چريتر!

ننڍي هوندي پڙهيندا هئا:
ڌن ويو ته ڪجهه نه ويو؛
صحت وئي ته ڪجهه ويو؛
چريتر ويو ته سڀ ڪجهه ويو!
وچن پالڻ؛
سچ ٻولڻ؛
ايماندار رهڻ؛
اِهي به ته چريتر جا اهم انگ آهن!
گهڻا آدمي آهن چريتر وارا، اِن حساب ۾؟
چريتر هيڻ ڇا ٿيندو آهي تڏهن؟
صرف وڀچاري؟
جواري؟
شرابي؟

خط

□ سروج ٽارواڻي

# هڪ مڌر ياد

نيلو،

زندگيءَ جي اڇي شام ٿي آهي ۽ پريان ڪو
اجنبي پڪاري پڇي رهيو آهي. "اي همسفر! تنهنجي
منزل ڪٿي؟" پنيان مڙي ڏسان ٿو ته هو مونکي
ئي سڏي چئي رهيو آهي.

منزل جي تلاش ۾ ڀٽڪندي هو به هڪ
ٿڪل پانڌيءَ جيان ڌيري ڌيري اڳتي وڌي رهيو
آهي ۽ پڇي رهيو آهي.

۽ مان مات ٿي مات بنا جواب ڏني، بنا ڌيان
ڏني، قدم قدم ڪٽي هلي رهيو آهيان نه ته ڄاڻان ته
وڌي رهيو آهيان صرف هلي رهيو آهيان ڪيڏانهن
ڪا خبر نه اٿم.

زندگيءَ جي راهه جي هن موڙ تي جتان ۾ جا
ڪيترين راهون ڦٽن ٿيون- مون لاءِ هڪ الجهن ڪري
ٿي بيٺي آهي ڪيڏانهن وڃي رهيو آهيان ڪا خبر
ڪانهي. ڪجهه سوچيو به نه هوم ته هڪ هم سفر جي
وڇائڻ بعد جو اڪيلو ٿي اڪيلو هلي رهيو هوس ته

اٿي هڪ ڏينهن پنهنجائپ جي آواز ۾ ڪير پڇندو
۽ ته، اي هم سفر! تنهنجي منزل ڪٿي؟
سالن کان اوشواسي بڻجي هلندو ٿي رهيس.
ڪڏهن ته پنهنجي پاڇي کان به پيو ڇرڪ
ڀريندو هوس صرف اهو سوچي ته متان منهنجو پاڇو
. نه مون کان پڇي ته، ڇا راهگير مان تنهنجو ساٿ
ڏئي سگهان ٿو؟ ۽ اڄ اوشواس سبب اها به خاطري
. اٿم ته منهنجو پاڇو به ڪو منهنجو ساٿ ڏئي سگهندو
ڪيئين سال اڳ، جا گهٽنا گهٽي هئي ۽ جهڙي نموني
ان گهٽنا جو انت ٿيو هو تڏهن کان هر هڪ چيز کان،
ڏور دور ڀڄندو رهيو آهيان ڇو ته ڪجهه مٽر پلن جي
ساٿ جو سهارو مليو هوم. اوچتو اهو ساٿ ٽٽو هو،
هو سهارو ٽٽو هو ۽ مان اوڪ بڻجي بي سهاري
اڪيلو ئي اڪيلو هلندو ٿي هليس پنهنجي مستيءَ ۾،
پنهنجي خيالن ۾ پنهنجيءَ دنيا ۾. ها ٻين جي آوازن
ڪڏهن رخنو نه وڌو هو. ڪيترا آواز اٿيا هوندا، ليڪن
انهن آوازن جي باوجود به اڳيرو نڪري سنسان سڙڪن
تي اڪيلو ئي اڪيلو هلڻ جو عادي بڻجي ويو هوس.
۽ ائين اڪيلو ئي اڪيلو هلندي زندگيءَ جي
ڇي شام ٿي آهي ۽ ڪو اڄ به پريان پڪاري پڇي
رهيو آهي ته، اي هم سفر! تنهنجي منزل ڪٿي؟ ۽
مان پنهنجي مڙي ڏسان ٿو ته هو مون کان ئي پڇي رهيو

آهي ۽ مان ماٺ ماٺ ۾ بنا جواب ڏني قدم قدم
ڪٿي هلي رهيو آهيان ڪيڏانهن، خبر نہ اٿم.
۽ زندگيءَ جي هن راهہ جي هن موڙ تي جتان ۾
چار ڪيتريون راهون ڦٽن ٿيون مون لاءِ هڪ الجهن
ڪري بيٺي آهي وڃان تہ وڃان ڪيڏانهن؟ ڪا
خبر نہ اٿم.
نيلو،
۽ هو جو منهنجي منزل پڇي رهيو آهي آءُ ان تي
ويهي سوچيان، ان جو ويهي معني ڪريان ان جو مون
کي ڪو موهہ ڪونهي. شايد هن کي اڳتي وڌڻو آهي،
شايد هن جي منزل اڃي وئي آهي، شايد تڪ سبب
هن کي وشرام ڪرڻو آهي ۽ وشرام وقت ويهڻ کان
پهرين ٿو توهان جي منزل ڪٿي؟ شايد پل ٻن جي
ساٿ جو هو بہ ڪانکي آهي، شايد هن جي جيون ۾
بہ ڪا اهڙي گهٽنا گهٽي آهي، شايد هو من جون بہ
چار ڳالهيون ڪرڻ چاهي ٿو مڙي. ڏسڻ بعد هن جي
نهار ۾ ڪنهن اڃا جو اظهار نظر اچي ٿو ليڪن اها
اڃا ڪهڙي آهي ۽ منهنجو ان اڃا سان ڪهڙو
پريوجن؟ منهنجو ان اجنبيءَ سان ڪهڙو رشتو؟ هو
مونکي ڇو سڏي رهيو آهي؟
۽ مان ان ڀرم ۾ ڇو آهيان تہ هن جو اهو سوال
رهسيہ مڪت آهي.

۽ مان هڪ مڪت ويڪتيءَ جيان وري ڀرم ۾
ته قاسط جو نه سوچي رهيو آهيان.

ها اجنبي اتي سندر آهي، هن جي چهري تي
مشڪ آهي، هن جي نيڻن ۾ نينهن آهي، نهار ۾ بهار
آهي، ته پوءِ هي آب ڇا جو؟ هن جو مون سان ڪو
واسطو ڪونهي، پوءِ به هن جي سوال ۾ ايڏي سڪ ڇو
آهي؟ ايڏو قرب ڇو آهي؟ ڇا مان ان سڪ ۽ سنيهه
جي جار مان اڃان پاڻ نه ڇڏائي سگهيو آهيان؟

۽ هيءَ چڪ، هي نوان بندن، هي نئون موهه، مون
کي منهنجو رهڻ ڏيندا؟

مان ڏٺي رهيو آهيان ۽ پاڻ کان پڇي رهيو آهيان
ته مونکي زندگيءَ جي هن شام ۾ همسفر ڇا کپي؟

۽ هيءَ نئين سمسيا- مون ۾ شڪتي ڪٿي آهي
جو ان کي منهن ڏيڻ جي

۽ مان سوچي رهيو آهيان ان سوال تي- اي همسفر!
منهنجي منزل ڪٿي؟

۽ مان ڏسي رهيو آهيان تہ هن جي اکين ۾ ان
سوال سان گڏ آب آهي.

۽ سوچي رهيو آهيان ته هي سوال ڇو؟ هي آب
ڇو؟ خوشيءَ جو- آنند جو- پيڙا جو. راهه ڪي اتيئي
ڇڏي ڏيڻ جو.

۽ مان ان تي ويهي سوچي رهيو آهيان منش

ڪري رهيو آهيان.

نه ان جو مونکي موهه ڪونهي.

پوءِ به ويهي سوچي رهيو آهيان

ڇا مان پنهنجو پاڻ سان دوکو ڪري رهيو آهيان

ڇا مونکي وري دوکي کائڻ جو موهه ٿيو آهي

۽ زندگيءَ جا باقي پل ان ڀرم ۾ گذارڻ ٿو چاهيان

ته ڪير منهنجو به پنهنجو آهي.

۽ هو ته اجنبي آهي، ڪهڙي خبر ڪهڙي بس موڙ تي، ڪهڙي به راهه ونئي هليو وڃي.

۽ وري رهجي ويندي هڪ مڌر ياد

نيلو،

اجنبيءَ جي سوال ۾ ڪروڻا هئي ۽ جنهن ڪروڻا جو ورنن تٿاگت به ڪيو آهي. هن چيو، ”ڪروڻا ۾ ئي نرواڻ آهي.“ ۽ توکي نرواڻ کپي نه؟ تون مايا ۽ موهه کان مڪت ٿيڻ لاءِ ياتري بڻجي هلندو ٿو هلين نه، ته پوءِ تون ان ڪروڻامئه درشٽيءَ ۾ ڪجهه پائڻ جو يتن ڇو نه ٿو ڪرين؟ ليڪن اجنبي جڏهن سوال پڇي يڪدم خاموش ٿي ويو. هن هڪدم مون ڌارڻ ڪيو. انهن اکين ۾ ڪنهن اڇا جو ورڻن هو. ڇا مونکي اهو اجنبي ڪنهن دشا جي ديکشا ڏيئي سگهيو ٿي؟ ڇا هن جي سوال ۾ منهنجي جيون جو سماڌان هو. ڇا مان سوارٿ وس ان مڌر آواز ۾ پيچيل

سوال طرف جهڪي وڃڻ جي ڪوشش ته نه ڪري
هيو هوس.

چا مان اڄ جهڪان؟ مان ڪڏهن به ڪنهن اڳيان
جهڪيو نه آهيان. مان ننڍڙي کان. پنهنجي جيون
جي شروعات کان ڪنهن اڳيان نمڻ ڪي، سجدو ڪرڻ
تي عزت جي نظر سان نه ڏٺو آهي. سوال هو ته اهو
هم. اهو مان اڄ وري ڪنهن اجنبيءَ جي رهسيه ميه
سوال جو جواب ڏي؟ من ۾ هڪ طوفان پيدا ٿيو ته
ڳ، ۽ ته اهڙي ئي نموني جي ڪروٽاميه درشٽيءَ، سڪ
ريل سڌ تي رکيو هئين ۽ زندگيءَ طرف موت ڪائي
جيون جي وروڪڙ گهٽين گلين ۾ گهميو هئين. پوءِ
ليو ڇا هو توکي؟ هڪ دک، هڪ پيڙا. تون پاڻ ڪي
ئين ڇٽي پرياڻيندو هئين ته پيڙا ئي هڪ پوڄا آهي.
ون جو پوڄا ڪي نه ٿو مڃين، مورتين کي نه ٿو مڃين،
سندرن کي نه ٿو مڃين، مهراجن کي نه ٿو مڃين.
پنهنجو ڪير به گرديو نه آهي. پوءِ به تو پيڙا جي پوڄا
ڪئي هئي. ڇا صرف من بهلائڻ لاءِ؟ ڇا تنهنجي من
پوڄا لاءِ ته عزت آهي نه؟

مان پاڻ کان پڇندو آهيان ته جڏهن هڪ سنڌيا
هو شانتينڪيتن ۾ سنڌيا جي پوڄا ٿي رهي هئي
ڏهن تون پدر لوڪن کان دور دور اڪيلو ئي اڪيلو
سنڌيا جي آرتي ٿيندي ڏٺي هئي ڇا تنهنجو من ان

وقت نہ جهڪيو هو؟ ڇا توکي الوڪ آنند نہ مليو هو.

۽ ها هڪ ڏينهن پرڀات جي سونهري سمي جڏهن شيشي جي معدر ٻاهران ڏاڪڻ تي ويٺو هئين ان وقت الپنا جي ارد گرد اسراج جي مذر سنگيت تي لوڪ مٿو ڌوڻي ڌوڻي توکي اڪيلو ڇڏي دروازي جي چائنٺ پرسان ڏاڪڻ تي چڙهي هليا ويا هئا تڏهن هن توکان پڇيو هو، ”تون ساگر جي ڪهڙيءَ گهرائيءَ ۾ هليو ويو آهين؟“ اٿ نہ سڀ تہ هليا ويا آهن ۽ تون الپنا تي چاڙهيل گلن طرف ارٿهين نظرن سان نهاري رهيو هئين. هن پڇيو هو تڏهن تو کان تہ تون ڪهڙيءَ دنيا ۾ ٿو وڃين ۽ تو بنا جواب ڏني هن جو اڳتي ڦهلايل هٿ پڪڙي پاڻ سڀالي اٿڻ جي ڪوشش ڪئي هئي پر تو پاڻ سان گڏ هن کي بہ ڇڪي سنگمرمر جي سفيد ڏاڪڻ تي وهاري ڇڏيو هو. ۽ پوءِ تو گهاٽي ڇايادار آمر ڪنج طرف اشارو ڪري پڇيو هو تہ هنن ماڻهن کي جي رشي، مهارشي ۽ گرديو آهن هٿ اچڻ جو ڪهڙو ضرور هو؟ هنن کي هن سنسان ۽ ويران پومي‌ءَ ۾ ڇا مليو هو؟ جواب هن نہ ڏنو هو ۽ مان ئي مان تو ڏانهن مشڪي نهاري رهي هئي. هوءَ پوءِ توکي اڪيلو ڇڏي الائي ڪيڏانهن هلي وئي. ڪافي وقت گذري ويو ۽ تون ائين جو

ئين مات ئي مات هڪ من وينو ئـــي رهين. جڏهن
هوءَ ڇم ڇم ڪندي آئـــي ۽ ڪلهي تـــي هٿ رکي
چيائين، "مون تو لاءِ گل آندا آهن." تڏهن تو هن کان
پڇيو هو، "ته توکي گلن سان موهه آهي نه؟ تون اهي
گل الپـا تـي چاڙهي ڇڏ." هن ڪند ڌوڻـــي انڪار
ڪيو هو. ان بعد گنڀير تـي چيو هئائين، "مان هي
گل الپـا تي چاڙهڻ لاءِ نه آندا آهن مان هي گل توکي
ڀيٽ ڪندس." ۽ تو هن کـــي چيو هو، "اگـر تون
تنهنجي ايڏي پوڄا ڪندينءَ ته هڪ ڏينهن مونکي به
مورتي بڻائي ڇڏيندينءَ."

۽ هن هڪدم اهي گل تنهنجي چرڻن ۾ رکي، هيٺ
جهڪي ٻنهي هٿن سان چـرڻ ڇهي، پنهنجي مستڪ
سان لڳائي ڇڏيا.

تـــو پڇيو هو هن کـــان، "تنهنجي هيءَ کهڙي
ڳلپن آهي؟"

۽ هن هڪ ننڍڙي ٻار جيان چيو هو، "ها آهي."

۽ هڪدم تنهنجي گـــود ۾ ليٽي پيئي بنا سوچي
سمجهي.

نيلو،

اڄ ان گهٽنا کـــي گذري ڪيئين سال ٿيا آهن پر
د اڄ به اهڙي ئي آهي. نـــه انبن جا اهي وڻ وسريا
هن نـــه وڻن جا وڏا پن ۽ نه ئي وري بسنت رت ۾

انبن جي وڻن ۾ پيدا ٿيل ٻور. ان ٻور جي سڳنڌ اڃ ۾ تازي آهي.

هن کي رجني گنڌ ٻـ تمام وڻندا هئا. مان رجني گنڌ اڳي ڪڏهن نه ڏٺا هئا ۽ نه ڪڏهن ٻڌا هئا. لعبا لعبا سفيد گل ساين ڏانڊين سان. بنگال ديش ۾ رجني گنڌ کي ڏاڍي عزت سان ڏٺو ويندو آهي.

ان ڏينهن وشو پارٽي بعد هئي ۽ هوءَ ٻولپور صرف ان لاءِ هلي پئي ته ڪيتن جي ور وڪڙ پيچرن تان لوڪن جي نظرن کان لڪي ٻانهن ٻانهن ۾ جهلي چئو ته هن کي رجني گنڌ جا گل کپندا هئا.

واپس موٽڻ تي پڇيومانس، ”تون هي سڀ ڇو ٿي ڪرين؟“ ٿهڪ ڏيئي چيائين، ”هي رجني گنڌ اڄ رات تنهنجي وهاڻي جي پاسن کان رکي ڇڏيندس. پيا ماڻهو ڦولدانن ۾ رکندا آهن، مان تنهنجي وهاڻي جي پاسن کان رکندس ته جيئن توکي ڪنهن جي نظر نه لڳي.“ مون ٻه مشڪندي چيو، ”مون کي نظر ته لڳي وئي آهي.“

هن چيو ته جيئن توکي وري ٻئي ڪنهن جي نظر نه لڳي. ان وقت اسين جنهن رڪشا ۾ هئاسون ان کي هڪ ماڻهو ڪاهي رهيو هو ۽ اسين سوار هئاسون ٻه. هو پگهر ۾ ٻب ٿيو ويو هو. اوچتو مان هيٺ لهي پيس. هوءَ به ٽپ ڏيئي هيٺ لهي آئي رڪشا واري

کي پيسا ڏيئي روانو ڪيوسون.

اها رات مون جاڳي گذاري. هن جو چهرو منهنجي سيني تي هو ۽ مان هٿن جي آڱرين سان هن جي وارن کي سنواري رهيو هوس.

شانتينڪيتن ۾ هن جي اها پهرين ۽ پوري هئي اها رات هوءَ گرلس هاسٽل ۾ نه هئي ۽ مان به گرلس هاسٽل جي سپرنٽنڊنٽ جي مهربانيءَ سان هن جي بنگلي ۾ رهيل هوس مون پڇيو هو هن کان ته هي سڀ، انسان ڇو ڪري رهيو آهي؟ هن وٽ جواب نه هو ليڪن رات جي انڌاري ۾ دروازي جي چيرن مان ٽپي آيل چانڊوڻيءَ جا ڪرڻا هن جي چهري تي ڦهلجي رهيا هئا. ان وقت ٻاهر گدڙ جي اونائڻ جو آواز آيو. گدڙ جي ڪوڪ تي، هن هڪدم پڇيو، "ته رات جي گهور سناٽي ۾ گدڙ ڪوڪ ڇو ٿو ڪري؟" ۽ مان اواڪ رهجي ويس.

هن چيو، "ڪيترين ڳالهين انسان ڪندو رهندو آهي. سيني ۾ سوارٿ نه هوندو آهي."

ها هن نموني ملڻ ۾ هڪ آنند ملي ٿو ۽ هڪدم داس ٿي چيائين، "تون ته سياڻي وڃي رهيو آهين ـ واپس. تنهنجون به راتيون ته سفر ۾ ڪٽنديون منهنجي لاءِ اهي به راتيون......

......ها تنهنجي اچڻ وقت تنهنجي سفر واريون

ٻه راتيون مهنجي لاءِ ٻي انتها انتظار هو ۽ هي موٽي
وڃڻ......“ پوءِ زور سان سيني ۾ مهن لپيٽي ڇڏيائين.

نيلو، اجنبيءَ جي سوال جي هيءَ فلئش بئڪ
آهي.

□□

تنهنجو مذهب؟
او......هن اڪيلي بيٺل گهاٽي ٻڙ جو
۽ مهنجو ساڳيو مذهب آهي.
تاجل بيوس

جتي ٻه وڃ، جڏهن ٻه وڃ، توکي سنڌ،
سنڌو، سنڌي ۽ سنڌيت اُئين نظر ايندا
جيئن چانڊيءَ ۾ مکڙ، مهي، لسي ۽ ڏونئرو
تاجل بيوس

□ تيرٿ سپاٽي

# راهه ۾ آئي جو ڏين ڏکي

ڪنهن مسڪين، غريب، گهرجائوءَ ڏانهن پنهنجي ڇڏيءَ آهر سهايتا جو هٿ ڏگهيرڻ انسان جو فرض آهي، زندگيءَ جو مول مقصد ۽ اديش آهي ٻين ڪي مدد ڪرڻ، جيڪي پاڙوت آهي. سو ٻين سان ونڊي ڦرهائي ڪائڻ، ٻين جي پوڳنائن ۾ ڀاڱي پائي ٿيڻ، ٻين جي دکن دردن ۾ سڏن دل ونڻ اُنم ئي آهي آنند ۽ سنتوش.

پرُاپڪار، پرمارت يعني ٻين جو ڀلو، ٻئي ڪي مدد، ٻئي جو دک درد دور ڪرڻ، ڪشت متائڻ معش جي ذاتي سياءَ جو مول ۽ اهم انگ آهي.

جان بائل اورلي هڪ ليک ۾ لکيو آهي تہ مون سوال پڇيو: ”سنسار ۾ سڀ ۾ سڀ ڳالهہ ڪهڙي آهي؟“ انتظام چيو، ”قانوني ڪورٽ“، علم چيو، ”سڪول“، سپاڻي چيو، ”سچ“، بيوقوف چيو، ”موج مزو“، ڪنواري ڇوڪري چيو، ”پيار“، خدمتگار چيو، ”آزادي“، خوابيءَ چيو، ”سونهن“،

ڏاهي چيو ”گهر“، سولجر چيو، ”ناموسي“، منصف چيو، ”انصاف“. اهي جواب مولکي دل سان ڪين لڳا. منهنجي اندر واري چيو: ”دريدرن سان پيلائي.“

بڌ پڳوان چيو آهي: ”ايشور بابت جيڪي اوهين وادوواد ڪريو ٿا، انهن منهنجي دلچسپي ڪانه آهي، آتما جي باري ۾ سوڪيم ويچارن تي بحث مباحثه ڪرڻ اجايو آهي. چڱو ٿيءُ، چڱو ڪرڻ ئي توکي نرواڻ ڏانهن نيئي هلندو. يعني پاڻ چڱائي آڻي، ٻين سان چڱائي ڪرڻ ۾ ئي موکش آهي.“

مهاتما گانڌيءَ کي هڪ پيجن ڏاڍو وڻندو هو، جنهن جون پهريون ٻه سٽون آهن:

ويشنوجن تو تيني ڪهيئي، جي پيڙ پرائي جاڻي ري، پر دکي پر اپڪار ڪري، تو ڀي من ايمان نه آئي ڙي.

پرڀوءَ جو پيارو انهيءَ کي تو چئجي، جنهنکي ٻين جي پيڙا جو احساس تو ٿئي، ۽ ڪنهن دکيءَ تي اپڪار ڪري نه به من ۾ ايمان ڪون تو آڻي.

سنت ونوبا ڀاوي چيو آهي: ”هيءُ انسان جو فرض آهي نه جيڪو ذڙيل آهي، تنهن جي سهايتا ڪري، انهن ئي سچو لطف سمايل آهي تـــ ٻين سان ونڊي ورهائي کائي ۽ ٻين جي دک ۾ ڀاڱي ڀائي ٿئي.

هڪ گـــرو (جو بستري داخل هو) تنهن پنهنجي شش کي سڏ ڪيو. شش اُن وقت سڪميءَ جـو پاٺ

ڪري رهيو هو. گروءَ جو سڏ ٻڌائين، پر پاٺ ۾ مشغول
رهيو. گروءَ ٻيهر سڏ ڪيس. وري به سڏ ٽاري ڇڏيائين.
دل ۾ سوچيائين ته پاٺ پورو ڪري، پوءِ گروءَ وٽ
وڃان.

پاٺ پورو ڪري گروءُ وٽ ويو. ڪيس چيائين:
"پاٺ اڌ ۾ ڇڏڻ ٺيڪ نه جاتم. پورو ڪري آيو
آهيان." گروءَ چيس: "توکي انڪري سڏ ڪيم ته در
تي بيٺل ٻڪرايل کي کاڌي لاءِ اناج ڏي. پاٺ پوڄا پوءِ
به ٿي سگهي ٿي. ڪنهن گهرجائوءَ کي سهايتا ڏيڻ،
پاٺ پوڄا کان وڌيڪ اُتم آهي.

سائين ٻيوس چيو آهي:

"دنيا ۾ خلق خدمت کان نه يانيان بندگي بهتر"

حضرت يسوع مسيح گهڻو ڪين ڳالهائيندو هو.
پر جڏهن پنهنجا چپ چوريندو هو ته چوندو هو:
"ڪڏهن به ڪنهن گهرجائوءَ کي پنهنجي در تان خالي
نه موٽايو."

سوامي وويڪانند چيو آهي: "ٻين جي ڀلي لاءِ،
ٻين جي سک لاءِ پنهنجي جيون کتب آڻڻ ڌرم آهي.
باقي جيڪي صرف پنهنجي لاءِ ڪجي ٿو، سو ڌرم
جي ورڌ آهي."

## ڀاڳوت ۾ ڪٿا

ڀارت ورش جو اهو سونهري سمو هو، جڏهن هڪ راجا ڪلپتي هوندو هو. جو هر هڪ ۾ پريو پسندو هو. جيڪي ڪيس هو، سو ٻين سان ونڊي ورهائي کائيندو هو.

اهڙو به وقت آيو، جڏهن ملڪ ۾ ڏڪر اچي منهن ڪڍيو. راجا پنهنجو ۽ پنهنجي پرجا جو پيٽ ڀرڻ لاءِ اسموت تي پيو. ڪٺن پريکشا جو وقت اچي ويس. تنهن به ڪائنس جيتري قدر بچي سگهيو تيتري قدر غريبن کي ڪجهه نه ڪجهه ڏيندو رهيو. ڏڪر زور پوندو ويو. راجا پنهنجي ڪٽنب کي بک ماري به، غريبن جي مک ۾ ڪجهه نه ڪجهه وجهندو رهيو.

نيٺ حالتون اهڙيءَ ڪڙيءَ تي اچي پهتيون، جو در تي آيل سواليءَ کي هو ڪجهه به آڇي نه ٿي سگهيو. پاڻ، سندس پريوار، نوڪر چاڪر بک مرڻ لڳا. انيتاليهه ڪلاڪ هنن اُڄ بک ۾ گهاريو.

اچانڪ ڪنهن سندس سامهون کير، گيهه ۽ اٽي جو ٺهيل ڀت آندو. راجا ۽ سندس پريوار بکن ڪيڻ ڪري بلڪل ڪمزور ٿي ويا هئا... چرڻ پرڻ به مشڪل ٿي پيو هون. ڀت ڏسي ڏاڍو پرسن ٿيا ۽ کائڻ لاءِ ويٺا. اوچتو اُن وقت هڪ بکايل ٻڍڙو برهمڻ وٽن لنگهي آيو. راجا سندس آدر ڪيو ۽ ڀت جو ڪجهه

ـصو ڪائڻ لاءِ ڏنائين. برھمڻ ڪائي خوش ٿي اچا روانو
ـس ٿيو تہ ھڪ شودر اچي حاضر ٿيو. راجا ھنکي بہ
ـت ڏيڻ راضي ڪيو. اُن وقت ھڪ چنڊال ھڪ
ـتي سميت اچي سھڙيو. راجا سندن بہ ستڪار
ـري، باقي بچيل پت ڪين ڏيڻي ڇڏيو.

راجا ۽ سندس پريوار لاءِ باقي پاڻي بچيل ھو.
ـڪ اُن وقت چنڊال ڪان گھٽ ذات وارو ھڪ
ـخص اُج کان وياڪل ٿي اچي سھڙيو. اُجايل آدميءَ
ـب پاڻي آڇيائين. جيئن اُھو منش پاڻي پي رھيو ھو،
ـئن راجا محسوس ڪرڻ لڳو جڻ سندس اُج، بک،
ـڪ، من جي موڙجھہ ۽ ملومتا منجي ويئي ھئي. ھو
ـھنجي ھردي اندر ھڪ اذيت شڪتي محسوس
ـرڻ لڳو. من ۾ شانتي اچي ويس.

## ـگھٽ پراڻ ۾ پرارٿنا

شل مان سيني جو دک، پنھنجو دک ڪري پانيان
ـندن اندر ۾ پيھي وڃان، جئن ھو دک کان آجا ٿين.

□□

□ اللھہ بخش نظامائي

# وائي، ڪافي، جھولڻا ۽ هو جمالو

ائوي جو نمونو قديم راڳـ نمري تـان ورتل آهي
سنڌيءَ ۾ وائيءَ جو رواج ۽ شروعات شاھ عبداللطيف
ڀٽائيءَ ڪئي. وائي ڪـان پوءِ، وري ڪافي ۽ جھو
جو رواج پيو. ارڙهين صديءَ ڌاري هن قسم جي ش
جو رواج سنڌ ۾ شروع ٿيو.

وائي، ڪافـي ۽ جھولڻو ٻهراڙين ۾ عام جام ماڻ
شادين، ميڙن ۽ ملاکڙن جـي موقعن يـا اوطاقن ت
ڪچهرين ۾ ڪڙتانن، يڪتارن ۽ دلن تي ڳائيندا آهن

هن قسم جا شعر، عشق، محبت، سڪ ۽ درد س
ڀريل هوندا آهن. هي اهي شعر آهن، جي سنڌ ج
مشهور ۽ ناميارن گوين کـان وٺي ٻهراڙين جـي ڳڻو
تـائين، ۽ ٻيڙن کـان وٺي ٻـارن تـائين، سڀڪو
ڳنڊواريندو ۽ جھونگاريندو آهي.

هن شعرن ۾ نـ فقط ظاهري عشق، محبت ۽ سـ
سمايل آهـي، مگر اهـي تصوف، اخلاق، محبت
حقيقي عشق جي رنگ ۾ پڻ رڱيل آهن.

ڪافين جا تہ ڪئين نمونا آهن، باقي اڄڪلهہ وائي ۽ جهولڻي جو رواج گهڻجي ويو آهي. وائي فقط شاهہ ڀٽائيءَ جي درگاهہ تي ڳائي ويندي آهي، ۽ جهولڻا سچل سرمست جي درگاه تي، ۽ ڪافيون هر هنڌ، جهرين ترين، واهڻن ۽ وسين خوب ڳايون وينديون آهن.

ڀهراڙين ۾ ڪافين جي ڳائڻ ۽ ٻڌڻ جو شوق ۽ ذوق تمام گهڻو آهي. مجلسن ۽ محفلن ۾ يڪتارن ۽ دلن تي ڳايون وينديون آهن، جتي انهن سازن جي ڌم لڳي پيئي هوندي آهي. مطلب تہ ڀهراڙي ۾ ڪافي شعر حد درجي ڪان وڌيڪ مقبول آهي. هنن شعرن جو هڪ هڪ مثال هيٺ ڏيئي ڏيکارجي ٿو تہ اهي ڪهڙا نہ سوز، سڪ ۽ محبت سان ڀريل آهن.

## ١- وائي جو مثال:

وينئي ڪين وساري، محبت وڏڙي ماري.
ديواني يار ووا مستاني دلبر، جاني ووا

## ٢ ڪافيءَ جو مثال:

محبت عشق مؤلا جي، گهٽا سي گهوٽ گهايا ها،
هزارين ساه ساجن تان، گهوريون گهوري گهمايا ها.

## ٣- جهولڻي جو مثال:

ماڙي وچ محبوب ڏٺم، عجب رخ روپ
تنهن مل دا،
ڪڙا خوش ڪلدا، ترس نہ تنهن ڪون
تل دا،
ايجها شمس نہ قمر ڏٺوسي، واه شيد
شڪل دا،
ترس نہ تنهن ڪون تل دا.

## هوجمالو

”هوجمالو“ پڻ ”مورو“ ۽ ”مانجهيڙو“ وانگي سڪ ۽ محبت جو شعر آهي، جو ڏاڍي ميناج، محبت سڪ ۽ سوز واري نموني ۾ ڳايو ويندو آهي.

هن قسم جي شعر جو رواج ڪڏهن پيو، ۽ ڪٿان شروع ٿيو، تنهن جي صحيح خبر ڪانہ ٿي پوي. ”جمال“ لفظ جي معنيٰ سونهن، حسن، خوبصورتي. ممڪن آهي تہ جمال لفظ مان ئي ”نالو“ نڪتو هجي. ”هوجمالو“ شادين ۽ خوشين جي موقعن تي ٻهراڙين ۾ ڳايو ويندو آهي. هن قسم جو شعر حسن ۽ حسن واري تعريف ۾ هوندو آهي.

هڪ روايت مطابق، ”جمالو“ نالو آهي، جو چون ٿا تہ گهوڙي سواري ۽ تير اندازي جو ماهر هو. ڪنهن

ڏورانهين ڏيھ! ويل هو ۽ ڪجھ وقت نہ موٽيو هو، جنهن ڪري سمجھائون تہ مارجي ويو پر ڪجھ وقت ڪانپوءِ پتو پيو تہ جتن جي جوءِ ۾ اچي رهيو جتي پنهنجي ڪارنامن جو ذڪر ڪيو هئائين ۽ آخر انهن جي ماني کائي، پنهنجي وٺاڻ وريو هو. اُتي چون ٿا تہ جتن، هن جي ڏاڍي خدمت ڪئي، جنهن ڪري رهي پيو. ”هوجمالــو“ ۾ ”منهنجو جمالو جتن سان“ ان ڳالھ جو هڪ واضح دليل آهي:

”هوجمالو“ ڳائڻ جو رواج گهڻو ڪري ساريءَ سنڌ ۾ هو پر خاص ڪري ڪاڇي، لاڙ ۽ ڪوهستان ۾ گهڻو ڳايو ويندو آهي ”هوجمالو“ ٽوليون ٺاهي ڳائيندا آهن. ڀيرين هڪ جڻو سر ڏوهيڙو چوندو ۽ پوءِ ٻيا ”هوجمالو“ چوڻ ۾ شامل ٿي، ڏاڍو مندل مچائيندا آهن؟

هي شعر پياسي ماڻهن جي پيارن جــي پچار ۾، مٺي ۽ محبت جــو آواز ۾ سر ۽ لئہ سان ڳــايو ويندو آهي. ”هوجمالو“ جا مثال هيٺ ڏجن ٿا، جن مـــان معلوم ٿيندو تہ ان جي ڳائڻ مهل ڪيڏي نہ لئہ ٿيندي هوندي؟

١- منهنجو جاني آيو جوءِ ۾، هوجمالو.
٢- جنهنجي سڪ آهي روح ۾، هوجمالو.
٣- جنهنکي سائو لڪڻ هٿ ۾، هوجمالو.
هوجمالو، هوجمالو.

□□

# سنڌي ٻوليءَ جي اهميت

سنڌو سڀيتا هڪ آڳاٽي سڀيتا ڪري مڃي وڃي
ٿي. سنڌوءَ جو اتهاس ٥ هزار ورهين کان به جهونو
آهي. شري سنيتي ڪمار چٽرجيءَ جي ويچار ۾
”سنڌي تمام قديم ٻولي آهي ۽ انهيءَ سمي جي آهي
جڏهن کان آريه لوڪ سنڌو ماٿريءَ ۾ اچي رهيا هئا. اهـ
رگ ويد جي ڀاشا کان ڪا گهٽي نرالي نه آهي“
ڪاڪا صاحب ڪاليلڪر جي موجب، ”سنڌي ڀاشا
۽ ساهتيه اسان ڀارتواسين جو قيمتي ڌن آهي. ڀاش
ودوانن لاءِ سنڌي ٻوليءَ جو ابياس ضروري آهي.
سنسڪرتيءَ جي درشٽيءَ کان به هن ڀاشا ۽ ساهتي
جي اهميت گهٽ نه آهي.“

ورهاڱي جي ڏکن سورن سهڻ بعد، ڀارت کي ٽائڊڪيو
ڪندي اسان سنڌين پنهنجي اباڻي ورثي کي نه
وساريو ۽ سنڌي ٻوليءَ جي رتائتي واڌاري ۽ وڪاس
لاءِ جدا جدا معتبر شخص ساهتيڪارن ۽ اڳوانن ڪافي
پارٽ پنوڙيو. شروعاتي دور ۾ خانگي سطح تي سنڌي
اسڪول ۽ پوءِ ڪاليج کليا. تنهن کانپوءِ ته سرڪا

۽ اِسڪول کوليا. سنڌي تعليم جو ڦهلاءُ ٿيو ته سنڌي ساهت ۾ به ڪر موڙي اُٿي کڙو ٿيو ۽ پنهنجي نکار جو جوهر پسائڻ لڳو. سڄي هندستان ۾ سنڌين جا ڪئين تعليمي ادارا برپا ٿي ويا، جن وديا جــي انوکي دان دواران نه صرف پنهنجي ٻوليءَ ۽ جاتيءَ جو ڳاٽ اوچو ڪيو پر ٻين قومن جو ڀي ڪلياڻ ڪيو. سنڌين آرٿڪ سطح تي پاڻکي مضبوط بڻائي، پنهنجي خوشحاليءَ جو آنند ۽ امرت ورهائي ٻين کي ڀي پنهنجي ڀرشارت سان ڪرتارٿ ڪيو آهي. سنڌين جــي هن فراخدليءَ جا عاليشان يادگار آهن ڀارت ڀر ۾ کڙا ڪيل عمدا مندر، مڙهيون، اسپتالون، اسڪول ۽ ڪاليج، ڌرمشالائــون، هــوٽلون ۽ ٻيا خيرات ۽ سڪرت جــا ڪاريه ڪندڙ ڪيتريون ئي سنستائون.

پر گذريل ڏهاڪو کن سالن ۾ ڪايا پلٽ ٿي ويئي آهــي ۽ سنڌين ۾ هڪ نئون مــــرض / فئشن پيدا ٿيو آهــي. اسين سنڌي آهيون پــر ڪيترن سنڌين کـــي سنڌي لکڻ پڙهڻ ته ڇڏيو ماڳهين ڳالهائڻ به ڪونه ٿي اچي. اهو سنڌي جاتيءَ جي زنده رهڻ آڏو هڪ وڏو مسئلو آهي. ڪيترا دفعا اسانجي ٻارن ۽ نوجوانن کــي شرم وچان ڪند جهڪائــي ويهڻو پوندو آهي جڏهن ڪانئن کو سوال ڪندو آهي ته، ”ڇا توهان جي ماتر ڀاشا سنڌي آهي؟“ ”ڇا توهان گهرن ۾ بـــ انگريزي

ڳالهائيندا آهيو؟“ ان لاءِ جوابدار ڪير آهي؟ مائٽ، سماج، ملڪ جو ورهاڱو ۽ اسانجو ٽڙيل پکڙيل وڃڻ يا ماحول - شايد اهي سڀ ڳالهيون جوابدار آهن.

سنڌي ٻولي هندي، گجراتي، مرهٽي، بينگالي ۽ ٻين ڀارتيه ٻولين جيان آڳاٽي ٻولي آهي. پر سنڌي، سنڌي ٻوليءَ جي ڄاڻ کان پاڻ کي ڄاڻي ٻجهي وڃڻ پيا وانجهيندا. جيڪڏهن سنڌي خود سنڌي ٻوليءَ کان اڻڄاڻ رهندا ته پوءِ پاڻ کي سنڌي ڪيئن سڏائي سگهبو؟ هيءَ ته هڪ عجيب ماجرا ڄڻبي!

ڀاشا ماءُ سمان هوندي آهي ۽ پنهنجي ماءُ نيٺ پنهنجي ماءُ ٿيندي آهي پوءِ ڀلي اُها ڪاڻي ڪوجهي ڀل چونه هجي! پر هت سنڌي ٻولي ته پراون پر ٻين پنهنجي ۽ پياري آهي پوءِ پنهنجن لئي ڪيس ڇو ڌڪاريو آهي؟ هڪ طرف اچ ڪيترائي غير سنڌي عالم ۽ ودوان سنڌي ٻوليءَ جو ابياس ڪري ڪوجناتمڪ ڪاريه ڪرڻ ۾ چاهه وٺي رهيا آهن ته ٻئي طرف ٻرڪ ليڪڪا پوپٽي هيرانندڻيءَ جو ڏوراپو ”اسان بئنڪ جو اڪائونٽ برابر وڌايو آهي پر اسانجون رسمون اسان کان موڪلائي ويئون آهن. اسانجا ٻار سنڌي آهن پر ڪين سنڌي نه ٿي اچي“ ٻه وقتائتو آهي.

سنڌي سڀيتا جنهن تي سڄي دنيا کي ناز آهي،

سا سنڌين وٽان موڪلائڻ لاءِ سانباها ڪري رهي آهي.
انگريزي ٻوليءَ جو جيڪو اسانوٽ ٻول بالا آهي سو
شايد سنڌس پاڙيسري ملڪن ۾ به ڪونهي! فرانس،
جرمني، سئٽزرلئنڊ، ناروي، ڊينمارڪ وغيره ملڪ به
پنهنجي ٻولين ۾ ئي ڪاروبار هلائين ٿا پر هت اسانوٽ
اُلٽي گنگا ٿي وهي. لڳي پيو ته اسين يا ته برٽش
سلطنت ۾ ٿا رهون يا اسانجو ديش گريٽ برٽن جو ڪو
حصو آهي! روسي، چيني، جپاني ۽ جرمن ٻوليون ٻين
ٻولين کي پاڻ مٿان ڪڏهن به حاوي پوڻ ڪون ڏيون
ڏين. يهودين به پنهنجي ٻوليءَ هيبرو کي قائم رکيو
آهي. سڄي وشو ۾ فقط اسين سنڌي ئي آهيون جو
پنهنجي پيرن تي پاڻ ڪهاڙو هڻي رهيا آهيون. شايد
اسين غفلت جي ننڊ ۾ غلطان آهيون ۽ سنڌي زبان
جي شاهوڪاري ۽ شان جي ڳيان کان صحيح معنيٰ ۾
واقف ڪين آهيون.

نؤجوان اديب شري لکمي کلاڻي چوي ٿو ته ”هر
هڪ اِنسان کي هڪ ماءُ، هڪ ديس ۽ هڪ ٻولي
آهي. اِهي ٽيئي مائر سنڌس سرپري خواهه ذهني
وجود کي جنم ڏين ٿيون ۽ هن جي اوسر ۾ برابر جون
حصيدار بڻجن ٿيون. ڪنهن به هڪ ماءُ کي ناڪارڻ،
انسان جو پنهنجي هستيءَ تان ئي هٿ کڻڻ برابر
آهي.“ سنڌي سماج جي ايڪي ۽ اتفاق لاءِ ته ٻولي

أي هڪ ذريعو آهي جنهن معرفت اسين هڪ ٻئي جي
ويجهو اچي سگهون ٿا. تنهنڪانسواءِ خود واپار جي
ترقيءَ ۾ ٻـ ٻوليءَ جو وڏو اثر آهي جو هڪٻئي سان
واپاري لکپڙهہ ۽ حساب ڪتاب رکڻ ۾ ٻہ ٻولي ڪارگر
روپ ۾ ڪتب اچي ٿي.

اڄ هرڪو پرانت پنهنجي پنهنجي پرانت واسين کي
أي ڌرتيءَ جي سنتان (Sons of Soil) مڃي ٻين سان
ٻہ اڪيائيءَ ۽ مائٽيلي ماءُ وارو وهنوار ڪري رهيو آهي.
اِن حالت ۾ سنڌين جو ڇا ٿيندو، اوهان ڪڏهن
ڪڏهن اِهو ٻہ سوچيو آهي؟ اِنڪري ٻـ ٻوليءَ جي
سلامتي ۽ مضبوطي گهڻي اهميت رکي ٿي. اسين
ناٽي سان سياسي طاقت ۽ ٻيا سوارٿ سڌ ڪري
سگهون ٿا پر اُن سان ٻوليءَ جي استقامت لاءِ تيسين
ڪجهہ ڪونہ ٿيندو جيسين ٻـوليءَ جون ٻـ اهم پاڙون
تعليم ۽ ساهت مضبوط نہ بڻايون وينديون.

اڄ سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري سطح تي ڪيترائي
حق ۽ سهوليتون حاصل ٿيل آهن. اسين سنڌي گهڻو
ٽو مهاراشٽر، گجرات، مڌيہ پرديش راجستان ۽ اُتر
پرديش ۾ أي وسيل آهيون. سنڌي ساهت جي وڪاس
لاءِ ڪيترن ئي راڄين ۾ سنڌي ساهتيہ اڪادميون ٻـ
برپا ڪيون ويئون آهن. ڀارت سرڪار جي سينٽرل
هندي ڊائريڪٽوريٽ ڀاران سنڌي ليکڪن ۽ شاعرن

ڪي سرڪاري خرچ تي ساهتڪ سيمنارن / ڪانفرنس ۾ جدا جدا هنڌن تي سڏايو ويو آهي، جتي ڪوجناتمڪ وشين تي ڪافي تحسين جوڳو ڪاريه ٿيو آهي. ڊائريڪٽوريٽ پاران هر سال سنڌي ليکڪن مان پنجن ڄڻن کي سندن ساهتڪ ڪتڪن تي اڍائي اڍائي هزار روپين جا انعام ڏيئي همٿايو ويو آهي. اُسرندڙ ليکڪن لاءِ به ورڪشاپ رکيا ويا آهن. ساهتيه اڪادمي پڻ هر سال هڪ سنڌي ساهتڪار کي ٻين ڀارتيه ٻولين جي ليکڪن سان گڏ ڏهه هزار روپيا انعام ڏيئي سنمانت ڪري ٿي. سنڌي ڪلاڪارن کي آڪاشواڻي دور درشن جي جدا جدا ڪيندرن تان سنڌي پروگرام پيش ڪرڻ جو به وجهه ڏنو ويو آهي ۽ آڪاشواڻيءَ تان ته سنڌيءَ ۾ صبوح توڙي شام جو خبرون به ڏنيون وڃن ٿيون.

جدا جدا راڄين ۾ تعليمي سطح تي بي.اي. کان وٺي پي.ايڇ.ڊيءَ تائين سنڌي ماڌيم دواران تعليم پرائي سگهجي ٿي. يونين پبلڪ سروس ڪميشن پاران انڊين ائڊمنسٽريٽو سروسز لاءِ امتحانن ۾ سنڌي ٻولي به تسليم ٿيل آهي. سڀ کان وڏي ڳالهه ته ڀارت جي جوڙجڪ ۾ ٻين پرانتڪ ٻولين جيان سنڌي ٻولي به انين شيڊيول ۾ آندل آهي ۽ اُنجي وڪاس ۽ واڌاري جي ذميواري به ڀارت مٿان آهي. سنئين يوجنا ۾

مرڪزي سرڪار پاران سنڌي ٻوليءَ جي وڪاس لاءِ
هڪ جدا بورڊ به ٺاهيو ويندو. ڪوششون هلنديون
آهن ته سنڌي تعليم کي اڪل ڀارت سطح تي هڪ
سريکو بڻائڻ لاءِ هڪ سنڌي يونيورسٽي پڻ برپا ڪئي
وڃي. خانگي سنستائن کي به ساهتڪ سيمينار ۽
سنڌي سميلن سڏائڻ بابت سرڪاري گرانٽون ۽ ريلوي
ڀاڙن ۾ رعايتون ملن ٿيون جيتوڻيڪ هي سهوليتون
اڃا به اڻپوريون آهن پر هيترو سڀ هوندي به اسين
ڇو سنڌي ماڌيم دوارا پنهنجن ٻارن کي تعليم ڏيارڻ
کان منهن موڙي رهيا آهيون؟ اسان جي هن گهاتڪ
قدم سبب ٻار پنهنجي ٻولي، ساهت، ڪلا، سنسڪرتي
۽ تهذيب جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ کان بلڪل اڻ واقف
رهجي وڃي ٿو. برابر سنڌي ڀاشا سکڻ سان سرڪاري
نوڪري ڪونه ٿي ملي پر اسين اهو وساري ويهون
ٿا ته سنڌي ماڌيم دوارا سکيا وٺندي به اسانجي
ٻارن کي هندي، انگريزي ۽ مرهٽي ٻوليون سکڻيون
پون ٿيون. پوءِ ڇو اسين صرف سنڌي ٻوليءَ کي ئي
صدقي جي ٻڪري بڻايون ٿا؟ تنهنڪري سرڪاري
نوڪري نه ملڻ وارو سوال ۽ بهانو سطحي آهي. اسين
چاهيون ته ٻارن جي انگريزيءَ ۾ بيهڪ پختي ڪرڻ لاءِ
کين سيڪنڊري ۽ هاير سيڪنڊري ليول تي سهڪاري
مدد ڏيئي کين وڌيڪ هوشيار ڪري سگهون ٿا؟

سبب تہ اھو آھي تہ اسان جي ٻاونا ئي مري چڪي
آھي.

ازانسواءِ سعدي ماڌيم دواران ٻارن کي تعليمي سکيا
ڏيارڻ مان ڪيترائي فائدا آھن، جيئن تہ ٻارن جو
دماغ وڌيڪ روشن ۽ بدني وڪاس تيز ٿئي ٿو. مجهن
چستي ۽ ڦڙتي اچي ٿي ۽ ھو لکڻ پڙھڻ ۾ ھوشيار ۽
تيزفهم ٿين ٿا. امتحانن ۾ سعدن مارڪن جو سيڪڙو
وڌيڪ اچڻ ڪري اوچ تعليم سولائيءَ سان حاصل
ڪري سگهن ٿا. سعدي ٻوليءَ ۽ ساھت کي بہ سٺيءَ
طرح ھٿي ملي ٿي. ٻئي طرف انهي اُبتڙ انگريزي
ماڌيم دواران تعليمي سکيا ڏيارڻ سان ٻار جو آئيندھ
اونداھو ٿئي ٿو. ھو دماغي طور اپاھج بڻجي پوي ٿو.
ھو اڪثر موڳو ۽ سست رھي ٿو. لکڻ پڙھڻ ۾ بہ عام
طور پٺتي رھي ٿو ۽ انهي بدولت کيس ھميشھ ٽيوشن
تي ياڙڻو پوي ٿو. ٻوليءَ ۽ ساھت جو بہ گلو گهٽجي
ٿو. ھڪ اھم ڳالھہ تہ انگريزي سڀيتا جي رنگ چڙھڻ
سبب مائٽن ۽ ٻارن جي وچ ۾ ھڪ وڏو خال / ويڇو
پيدا ٿئي ٿو. ھڪ اھڙي ڪاھي، جنهنجي ارد گرد
ڦيرا پائيندي مائٽ ۽ ٻار گڏيل ڪٽنب کان ڇڄي
جدا ٿيو پون!

شاعر فرمايو آھي تہ، ”ڪيئن وساريان سا ٻولي،
جنهن ۾ ماءُ ڏني لولي.“ پر اڄ ڪلهہ جي مائرن کي

ته لولي ايندي ٿي ڪونه آهي ۽ نه ٿي وري هو ان
جي اثر کان واقف آهن! پر بيلي اڄا به وقت ويو نه
آهي! اڇو ته شاعر نارائڻ شيام جي هن خيال ”الا!
ائين نه ٿئي جو ڪتابن ۾ پڙهجي ته هئي سنڌ ۽ سنڌ
وارن جي ٻولي“ کي غلط ثابت ڪريون جو متان پوءِ
پڇتائڻو پوي. اينديڙ ٽهي اسانکي هٿ ڪٽي ڇنيندي ته
اوهان اسان لاءِ ڪهڙو ٻوٽو ڪين ٻاريو. پر ادا، پوءِ
”پنهنجي ڪئي جو ڪو ويڄ نڪو طبيب.“

□□

زمين آسمان ڏانهن طوفان ۽ مٽي موڪلي ٿي. ان
جي عيوض آسمان مينهن وسائي کيس آباد ڪري
ٿو. چڱا ماڻهو ٻين جي ٻڇڙائيءَ کي نه ڏسي ساڻن
ڀلائي ڪندا رهن ٿا.
سوامي ٻوڏراج

□ ڀڄو راوناڻي - گوڪل مسند

# دادا سياڳچند چاولا

دادا سياڳچند چاولا جي مٿن تي سدائين مرڪ رهندي آهي. هـو غريبن، مسڪينن، محتاجن جـو مددگار آهي. ڪوبہ سوالي هن وٽان هٿين خالي نـہ ويو آهي. هو اسان سنڌين جـو انمول رتن آهي، ايشور جــو ڀڳت آهي. جهڳڙي ۽ کٽ پٽ کان بلڪل دور آهي. هن ڪڏهين ڪنهن سان ڪونہ ڦٽايو آهي. هن ۾ خوبي آهي تہ ٻن ڄڻن جو جهڳڙو ٿيندو تـہ هو پاڻ وچ ۾ ويهي ٻنهي وچ ۾ ناهہ ڪرائي ڇڏيندو. هن ۾ نياز ۽ نمرتا آهي. ايمان چـا ٿيندو آهي تنهن جـي ڪيس جاڻ ئي ناهي.

دادا جـو جنم ٢٧ آڪٽوبر ١٩٢٤ ۾ ٿيو. هـنجو پتا شري ٻـودارام گهنومل چاولا سکر ۾ رواجـي پوسٽ ماستر هو ۽ هن سڄي عمر سرڪاري نوڪري ڪئي. رٽائر ڪرڻ بعد پنهنجي دوست سيٺ موٽڻداس واڌومل جــو گڏيش ڪوپرا ملس ۾ ڪم ڪندو هـو تنهن سان گڏجـي ڪراچيءَ ۾ جٿہ هند ڪوپرا مل ڪيائي. هنجي

پنا جو ساڌ ٻيلا جي ١٠٨ سوامي هرنامداس ۾ پڪو
وشواس هو جنهن شري ٻودارام کي صلاح ڏني تہ ڌنڌو
ڪر. هن ڌنڌو ڪيو ۽ لکين روپيا ڪمايا. رٽائر ڪرڻ
بعد بہ انسان محنت ۽ لگن سان ڪاميابي پسي ٿو،
ان جو شري ٻودارام اسان لاءِ زنده مثال آهي.

١٠ جون ١٩٤٢ تي شري سياڳچند جي شادي
لاجونتي سان ٿيڻي هئي. تڏهن هڪڙي مدي جو سخت
بخار اچي ٿيو. بخار لهي ئي نہ. ڪيترن ڊاڪٽرن جي
دوا ڪئي وئي پر بخار نہ لٿو. هنجو ٻنا سوامي
هرنامداس وٽ ويو جنهن هڪڙي پاڻي پڙهي ڏنو. ڪي
سنت ۽ درويش ڀڳوان جو روپ آهن سوامي پهتل هو.
شري سياڳچند پاڻي پيتو ۽ اڌ ڪلاڪ ۾ هنجو بخار
صفا لهي ويو! بس، انهيءَ ڏينهن کان پوءِ هنجو بہ
سواميءَ ۾ پڪو وشواس جمي ويو.

ساڌ ٻيلا سکر ۾ جڏهن جهوليلال جو ميلو لڳندو
هو تہ شري سياڳچند سيسا سڪو ورهائڻ، پاڻي ڏيڻ
يا بوٽ چمپلون سنڀالڻ جو ڪم ڪندو هو. پاڻ ٻهاري
پائي صفائي ڪندو هو. هن چيو، "اج بہ اسان ۾ ڪي
سنا شيواداري آهن جي لگن سان ڪم ڪن ٿا پر
مون ڏنو آهي تہ ڏيکاءُ گهڻو آهي. هرهڪ کي پنهنجو
نالو کپي، مشهوري کپي."

١٩٤٧ ۾ هو پنهنجي سموري ملڪيت ڪراچيءَ ۾

سکر ۾ چڙهي آيا. ڪليم بلڪل ڪجهه نه مليس. تنهن
وقت هنجي عمر ٢٣ سال هئي. هنجي پيءُ همت نه
هاري. هن پنهنجي ٽن دوستن سيٺ ڪوڙومل ڪشناڻي،
سيٺ پيسومل ڪڪواڻي ۽ سيٺ سترامداس آگيچا
سان گڏجي جنهن هند آئل مل کڏي. جهوليلال جي
مهر سان ڏينهن ڏينهن وڌندو ويو ۽ آخر سيٺ ڪوڙومل
جنهن هند آئل مل ڏار ڪئي، سيٺ پيسومل انڊو آئل
مل شروع ڪئي ۽ شري بودارام ڪماڻي آئل مل الڳ
وجود ۾ آندي.
سندس پتا ۽ وڏي ڀاءُ ڊاڪٽر هاسانند جي ديهانت
بعد سڀني ڪٽنب جو بار دادا سياڳچند مٿان اچي
پيو. هن همت نه هاري. محنت سان ڪم ڪندو رهيو
۽ اڄ ڪماڻي آئل مل اوج تي آهي.
دادا سياڳچند هيئنر پنهنجي ڏنڌي جي سموري
واڳ ڏور پنهنجي پٽن شري ڌرمداس ۽ شري کيمچند
کي ڏني آهي. روز صبوح جو اٿڻ سان شري گروگرنٿ
صاحب مان وچن وٺندو آهي ۽ پنهنجو سمورو وقت
غريبن جي سيوا ۾ ڏيندو آهي. هنکي غريبن ۽ محتاجن
کي مدد ڪرڻ جي پريرڻا ملي آهي سنت سوامي
شانتي پرڪاش وٽان. هنجو پتا پنهنجي ڪمائيءَ جو
ڏهون حصو برابر حساب ڪري غريبن کي ڏيندو هو.
شري سياڳچند پڻ پنهنجي ملڪيت جو چڱو حصو

غريبن لاءِ ڏيندو آهي. ڪوبہ محتاج، مسڪين پنهنجو
ڏک هن وٽ کڻي ويندو آهي تہ هتڪي ڏيرج سان
ٻڌندو آهي ۽ ڪيس نہ صرف پاڻ مدد ڪندو آهي پر
ٻين کان بہ مدد وٺي ڏيندو آهي.

دادا سياڳچند ڪيترين سنستائن جو بانيڪار آهي
خاص ڪري سکر پنچايت جنهن جو هو پريزيڊنٽ
آهي ۽ سنڌونگر جون سنستائون جهڙوڪ سندر شيوڪ
سڀا، سوامي سروانند اسپتال، جمنا جمارڏن پريشد
وغيره جتي وڃي هو شيوا جو ڪاريہ ڪندو آهي.
سنڌونگر ۾ ٻيا آشرم جنهن ۾ ستر ٻيڙا ۽ ٻيڙيون آهن
تن جي سار سنڀال لهندو آهي، وڏوا پيڙن کي دان
ڏيندو آهي ۽ غريب نياڻين لاءِ ڳجهي نموني مدد
ڪندو آهي.

شري سياڳچند چوندو آهي "اسين سنڌ ڇڏي
هينئر هند ۾ آيا آهيون. اسانکي حيدرآباد، لاڙڪاڻو،
دادو، سکر ڏسڻ نہ گهرجي. اسين سڀئي سنڌي آهيون
۽ ٻيا پيڊ پاو جي اسانکي هڪبئي جي مدد ڪرڻ
گهرجي." سنڌين جي مسئلن لي بحث ڪندي دادا
چيو، "اسان وٽ چار مسئلا آهن. پهريون- اسان
سنڌين ۾ نفاق آهي، ٻڌي نہ آهي. ٻيو- ڏيتي ليتي
سبب ڪيترئون وڏور ڪنيائون ويهجي ويون آهن.
ٽيون- مندي، منگڻي، شادي ۽ سناوڙي تي اجايا

اڍائيگا خرچ ڪيا تا وڃن. مهانگائي وقت مندي پائڻ صرف هڪ ممت جو ڪيل آهي پر اها رسم هوٽل ۾ ڪرڻ ۽ شراب پيئڻ، ڪيڪ ڪٽڻ ۽ ڪاڏا ڪائڻ سان لکين رپيا برباد ٿيو تا وڃن. چوٿون ۽ اهم مسئلو آهي سنڌي ٻوليءَ جو. جيڪو سنڌي سرڳواس ٿئي ٿو سو پاڻ سان سنڌي ٻولي کڻندو ٿو وڃي. هڪ ٻن نسلن (Generation) کان پوءِ ڪن ٿورڙن سنڌين کي سنڌي لکڻ ۽ پڙهڻ ايندي. مونکي اهو ڏک ٿي رهيو آهي ته ڪيترن گهرن ۾ مائر ۽ پيئر پنهنجن ٻارن سان سنڌيءَ ۾ نٿا ڳالهائين. سنڌي ٻوليءَ جي لکڻ پڙهڻ، ڳالهائڻ ٻولائڻ سان ئي اسين سنڌي زنده رهي سگهون ٿا."

آخر ۾ دادا چيو، "ادم ۽ محنت ڪندا رهو ۽ ايشور ۾ وشواس رکو ته ضرور فتحياب ٿيندا. ڳڻتي ۽ فڪر نه ڪريو. مان هميشهه ائين سمجهندو آهيان ته منهنجو سرير هت آهي پر آتما پڱوان وٽ آهي."

دادا جون ڳالهيون ٻڌي اسانجو من ڪرتارٿ ٿي ويو ۽ اسان ائين محسوس ڪيو ته اسان اڄ تيرٿ ياترا ڪري آيا آهيون.

□□

# گهرو علاج

**چڪون:-** برسات هجي يا نه هجي جيڪڏهن ڪنهنکي ٿڌ ٿئي ٿي ۽ چڪون اچن ته ان جو سستو ۽ تـرت علاج هي آهي. سڪل اَدرڪ (سنڍ) ڪٽي، ململ جي ڪپڙي ۾ ڇاڻي پائوڊر ڪري هڪ ڊبو ڀري رکجي. اُهو پائوڊر ٿڪ وٽ، چانيءَ ۾ پٽي تـي هڻي گرم ڪپڙو پـائي ڪجهه وقت لاءِ آرام ڪجي ۽ هڪ ننڍو چمچو جنهن ۾ ٻهراڻ ٿـوري سنڍ وجهو ۽ اُنجي مٿان ٿوري کنڊ رکي اُنکي گـرم گـرم چانهه سان پيئو. ٿوري وقت کـان پوءِ پگهر نڪرڻ سان فـرحت اَچي ويندي.

**ڇهونو گوڏن جــو سور:-** جيڪڏهن ڪنهنکي ڇهونو گوڏن جو سور هجي، اُهو ليمي جي رس ڪڍي اُن ۾ لوڻ ملائي پيئجي تـه اُنجو سور آهستي آهستي گهٽجندو ويندو. گوڏي تي ڪٽيل سنڍ جو پائوڊر هڻي ٿلهو يـا گرم ڪپڙو مٿان ويڙهي ڇڏجي تــه جلد آرام ايندو.

**اُلٽيون ۽ دست:-** برسات ۾ پاڻي صاف نه هئڻ ڪري پيٽ خراب ٿئي ٿو ۽ اُلٽيون دست ٿين ٿا. اِن بيماريءَ کي روڪڻ لاءِ سستو ۽ تڪڙو علاج گهر ۾ موجود آهي. وڏو ڦوٽو ڪاڙهي اَڌ ڪوپ مريض کي پيئاريو، ان بعد وڏو ڦوٽو وات ۾ وجهي، آهستي آهستي چٻاڙجي ته اُنمان اُلٽيون بند ٿي وينديون. ٿوري وقت کان پوءِ اَڌ ليمو گرم ٿئي تي رکو ۽ ٻن منٽن کان پوءِ هيٺ لاهي اُن ليمي تي لوڻ ۽ ڪنيل ڪارا مرچ وجهي بيمار کي چوسڻ لاءِ ڏيو ته فرحت ايندس. دستن کي بند ڪرڻ جو سستو ۽ طاقتمند علاج. 50 گرام صابو داڻن کي هڪ ٽوپ ۾ وجهي جهيڻي باهه تي رکي ٥ منٽ هڪ ڪيوي سان هلايو اُن ۾ ٻه ڪن نعيا ڦوٽا ڪٽي وجهو پوءِ اُن ۾ هڪ گلاس پاڻي وجهو ۽ گهرج آهر کنڊ وجهو. گهمائيندا رهجو ته جيئن سڙي نه وڃن جڏهن ڳري وڃن ۽ گهاٽا ٿين تڏهن پيارجن. اِهو علاج سڄي ڏينهن ۾ ٽي دفعا ضروري آهي. هن پيئڻ سان دست بند ٿي ويندا ۽ شرير ۾ طاقت پڻ ايندي. اِهي صابو داڻا کير به شونق سان پي سگهي ٿو اِن مان ڪوبه نقصان ڪونه ٿيندو. ڪچي وڏڦ کائڻ سان به دست بند ٿي ويندا آهن.

**گئس جي تڪليف:-** چولا ڊبل بيسڻ جا پڪوڙا وغيره کائڻ سان پيٽ ۾ گئس پيدا ٿئي ٿي جنهنڪري پيٽ ۾ سور ٿئي ٿو ۽ اهو سور اندر گهمي ٿو. جنهن ڪري بيچيني محسوس ٿئي ٿي. ان تڪليف کان ڇوٽڪارو پائڻ لاءِ هي علاج آهي. ڪارو لوڻ ڪٽي پائوڊر ڪري هڪ ننڍي دٻيءَ يا شيشيءَ ۾ بند ڪري رکو. جڏهن ڪنهنکي سور پوي ته اهو لوڻ هڪ گلاس پاڻي ۾ وجهي ننڍو چوٿو چمچو ملائي پيئاريو، ڪجهه وقت کان پوءِ سور گهٽجي ويندو ۽ آرام ايندو.

**ٿڌ ۽ سهڪو:-** هن بيماريءَ جو علاج ٻارن، ٻڍن ۽ جوانن لاءِ تمام سستو آهي. جيڪڏهن سهڪو گهڻن سالن کان وٺي هلندو ٿو اچي ته هي علاج لڳاتار ڪرڻ لازمي آهي. جيڪڏهن اهو موسم جي بدل سدل جي ڪارڻ آهي ته هي علاج ٿورو وقت ڪرڻ گهرجي. وڏو چمچو ڪٽو ان ۾ ماکي وجهو ۽ ادرڪ جو هڪ ننڍو ٽڪر ڪٽو انکي ململ جي ڪپڙي ۾ وجهي بعد ڪريو ۽ ويلڻ سان ڏک هٽي ايترو نرم ڪريو جو رس نڪري. ٻه چار ڦڙا ماکيءَ واري چمچي ۾ وجهي پياريو. اهو علاج صبح جو نيراني وڌيڪ اثرائتو آهي. جيڪڏهن گهڻو سهڪو آهي ته ڏينهن ۾ ٣ دفعا ضرور ڏجي. هي علاج تمام ننڍي ٻار لاءِ ڏاڍو فائدي وارو آهي.

## جيتن وغيره جي چڪن جو علاج:-

جيڪڏهن ڪو جيت چڪ پائي ٿو ۽ ڏير ٿئي ٿو يا
اُنهي جڳهه تي خارش ۽ ڪنهن وقت پوسرڻ شروع
ٿئي ٿي ۽ ٻاڙهو ٿي وڃي ٿو. يڪدم اُنهي جڳهه تي
سنهو لوڻ ڪٽي زور سان مهٽيندا. اُن جيت جو زهر يا
اَثر بدن ۾ ڪونه ٿيندو ۽ يڪدم فائدو ٿيندو. پر ها
لوڻ لڳائڻ وقت ٿورو پوسرندو پر ڪا به پرواهه نه ڪندا
پر پوءِ فائدو پوندو.

**ڪن جو سور:-** ڪن جو سور تمام تڪليف ڏيندڙ
آهي ۽ ڪن ۾ جڏهن ماڪوڙي يا ڪو جيت اَندر
هلي ويندو آهي ته اِئين لڳندو آهي ڄڻڪ ڪن جي
اَندر بئنڊ باجا وڄي رهيا آهن. اِن جو تُرت علاج
هيءُ آهي. هڪ چمچي ۾ ڪوڙو تيل ٿورو وجهو ۽
اُن ۾ هڪ سره ٿوم جا تمام ننڍڙا ٽڪر ڪري ڪپ
سان ڪپي تيل ۾ وجهوءِ اُهو چمچو باهه تي گرم ڪيو.
جڏهن ٿوم ناسي رنگ جي ٿئي تڏهن ڪپهه سان تيل
ڪن ۾ وجهو. ٻن منٽن ۾ آرام اَچي ويندو. ائين لڳندو
ڄڻڪ ڪجهه ٿيو ئي ڪونه. ڪن ۾ سور ٻيا ڪنهن
جيت جي اَندر وڃڻ ڪري به ٿيندو آهي اِنهيءَ سور
ڇٽائڻ لاءِ تمام سولو علاج آهي. برانڊيءَ جا 2 ڦڙا
ڪن ۾ وجهو ۽ ڪپهه وجهي ڇڏيو، يڪدم آرام اَچي

ويندو. جيڪڏهن ڪن جو سور تمام پراڻو آهي ۽ نٿو لهي ته اُنجو علاج ته تمام سستو آهي، اُهو آهي ننڍي ٻار جو پيشاب. جيڪڏهن اُن پيشاب جا ٢ ڦڙا روز ڪن ۾ وجهبا ته، جهونو سور لهي ويندو.

□ □

جو ماڻهو رڳو ٻڌي ٿو سو سياڻو ٿئي ٿو
۽ جو رڳو ڳالهائي ٿو سو بيوقوف!

سوامي ٻوڌراج

هٿ انهيءَ جا سڦل ڇئجن جو ٻئي جي خدمت ڪري ٿو
پير انهيءَ جا سڦل ڇئجن جو پراُپڪار لاءِ پنڌ ڪري ٿو.

سوامي ٻوڌراج

□ گوپيچند ايڇ. گنگواڻي

# امر ويچار

## ڀڳتي ۽ سيوا

ايشور سڀ کان وڏو آهي

ڪم ۽ غريبن جي سيوا ئي سچي پوڄا آهي.

ايشور جي شرڻ ۾ دکين، اناٿن جي سيوا ۾ ئي
ندگي سمايل آهي

انهيءَ ڪري سدا ايشور کي ڌياءِ، انجو سمرڻ ڪر
غريبن جي سيوا ڪندو رهه.

## اصول ۽ عمل

چوڻ ۽ ڪرڻ ۾ وڏو فرق آهي.

پوءِ تي اصول لکي پاڻ سان چنبڙائڻ ۾ فائدو نه آهي.

جو اصولن جي پيروي نٿو ڪري اهو ڪامياب
ي نه سگهندو آهي.

چو تہ جيڪو پڙهيو آهي پر ڪڙهيو نہ آهي،
ڪڙهيو آهي پر ڙريو نہ آهي سو کهڙي ڪم جو.

## ندا ۽ گلا

نندا ۽ گلا ڪرڻ هڪ مهاپاپ آهي.

جنهن من کي جيتيو تنهن سڄي جڳت کي جيتيو
آهي.
جنهن ڪنهن جي به دل نه ڏکوئي آهي انهيءَ ايشور
کي پاتو آهي.
انهيءَ ڪري سدا خوش رهڻ چاهين ته گلا ڪرڻ
پري رهه ۽ هميشه مشڪندو رهه.

## مان ۽ شانتي

گهٽ گهرجن وارو انسان سکي آهي.
گهٽ کائڻ ۽ غم کائڻ ۾ سڀ سک سمايل آهي.
مان سون سمان آهي. اُتاولي سان ڳالهائڻ وارو
سدا دکي رهندو آهي.
سکي انسان اهو آهي جو سوچي سمجهي تمام
ٿورڙو ڳالهي ٿو.

## غصو ۽ ڪروڌ

ڪروڌ شيطان جو روپ آهي.
ڪروڌ ڪرڻ سان اکيون ڳاڙهيون ۽ دماغ تپي باهه
ٿي ويندو آهي.
رات جي ننڊ حرام ۽ اندر جلي خاڪ ٿي ويندو
آهي.
بلڊ پريشر کان بچڻ جو هڪ ئي طريقو آهي ته
ڪروڌ من مان ڪڍي ڇڏجي.

□□




ميمنگهراج تلريجا
جا هندواسيءَ ۾ چپيل
دلڪش چٽر ڏسي دل
ٺيندي هئي ته هن سان
ملاقات ڪريان
هڪ ڏينهن ”هلچل“
جي ڪور ڊزائين لاءِ
ڏيون پوجواڻي ڏس ڏنم
ته ميمنگهراج تلريجا سان
امباجي وهار گهاٽڪوپر
ايسٽ ۾ وڃي مل.
ڏنم ته نوڪلائي پسند،
ستونجاهه سالن جو مانيٺو،
مشهوريءَ کان دور ويندڙ،
مهمانوازيءَ جو ڪوڏيو،
وقت جو پابند نوجوان
چٽرڪار ليکڪ ۽ سنڌي
رنگ مڃ جو هدايتڪار
، آهي.
هن چٽرڪاريءَ تي
”روپ ڪلا“ کان سواءِ
ٽِهه ٻيا به ڪتاب شايع
ڪيا آهن.
ميمنگهراج تلريجا، ديس
پرديس مشهور چٽرڪار
ڀڳوان ڪپور جو چٽرڪلا
۾ مارگ درشڪ ۽ رهنما
، ٿي رهيو آهي.

---

انگڙائي

□ ايم. او. ٽلريجا (چٽرڪار)

# سمجهوَ ڪي سمجهن

هر هڪ انسان ٻئي انسان کان ڪنهن نه ڪنهن ڳالهه ۾ پنهنجي علحدو آهي. اسانجي شڪل شبيهه، قد بت، مزاج، خيال، آچار ويچار ۽ ھنوار ۾ پڻ ڀنتا آهي. اسانجا گڻ ۽ وصفون پڻ الڳ الڳ آهن. اسان تي پنهنجن ويچارن ۽ شخصيت جي ايتري ته گهري ۽ پختي ڇاپ لڳل آهي، جو اسين پنهنجو پاڻکي ٻئي کان وڌيڪ ٿا سمجهون. اسين ٻين جي ڪ تور ۽ ڪٿ به پنهنجي ئي ويچارن سان ٿا ڪريون. جيڪو نرنيه ونون ٿا، ان ۾ به پنهنجو ئي نظريو صحيح ٿو سمجهه ۾ اچي. جيڪڏهن اهڙو حق اسين رکون ٿا ته ٻين کي به ساڳيو اڌڪار ڏيڻ جڳائي.

ڪهڙي به طبقي جو انسان ڇو نه هجي، عالم هجي يا هجي جاهل پر پاڻکي عقل ۾ گهٽ ڪوبه ڪونه ٿو سمجهي. هر هڪ ماڻهو پنهنجي ٻولي ٿو ٻولي. هوڏانهن ڪهڙو به آدرشي انسان هجي، علم ۽ عقل ۾ پڻ اڪابر هجي، گياني ڌياني ۽ پاپي ڪو هجي ساڌو سنت، مگر سوڪيم نموني ۾ اهو ويچار هر دل ۾ سمايل

آهي ته بين کان منهنجي سياڻپ سرس آهي. منهنجو
گيان ٻئي کان وڌيڪ آهي. پنهنجي خيال يا نرنيه ۾
وقتي ڪوبه ترڪ سمايل نه هوندو، ڪوبه وزن نه هوندو،
ته به پنهنجي ويچار کي اڳرو ثابت ڪرڻ لاءِ انسان وڃنو
ٿو هيوچي هٺي. آهي مڙيوئي عمل ۽ رد عمل وارو
قصو. اِنسان پنهنجي اُهم کي ڪڏهن به ناراض ڪرڻ
نٿو چاهي، ضرب رسائڻ نٿو چاهي. ڪيس سمجهڻ
گهرجي ته اُت مٿان مت پيو ئي آهي.

دنيا ۾ جيترا به ويڙها يا جهگڙا ٿين ٿا، تن جو مکيه
ڪارڻ آهي ناسمجهي. يعني، هڪ ٻئي کي برابر نه
سمجهڻ. (Misunderstanding) پاڻکي بين کان وڌيڪ
اڳرو ۽ وڏو ڄاڻڻ. پنهنجيءَ ڳالهه کي چنيون ٿوپا ڏيئي
به وزن وڏائي صحيح ثابت ڪرڻ. ٻيلا ٻئي کي پرکڻ
جو نيتر يا ڪسوٽي رکو اسان وٽ رکيل آهي ڇا؟
اهڙي صند ڪڏهن ڏني اسانکي؟ اهڙو اڌڪار رکو پاڻ
وٽ ڇو رکيو اٿئون؟

عام طرح اسين ٻهنجا سرٽيفڪيٽ، لياقتون ۽
آزمودا ٻڌائي پنهنجي عقل جو نماءُ ٿا ڪريون. پنهنجين
وصفن جو پردرشن ڪري اثر ٿا وهارڻ چاهيون پنهنجي
مهانتا جو. جيڪڏهن ڪا ڳالهه ڪسي يا پڌري ٿي
پيئي، ته به اهڙو ڪجهه آکيندا سين، جنهن ۾ اسانجي
ساري ٿئي. ڪوشش اِهائي ڪندا سين ته جئن اڳلي

کان گوء کڻون، بازي جيتي ملھہ ۾ وڃون. مطلب تہ
پنھنجي ئي عقل سان ٻئي کي پرکيو، اَندر جو اَندر ۾
کيس گھٽ مارکون ڏيندا سين. اھا ماڻھوءَ جي فطرت
آھي. خصلتن جو خزانو جڻ اسان وٽ ئي محفوظ رکيل
آھي. عقل جو چشمو فقط اسانجي ئي واٽن مان وھي
نڪتو آھي.

جيڪڏھن تون ٻئي کي تڪين تورين ۽ اھڙو
اندازو رکين ٿو، تہ ھُنکي بہ ساڳيو حق آھي تنھنجي
وزن ڪرڻ جو. تو کي ماپڻ ۽ ڪتڻ جو. جيڪڏھن
توں ھنجو خيال قبول نٿو ڪرين تہ اڳلو بہ وري تنھنجو
نرنيہ ڇو سويڪار ڪري؟ ان ڪري ويڇو وڌندو ۽ توں
توں ۽ مان مان کي جڳہ ملندو.

حقيقت تہ ائين آھي جو ھرھڪ انسان کي واليءَ
وَر ڪري ڪانہ ڪا وصف عطا ڪئي آھي. ڪانہ ڪا
خاصيت خالق بخشي آھي. ھرھڪ انسان جو عقل،
گيان ۽ پورھيو پنھنجي ليکي قيمتي آھي. ان جي
ورھاست ڪرڻ ۾ ان مالڪ جي مھما سمايل آھي.
ڏاتار جي ڏاھپ آھي. اندر ۾ جھاتي پائي ڏسندا سين
تہ محسوس ٿيندو تہ سامھون وارو شخص ڪنھن نہ
ڪنھن ڳالھہ ۾ اسان کان اڳرو ھوندو. ڪانہ ڪا
خصوصيت ضرور ھوندس. جا اسان ۾ ناھي. ان درشتيءَ
سان اڳلي کي نھاريندا ۽ ڳڻ گاھڪ ٿيندا تہ ازخود

توهان جـي خودي خلاص ٿيندي. توهان ۾ نمر پاونا ايندي. جڏهن هٿ پچندو ته ڪجهه نه ڪجهه گرهڻ ڪرڻ سڪنداسين. ڪٿ نمائيندا سين ته ئي گٺن روپي ٿل لڳندا. جيسين اهو اهم نــه وڇايـو اٿئون تيسين سکڻ جـو سوال ئي نٿو پيدا ٿئي. جيڪڏهن پنهنجي سمجهه سرس سمجهي وينا آهيون تـه سڪنداسين وري ڇا؟ نفرت ۽ نهنائي خود هڪ ليٺن سندو ڳهٺو آهي. ميويـدار وڻ هميشه نميل رهندو آهي. ڪيتري بـه ڪوشش ڪريون ته به پريل بوتل ۾ ڪجهه به اوتي نـه سگهبو. ان ڪري پهرين پنهنجي دماغ جي دٻليءَ کي خالي ۽ صاف ڪريون ته ئي ان ۾ لياقتن روپي خزانو ڀري سگهبو. ديگڙو صاف سٿرو هوندو تـه پوءِ ئي انمر سني ۽ سوادي ياجي تيار ڪري سگهبي. پاڻ کــي ول علم جـا اذڪاري تـه بٺايون. باقي رڳو بٺاڪون ٺي پنهنجي عقل جـو اظهار ڪرڻ ۽ اوُٽپٽانگه جون الهيون ڪرڻ مان ڪجهه نه وٺبو. ائين تـه انسان ۾ هنڪار پـاونا ويندي وڌندي تـه پوءِ هؤ ٿي پوندو ٿسي ڦوڪٽو، جو مٿي وڃي پاٺهين ڦاٽي پوندو.

اڄ جي نئين ٿهي وڏڙن کـي گهٽ عقل وارو ٿي سمجهي. اها عام شڪايت آهي بزرگن جي. ٿي سگهي ـ ته هيئنڙ جا جوان تعليم يافته وڌيڪ هجن. پر جتي ـيڱ ۽ آزمودي جـو سوال آهي، اُتي اڄ جـا رنگروٽ

ڪو، پهچي سگهندا وڏڙن سان ڳڪ ٿي. پڪ عقل ۽
انيڙ اڳرو آهي هين جو. هين پنهنجي زندگيءَ جا
ڪيترا بهار گذاريا آهن، دنيا جون لاهيون چاڙهيون
ڏٺيون آهن، ڪشت ڪشالا سٺا آهن. انڪري دنيا
جي داون پيچن مان پليءَ پت واقف آهن. انهن جو
آزمودو ڪڏهن گهٽ نٿو ٿي سگهي. "اُمنگ، اُتساهه،
لگن، همت ۽ مردانگي نئين جي، ۽ آزمودو،
آنيؤءَ، بردباري، سياڻپ ۽ عقل وڏن جو." ائين
مجبو وڙو آهي. نعيڙا، جيڪي اڄان زندگيءَ جا ڏاڪا
چڙهيائي ناهن، تنڪي ڪهڙي ڪل ته نيڪ ۽ بد جا
ٿيندي آهي؟ دنيا سان نباهڻ ڪيئن ٿيندو آهي،
وقت تي وهنوار ڪيئن ڪبو آهي، اُتي وڻني جا
ٿيندي آهي؟ اهي سڀ ڳالهيون تجربي ۽ انيوءَ جون
آهن. ڪتابي گيان محدود ۽ اڻپورو آهي اهڙن موقعن
تي. انهن مڙني ڳالهين لاءِ اڄ جا اَلڙ پانيڙا پائيندڙ بالڪ
آهن. ڪونه پهچندا، ڪونه پهچندا اڄ جا رنگروٽ وڏڙن
سان! اهو هڪ نوس ستيه آهي. اسانکي رستو بنائڻ
انهن جو اذڪار آهي. وڏڙن ڪي ان حق کان وانجهيل
نه رکو. نه نه ٻيءَ حالت ۾ ٻاڻ ٿي خطا کائيندا. اهڙ
انيڪ مثال ملندا جتي اَلڙ انسانن وڏڙن جي صحت
بخش صلاح نڪرائي پنهنجي هلائي، اُتي ڪين مند
جي ڪائڻي پيئي.

اڄ ڪلهه وقت جي وڇوٽي (Generation Gap) جي رت سيني جي وات تي آهي. اِها ڪا نئين شبد جي ايجاد ناهي. معيد کان اِها ڳالهه هلندي پئي آئي آهي. اڄ جا نندا جوان، سيان ضرور وڏڙا به ٿيندا. ڪين به ساڳيو ئي جواب ۽ واد وواد ٻڌڻي پوندي پنهنجن نندن وٽان. ان وقت نندڙا به ڪين ساڳيو رڪارڊ وڄائي ٻڌائيندا، جيڪو هو هينئر پنهنجن بزرگن جي اڳيان وڄائيندا. انڪري هينئر ئي ساڳاهي هلڻ ۾ سياڻپ آهي. هرهڪ ننڍو ۽ وڏو يا هم عمر وارو هر خيال ۾ پورو چوٽ تي هلي سهمت ٿجي، اهو ضروري ناهي ۽ نه ئي وري ممڪن آهي. فرق آهي هڪبئي کي سمجهڻ جو. سياڻپ ۽ بردباري آهي هڪ بئي کي سري پري جاء ڏيڻ ۾. ڪجهه مان مڙان ته ڪجهه تون به هٽ تان هيٺ لهه ان ۾ ئي ڀلي جو نيتارو آهي. غلطي نه سيکان پيئي ٿئي. پرپورڻ ته هڪ پرماتما ڪانسواء ڪوبه ڪونهي. سمجهو ڏٺي ته اڳلو ڪنهن ڳالهه ۾ غلط آهي، توهانجي ويچار موجب، ان حالت ۾ صبر ۽ تحمل سان ڪيس وقت تي ٻڌايو. ڌيرج ۽ پيار سان سندس ڌيان ڇڪايو. جيڪڏهن ڇئن ڳالهين ۾ توهانجا ويچار نتا نهڪن، ڪي مت ڀيد آهن، ته اُن تي واد وواد نه ڪري، جنهن ڳالهه ۾ سهمت آهيو، ان لاءِ ته ڪيس داد ۽ وزن ڏيو ۽

هڪبئي کي مدد ڪريو. يا ماڳهين سمجهيل ست کي به اُمجهيل ۾ ڦيرائي ڇڏيندا.

عمر جي لحاظ کان به وڏڙن جي دل نه دکائڻ گهرجي. اِها انسانيت جي تقاضا آهي. اسين هن منزل تي، سندن بدولت ئي پهتا آهيون. اڃان اوهانجي اوسئا پيئي آهي پنهنجي منزل تي رسڻ لاءِ. جڏهن توهان پاڻ ان عمر تي رسندا، جتي وڏڙا پهتل آهن، جتي خندہ‌زني ٿا ڪريو هيڏن، شايد وقت اچي جو توهان سان به اهڙو ورتاءُ ڪن توهانجا پويان. جيڪڏهن وعظ ڪندڙ ۾ ڏهه عيب آهن ۽ هڪ گڻ اُتس ته اسانجو فرض آهي ان هڪ گڻ کي ڪڍڻ. تڏهن به اسين نفعي ۾ ٿيندا سين. اچو ته گهيرتا سان سوچيون، اندر ۾ جهاتي پائي جهانڪيون. جهت محسوس ڪندا سين ته وڏڙن جي ٻولن ۾ ڪافي صداقت آهي. اسان ۾ رڳو صبر ۽ تحمل جي کوتائي آهي. اُبهرا نه ٿيون، تڪڙ جلدبازي ڪري فيصلا نه ڪريون، ڌيرج ڌريون. حقيقت جي تهه ۾ وڃون ته ڏسندا سين ته ڪيترين نه غلطيون ٿا ڪريون تڪڙ ۾. شوڌا صدق ۽ ادب سان قبول ڪريون سندن عقل ڀريا اِشارا. پوءِ پڪ ئي پڪ اسان کي سيرت سدا پڪڪ لڳندا پرواز ڪرڻ لاءِ ۽ بس.

□□

# شري مورج منگهناڻيءَ سان گالهه ٻولهه

زندگيءَ ۾ ڪي اهڙا شخص به گڏبا آهن جن سان ”ٿلهو ڇڙو وجي گهڙو“ واري ڪار هوندي آهي. مجهن ذاتي لياقت گهٽ پر پاڻ کي ميان مٺو سڏائي سرخرو بڻائڻ جي لياقت وڏيڪ هوندي آهي. اهڙا شخص پاڻ وٽ خوشامدڙيا ۽ ٻولڙيا ڌارين ۽ سستيءَ اشتهاربازيءَ تي پاڙين. ٻيا اهڙا شخص هوندا آهن، جيڪي لائقيءَ پريا ۽ لياقت وارا هوندا آهن، جيڪي نه سستيءَ مشهوريءَ پٺيان ڊڪن ۽ نه پنهنجي اچڻ وڃڻ، گهمڻ گهتڻ، ڏنڏي ڏاڙيءَ سخا ۽ دانورتيءَ جون پڌرايون ڪن پر پنهنجي پر ۾، نهايت نماڻائيءَ سان شيوا ڪاريه به ڪن، بلڪل لڪ چپ ۾. شري مورج منگهناڻي، دبئي جي نالي واري فرم انٽرنئشنل ٽريڊرس (جوتومل گروپ) جو ڊائريڪٽر اهڙن شخصن مان آهي. پاڻ پڏائڻ کان پري، پنهنجي ڪرت ڪار ۾ مشغول ۽ پوءِ به سماجڪ ڪارجن، تعليم، ساهت ۽ ٻوليءَ جي واداري ۾ وڏي دلچسپي رکندڙ.

١٧ ڊسمبر، ٨٥ع تي دادا مورج سان پنهنجين

ٻجي شام جو گذجڻ جو وقت هو. مون کي ڄاڻ هئي ته ١٩ تاريخ بمبئيءَ وڃي رهيو آهي ۽ ضرور پنهنجي ڪمپنيءَ جي ڪاروبار ۾ رڌل هوندو پوءِ به ڪيس عرض ڪري وقت ورتو هوم.

شري سورج ڀاڻ چانهه پيئي ڪين ۽ جيڪو سندس سادي ۽ فنائتي نموني سينگاريل آفيس جي ڪمري ۾ گهڙي ٽنهن ڪي صلاح ضرور ڪري. چانهه پي ساڻس ڳالهه ٻولهه ڪرڻ ويٺس. سوالن جي جواب ۾ هن هيٺيان تفصيل ڏنا:

پتا جو نالو- سرڳواسي جيوترام.

جنم جو هنڌ- ٽنڊو آدم.

جنم جي تاريخ- ١٦ فيبروري ١٩٢٧ع.

اوائلي تعليم- ٽنڊي آدم جي اِسڪول ۾، اُن بعد ڪراچيءَ جي ماڊل اِسڪول ۾، جتان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين.

مون سوال ڪيو، ”سائين، پنهنجي شاديءَ بابت ٻڌائيندا؟“

جواب ڏنائين، ”ڏياريءَ جي موڪلن ۾ ڳوٺ گهمڻ ويس ته باباجن براهمڻ سان منهنجي مائٽيءَ بابت پڪي ڳالهايو. مان ته اڃا اسڪول ۾ هوس. سو شاديءَ لاءِ تيار ڪونه هوس. پيءُ کي وڃي چيم ته مون کي شاديءَ جو هن وقت ارادو ڪونهي. بابا کي منيان

وٺي ويٺي، سو ڪارن وچان چيائين ته پنهنجيءَ شاديءَ بابت ”ها“ يا ”نه“ چوڻ وارو تون ڪير ٿيندو آهين؟ اِهو ڪم مائٽن جو آهي. مان به رسي سامان سڙو کڻي هليو آيس ڪراچيءَ.“

”پوءِ باباڻن اوهانجي ضد کي ڪو وزن ڏنو؟“

”اصل نه. هڪ ڏينهن پيڊيءَ جي ڪاڳريءَ اچي واڌايون ڏنيون ته نعيدا سيٺ، منائي ڪارايو، اوهانجو مڱڻو ٿيو آهي. مون پڇيومانس ته ڪٿان؟ ته جواب ڏنائين ته ٽنڊي جام جي راءِ صاحب ريجهومل جي پاءِ پيروه-ل جي ڌيءَ سان. اِجهو اِئين منهنجي شادي ٿي، ١٩٤٥ ۾. اُن وقت منهنجي عمر ١٨ سال ٻه مهنا هئي ۽ منهنجيءَ زال ڪملا جي ١٤ سال.“

شري مورج ڪلعدي چيو، ”اڳي پنهنجي اولاد لاءِ پيار ڏيکارڻ جو پيءُ لاءِ هڪ ئي طريقو هوندو هو- سندس شادي ڪرائڻ. سو پيءُ پنهنجو پيار ڏيکاري، شادي ڪرائي ڇڏي.“

”اوهين ڌنڌي ۾ ڪيئن گهڙيا؟“

هن جواب ڏيو، ”سنڌ ۾ ٽنڊي آدم ۾ اسان کي ڪپڙي جو دڪان هو ۽ ساڳئي هنڌ ليلارام ڪرنمل جي نالي سان ڪاٽن جننگ ۽ پريسنگ فئڪٽري هئي، جنهن جي هڪ آفيس ڪراچيءَ ۾ به هئي. ڪمپني نقصان ۾ وئي ته باباڻن سنڌ پرچيزنگ بورڊ

۾ نوڪري ڪرڻ شروع ڪئي. ايتري ۾ ملڪ جو ورهاڱو ٿيو ۽ اچي پشڪر (راجستان) پهتاسين. بابا ڪلڪتي وڃي هڪ ريسٽارنٽ مسواڙ تي ورتو، سو مون کي ٻه ٽار ڪيائين. ٽن ڏينهن ڪنٽرول ايترا هئا جو ريسٽارنٽ هلائڻ مشڪل ٿي پيو، جيڪو نقصان ۾ گهڻو وقت نٿي هلائي سگهياسين.“

ريسٽارنٽ بند ٿيڻ بعد شري مورج کي هڪ دوست جي معرفت ڪسٽمس ڪليئرنگ ايجنسي ۾ ڪم مليو. ترت ٻه ٽي هزار مهيني ۾ ڪمائي ٿيڻ لڳي. ٻيءَ اڳيان اهڙي ڪليئرنگ ايجنسي کولڻ جي رٿ رکيائين پر بمبئيءَ مان ساهرن وٽان تارون اچڻ لڳيون ته اچي بمبئيءَ ۾ ڪم شروع ڪريو. سندس پاڻ سان ضد هو ته ڪم پنهنجي سر ۽ ڪنهن جي به مدد بنا ڪندو سو ساهرن جي پيڙهيءَ تي رهندي ٻيءَ ڏليو ڏنڌن جي ڳولا ڪندو رهيو.

هن ڳالهه وڌائي، ”ميسرس جئرامداس ناٿومل فرم جي سيٺ جوهرمل معرفت لوهه جي واپاري رامچند جيٺمل وٽ ٻه سؤ روپيه ماهوار پگهار تي نوڪري ملي. جنهن بعد پنهنجي سهري شري پيرومل جي ديهانت تي سندس ڪمپني پيرومل گوپالداس جائن ڪيم پر ١٩٥٣ع ۾ ڪمپني ڏيوالي ۾ ويئي.“

”سنڌ ورق ۾ اوهانجي شروعات ڪڏهن ڪان ۽

ڪيئن ٿي؟"
"اِهو به وڏو داستان آهي،" شري موراج مرڪندي چيو، "مون پاسپورٽ ٺهرائي ڇڏيو هو پر ڪڏهن به سنڌ ورق جو ويچار ڪونه هوم. تن ڏينهن ليکراج آئنڊ سنس مشهور سنڌ ورڪي فرم هئي."
"اوهان جو مطلب آهي وسٽمل ليکراج وارا؟"
"جي ها. اوهين اُنهن کي ڪيئن سڃاڻو؟"
"شري وسٽمل جو پٽ گل مهنجو دوست هو، جيڪو هاڻي ڊاڪٽر جي-وي جي نالي سان مشهور آهي."
"برابر. ليکراج آئنڊ سنس جون گهڻيئي شاخون هيون. سندن گوادر ۽ دبئيءَ ۾ ڪجهه پيسا اٽڪي پيا، سو مون تي ڪم رکيائون ته اُهي وصول ڪري اچان. اِئين هندستان کان ٻاهر آيس. آءِ-ٽي-ايل ۱۹۵۳ع ۾ دبئيءَ ۾ آفيس کولي پر مون اُتي ۱۹۵۵ع کان نوڪري شروع ڪئي ۽ اُن بعد اُن ڪمپنيءَ سان ئي ناتو هلندو اچي."
"دبئيءَ ۾ اُن وقت ڪهڙيون حالتون هيون؟"
"ڏاڍيون مشڪلاتون هيون. هر هنڌ واريءَ جا ڍڳا هئا. ايتري قدر جو شارجاه ۽ دبئيءَ جي وچ ۾ به ڪو رستو ٺهيل ڪين هو. نه پاڻي هو، نه بجلي هئي. ٽپال جو سرشتو به ڪين هو. دبئي ۾ بعد تيل ڪاڍو ڪائينڊا

هئا سين..."

"پلا ٻڌائيندا تہ اوهين جو هيڏيون تڪليفون
برداشت ڪري زندگي ۾ مضبوطيءَ سان پنهنجا پير
کپائي سگهيا آهيو اُن لاءِ اوهان ڪي واپاري ڏانءُ،
قسمت يا محنت مدد ڪئي آهي؟"

"مان سمجهان ٿو ته مدهنجو وشواس آهي تہ
ڪنهن بہ زندگي ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ قسمت ۽ وجهہ
کان وڌيڪ محنت ۽ چاهہ ٻئي ضروري آهن."

"زندگي جي ڪيترن ۾ ڪڏهن ڪڏهن اهڙيون حالتون
بہ اچي پيدا ٿينديون آهن جو مونجهہ ۽ پريشاني
وڪوڙي ويندي آهي. اوهان جو ڪهڙو آزمودو آهي؟"

"مان ڪهڙين بہ ڏکين حالتن ۾ سمجهان ٿو پريشان
ڪونہ ٿيان. حالتون بهتر ڪرڻ لاءِ وسان ڪونہ گهٽايان
۽ پنهنجي نعبٰ ۽ ڪين ڦٽايان."

ان بعد اسانجي بحث جي وشيہ بدلجي ويئي
سنڌي ٻولي، ساهت ۽ سماج تي پهتي. شري مدگهاڻي
سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهت جو وڏو گهڻگهرو آهي. رواجي
طرح اِئين ڏنو ويو آهي تہ جن سنڌين زندگي جي
ميدان ۾ پاڻ ملهايو آهي، تن جي سنڌي سيينڪ،
ڀاشائي ۽ ساهتڪ مسئلن ۾ دلچسپي ڪانهي پر شري
موهن جي حالت ۾ اِئين نہ آهي.

مون سوال ڪيو، "اوهان جي سنڌي ساهت ۾

لچسپي ڪيئن پيدا ٿي؟"

"سنڌ ۾ سندر ساهتيه ۽ رتن ساهتيه جا چندا
يندو هوس. اُهي ڪتاب پڙهندي ئي سنڌي ادب
۽ چاهه وڌيو ۾ هاڻي افسوس اٿم ته جيڪي ڪتاب
ون وٽ پهچن ٿا سي سڀ پڙهڻ جو وقت نٿو مليم،
۾ سنڌي ساهت سان چاهه اَڃا قائم آهي."

مون چيو، "افسوس جي ڳالهه آهي ته سنڌي
سڪول هرهنڌ بند ٿي رهيا آهن ۽ سنڌي شاگرد
نگريزي ماڊيم اِسڪولن ۾ پڙهن ٿا. ان ڪري سنڌي
ـوليءَ لاءِ وڏو خطرو پيدا ٿيو آهي. اوهانجو ڪهڙو
يچار آهي؟"

"برابر اِهو وڏو خطرو آهي. اُن جو وڏو ڪارڻ
هو آهي ته اسانکي پنهنجي ڪا الڳ ايراضي ڪانهي،
نهن ۾ ٻوليءَ جو واهپو وڌي ۽ ترقي ٿئي."

"ان خطري کي منهن ڏيڻ جو ڪو رستو؟"

"اڄ جي ٻوليوار وايو منڊل ۾ سرڪار مان اهڙي
ميد رکڻ عبث آهي. اسانکي پنهنجي سر ڪوشش
ڪرڻ کپي."

"ڪهڙي ڪوشش ڪجي؟"

مون ڏنو ته شري موج جي چهري تي ٿوريون سوچ
يون ريکائون ظاهر ٿيون.

"هن چيو، "اسان اڳي ئي وڏو وجهه وڃائي

ڇڏيو آهي. گانڌيڌام اڏڻ ۾ سرڳواسي ڀائي پرتاب جي
مراد اِها هئي تہ اُهو نگر نئين سنڌ جو سکون
لاهي. هن ڏاڍو پرچار ڪيو پر اسان کونہ ٻڌس. آبهوا
۽ حالتن جي لحاظ کان اِهوئي هنڌ بهتر ٿي سگهيٿو.
سنڌين مان اِها اُميد نٿي رکي سگهجي تہ کو سي
لڏي هلي اُتي رهندا. منهنجو ۱۹۵۸ع ۾ ئي اِهو فيصلو
هو تہ اسانجو ڪٽنب لڏي وڃي گانڌيڌام وسائي.
مون پنهنجن کي تار ڪئي تہ مون بندوبست ڪيو آهي
۽ سڀ هليا اچو. ۱۹۵۹ع ۾ بہ وري ڪوشش ڪيم پر
ڳالهہ ڪانہ بيٺي. هاڻي تہ اڳي جي ڀيٽ ۾ واپار جي
لحاظ کان بہ حالتون بهتر ٿيون آهن. ڪنڊلا بندر فري
ٽريڊ زون ٿيو آهي. مون تہ اُتي پلاٽ وٺي جڳهہ بہ
ٺهرائي آهي."

"پر ڌنڌي جون حالتون، نوڪرين جا وجهہ اهڙا
آهن جو سنڌي ڇڪجي اُتي اچن؟" مون سوال ڪيو.

"سمجهو ڪٺي تہ اسين گانڌيڌام کي واپاري مرڪز
نٿا بڻائي سگهون تڏهن بہ اسان کي ڪوشش ڪرڻ
کپي تہ اُتي پلاٽ وٺون ۽ گهٽ ۾ گهٽ رٽائرمينٽ
بعد اُتي وسڻ جي ڪوشش ڪريون. سنڌ ۾ سنڌورقي
ڏيساورن ۾ ڪمائڻ ويندا هئا پر سيرٽپ پنهنجيءَ سنڌ
۾ ڪندا هئا. هاڻي بہ اِئين ٿي سگهيٿو. پلاٽي
هڪ ننڍو ڳوٺ آهي پر ٻرلا وارن اُن کي وڏو تعليمي

مرڪز بڻايو آهي. گانڌيڌام ۽ آديپور ۾ جيڪڏهن تعليمي مرڪز ئي ٺهي پوي ته اسان جو سنڌ يونيورسٽيءَ جو سپنو پورو ٿي سگهندو. هڪ طرف ٻوليءَ جي واڌاري کي هٿي ايندي، ٻئي طرف سنڌين کي گهٽ ۾ گهٽ اهڙو هنڌ ته ميسر ٿيندو جتي ڏکين حالتن ۾ اچي وٺي سگهن!"

شري مورج جي اهڙي سپني مان ظاهر هو ته هن اِن ڏس ۾ گنڀيرتا سان سوچيو آهي. سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي ڳالهه نڪتي ته مون ڪانئس ٻيو سوال ڪيو، "سنڌ سان اسانجي ناتي بابت اوهانجو ڪهڙو خيال آهي."

"سنڌ سان اسانجو ناتو ڪڏهن ٽٽڻ نه کپي. اِهو نه فقط ٻوليءَ ۽ ساهت جي، بچاءَ جي لحاظ کان پر خود سنڌين جي هستيءَ جي لحاظ کان به."

مون محسوس ڪيو ته شري مورج اِها ڳالهه دل جي گهراين مان چئي، چاڪاڻ ته هو سياستدان برابر ڪونه آهي پر دور درسي آهي ۽ سنڌي جاتيءَ جي لاءِ سمجهس هڏ ڪرڪ آهي.

"سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ لاءِ ۽ اُن جي وڌيڪ واڌپي ۾ اچڻ لاءِ اوهين ڀي ڪا رٿ ڏيندا؟" مون پڇيو.

ٿورو سوچي شري مورج چيو، "سنڌ ۾ هندي‌ءَ

جي پرچار لاءِ ڪيترا ماڻهو ايندا هئا ۽ هندي امتحان ورتا ويندا هئا ۽ اُئين ڪيترن سنڌين هندي سکي."

"اوهين راشٽرڀاشا پرچار سمتي واردا جي امتحانن جي ڳالهه، نٿا ڪريو!"

"بلڪل اُهي. اُن طرز تي جيڪڏهن ڪا سنستا نهي، جيڪا جتي جتي سنڌي وسيل آهن، تتي اهڙن امتحانن جو بندوبست ڪري ته سنڌي ٻوليءَ جي پرچار ۾ وڏي تيزي ايندي."

شري موراج جي اِها رت ٻـ منهنجي دل وٺان هئي. اِئين برابر آهي ته ان ڏس ۾ ڪوششون ٿيون آهن پر اُهي پيسي جي ڪميءَ ۽ ڪم ڪندڙن جي کوٽ سبب ڪامياب ڪين ٿيون آهن.

مون سوال ڪيو، "اسين سنڌي چوندا آهيون ته اسين ٻئي کي چڙهندو ڏسي سهون ڪين. اِها اسانجي وڏي خامي آهي."

"مان اِن سان شامل نه آهيان. خاميون ۽ خوبيون سڀني جاتين ۾ آهن. اسانجي اِها خامي ان ڪري وڏي ٿي لڳي جو اسان کي وجهه گهٽ آهن. مان ته پاڻ سمجهان ٿو ته ٻين جاتين جي ڀيٽ ۾ اسان ۾ نيڪ ڪارجن ۾ مدد ڪرڻ جو وڏو گڻ آهي."

"برابر. اوهان ٻـ ڪيترن کي مدد ڪئي آهي. گذريل ٽن سالن کان اوهان اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽

ساهت سڀا کي سال جي بهترين ليکڪ جو سنمان
ڪرڻ لاءِ قدرشناسيءَ طور انعام به ڏيندا رهيا آهيو...
اوهان کي اهڙو ڪو آزمودو آهي ته جنهن ڪارج لاءِ
اوهان مدد ڪئي هجي اُن جو دراُپيوڳ ٿيو هجي."

"نه، مونکي اهڙو مثال نٿو سجهي. سينيءَ ڏنل مدد
مقصد موجب ڪم آندي آهي. سڀا وارا هر سال انعام
ڏيندا اچن. نئين ساهت ڇپائڻ ۾ مدد ڪريان ٿو ته
اهي ڪتاب به پهچن ٿا.

مون شري مورج کان آخرين سوال ڪيو، "سنڌين
کي اوهين جيڪر ڇا چوڻ چاهيو؟"

"پاڻ ۾ محنت ۽ سچائيءَ جي گڻن کي اڃا به
وڌائين بوليءَ، ساهت ۽ جاتيءَ جي بهبوديءَ لاءِ ڪم
ڪن يا مدد جو هٿ ڊگهيرين."

شري مورج منگهناڻيءَ کي مهرباني چئي مان اُٿي
بيٺس. مون کي محسوس ٿيو ته اڄ مان اُن شخص سان
مليو هوس، جنهن کي نه فقط سنڌي هجڻ جو فخر
آهي پر جيڪو محنت ڪري ڪو درجو حاصل ڪرڻ
بعد پاڻ کي بين سڀني سمجهي ٿو ۽ سنڌي جاتيءَ
جي ترقيءَ جا سپنا لهي ٿو ۽ اُهي بين سان ونڊي ۽
وراهي ٿو. شل اسان مان گهڻا اِن ڪارج ۾ ساٿس
شامل ٿين!

# امڙ جي وس

□ هڪ دفعي وتايو فقير مسجد ۾ ويٺو هو. اتي هڪ شخص ٻين کي ويٺي نصيحت ڏني تہ، ”ادا سڀ ڪجهہ سائين جي هٿ ۾ آهي. ڪرڻ ڪرائڻ وارو قادر آهي سڀ چيز ان جي حڪم هيٺ آهي......“

وتائي فقير اهو ٻڌي کلي ڏنو. ماڻهن پڇيس تہ فقير کلين ڇو ٿو؟“ وتائي وراڻي ڏني، ”ادا، اهو سڀ سچ آهي. ٻيون سڀ ڳالهيون سائينءَ جي هٿ ۾ آهن، پر ٻہ ڳالهيون امڙ جي وس ۾ آهن“ ماڻهن پڇيس تہ اهي ڪهڙيون ڳالهيون آهن؟ وتائي کين چيو، ”امان کي وٺي تہ پيٽ رڌي، وٺيس تہ ماني پچائي.“

□□

# اڄلا ھي آھ.

□ ديال تيجواڻي

پاتر

١- برجلعل- شيلونتيءَ جو پيءُ ۽ ماستر
٢- گٽونتي- شيلونتيءَ جي ماءُ
٣- ديارام- برجلعل جو دوست
٤- شيلونتي- برجلعل ۽ گٽونتيءَ جي ڌيءَ
٥- موھني- برجلعل سان ڪم ڪندڙ ماسترياڻي
٦- رتن- موھنيءَ جو پاڙيسري انجنيئر
٧- اشوڪ، ببلو ۽ بيا ڪيترائي ڇوڪرا، مرد ۽ ٻار
٨- اجنبي عرف گرڌنو- ھڪ گنگھار گھوٽ

پردو پھريون

(ھڪ وچولي درجي جي گھر جو ڊرائنگ روم. ھڪ پاسي ٽن پيسز جو صوفا سيٽ. وچ ۾ ھڪ سينٽر ٽيبل. سامھون ديوار جي پاسي ۾ ھڪ سيٽي جنھن تي ھڪ وھاڻو رکيل آھي. سيٽيءَ جي پاسي واري ڪنڊ ۾

ٽي-وي-سيٽ. هڪ ديوار تي ٻه مورتون هڪ گرونانڪ صاحب جي ۽ ٻي ڀڳت ڪنوررام صاحب جي. ٻيءَ ديوار تي ٽنگيل هڪ ڏگهو گهڙيال ٽڪ ٽڪ ڪري رهيو آهي ۽ ٽون جا ٺڪاءَ ٿو هڻي. صوفا سيٽ تي ٻرجلعل ڪنهن گهري سوچ ۾ ٻڏل غمگين ويٺو آهي. گڏونتي ناشتو آڻي سينٽر ٽيبل تي رکي ٿي.)

گڏونتي- هان وٺو- نيرن ڪريو.

(بلڪل ماٺ)

گڏونتي- ٻڌو ٿا. ائين سوچي سوچي ته پاڻ کي سڪائي ڇڏيندا. نيرن ڪريو. ڪيتري وقت کان ٺري رهي آهي.

ٻرجلعل- ڪٿي وڃ. مون کي ڪجهه ڪونه ٿو وڻي.

گڏونتي- ڪٿي ڪيئن ويندس؟ توهان پنهنجي وسان ٿورو ئي گهٽايو آهي. اسان جو ته آهي صبر. صبر جنهين جو سير، تير نه گسي تنين جو. (ائين چئي ٿالهيءَ مان جنهن ۾ قلڪي تي مکڻ جو چاڙو رکيل هو تنهن مان قلڪي جي گراهي پچي مکڻ ۾ ٻوڙي پنهنجي گهوٽ جي وات ڏانئين آڻي ٿي ۽ ٻرجلعل منهن ڦيرائي ٿو ڇڏي.)

گڏونتي- (ٻانهن گهوٽ جي ڳلي ۾ وجهي، همٿ سان گهوٽ جو منهن ڦيرائي ٿي ۽ ٻئي همٿ سان

گراهي گهوٽ جي وات ۾ وجهندي) ڪائو نہ.
گرو بابو سپ پلي ڪندو.

برجلعل- (گرهي چباڙيندي) گهوٽني ڇا مان، ڇا ٿي ويو. مون کي تہ خواب خيال ۾ بہ ڪونہ هو تہ اسان جا سالن کان ڏٺل وائٺل بہ ائين هلت هلندا. ڇو. شيلوٽني ڏسڻ ۾ ڪانہ ٿي اچي.

گهوٽني- شيل سڄي رات روئندي گذاري آهي. شايد پرہ ڦٽيءَ جو ئي اک لڳي اٿس. پلي سمهي پئي هجي ۽ آرام ڪري.

برجلعل- (هينئر پاڻ ئي ٻي گرهي ٺاهيندي) مون کي تہ سمجهہ ۾ ئي نٿو اچي تہ هاڻي ڇا ڪجي.
(گرهي وات ۾ وجهي ٿو.)

گهوٽني- ڪٻو وري ڇا؟ ڇا توهان سمجهو ٿا تہ هو هينئر ڪنهنجي مڃيندو ۽ شيل کي پاڻ وٽ وٺي ويندو؟ منهنجو تہ خيال آهي تہ ڳالهہ کي هينئر اتيئي ختم ڪجي ۽ شيل جي آئيندي بابت ڪجهہ ويچار ڪجي.

(برجلعل چپ چاپ نيرڻ ڪري اٿي ٿو)

برجلعل- مان گرڙي ڪري اچان ٿو. (ائين چئي اندر هليو وڃي ٿو ۽ ٿوري وقت کانپوءِ ٽوال سان هٿ اگهندو ٻاهر اچي ٿو.) ها، منهنجي دماغ ۾ هڪ ڳالهہ سجهي آئي آهي. شيل کي ڇو

کين نوڪري ڪرائجي. پڙهيل ڳڙهيل، بي-اي پاس ڪيل آهي.

گڏونتي- هيئنر نوڪري ڪٿان ملندس. گڏريل مهيني پڇويه، پورا ڪري چوڏهين م پير پاتو اٿائين.

برجلعل- ها، اها ڳالهه به سچي آهي. سرڪاري نوڪري نه ته ڪنهن پرائيويٽ فرم م وٺي ڏجيس. (اتي دروازي تي گهنٽيءَ جو آواز ٿئي ٿو) ڪوئي آيو آهي. (وڃي دروازو کولي ٿو)

برجلعل- اچو، اچو ديارام، اچو.

ديارام- چو ڀائي عيد جو چنڊ ٿي ويو آهين؟ يارن جي ياد ڪانه ٿي ستائي؟

برجلعل- (منهن هيٺ ڪري) اچو، وهو.

(ٻئي ڄڻا وڃي صوفا تي وهن ٿا. گڏونتي جا بيني هٿي سا ديارام کي نمستي ڪري ٻئي نديي صوفا تي وهي ٿي)

ديارام- (گمڀيرتا سان) هڪ ڳالهه پڇانو. بدانڙ م سڪوچ ت، ڪونه ڪندا؟ تنهن ڏينهن ماستر گوڏومل ڳالهه ٿي ڪئي ته توهانجي ڪڪيءَ کي......

برجلعل- (وچم ڪٽيندي) ڇڏيو انهن ڳالهين کي......
(اتي من پرجي تو اچيس ۽ وڏيڪ ڪجهه چئي ڪونه ٿو سگهي)

ديارام- (دل وٺائيندي) اَدل، مان سمجهان ٿو تہ جتي باه ٻرندي اتي ئي سيڪ ايندو. مون سان حال اور تہ هيئنئون ڪجهہ هلڪو ٿيندءِ مهرباني ڪري سربستي ڳالهہ ڪري ٻڌاءِ. ٿي سگهي ٿو تہ مان ڪجهہ مدد ڪري سگهانءِ.

ٻرجلعل- ڪهڙي ڳالهہ ٻڌايانءِ؟ ڏيءِ کي شادي ڪرايم، ٻن مهنن کان پوءِ پيري اگهاڙو هڪ ئي وڳي ۾ ڪڍي ڇڏيو اٿنس. هاڻي تہ مهني کن کان اسان وٽ آهي.

ديارام- ڪنهن ڪڍيس؟ گهوٽس ڪونہ هو ڇا؟

ٻرجلعل- ان جا ئي تہ اهي ڪرتوت آهن.

ديارام- تہ ماڻس بہ ڪجهہ ڪونہ ڪڇيو؟

گٽونتي- ڏوڙ ڇائي ٻڪ ايڏائي. جهڙا ڪانگ تهڙا ٻچا.

ديارام- تہ ڇا ان ۾ ماڻس جو بہ هٿ آهي؟

گٽونتي- جهڙي ڇالي تهڙي ٻچي، هن لاهي هن کسي ڏني.

ديارام- ڪڍي ڇڏڻ جو ڪارڻ؟

ٻرجلعل- ڪوئي بہ ڪارڻ ڪونهي- بس ڪوئي بهانو کپي. ڪجهہ بہ الزام لڳائي من جي مراد پوري ڪري سگهجي ٿي.

ديارام- ڪهڙيءَ سباجهيءَ سلڇڻيءَ تي الزام؟

ٻرجلعل- (ٻريل دل سان هٻڪندي) چوي ٿو تہ...تہ...

هوءَ...زال... ڪانهي.

ديارام- ڇا؟ (وائڙو ٿي وڃي ٿو)

برجلعل- ها، اها ڳالهه بلڪل غلط آهي. مان آل انڊيا ميڊيڪل انسٽيٽيوٽ ۾ گائناڪالاجيڪل ڊپارٽمينٽ جي انچارج ڊاڪٽر پاٽيءَ کي ڏيکاري سرٽيفڪيٽ ورتو آهي. سندس جوڙ آهي تہ شيل پورٽ روپ ۾ زال آهي. (اٿي اندر وڃي سرٽيفڪيٽ کڻي اچي ٿو) ڏس هيءُ سرٽيفڪيٽ.

ديارام- (سرٽيفڪيٽ وٺي ڏسي ٿو.) پوءِ ڪيس وڃي ڏيکاريءَ ڪونہ؟

برجلعل- پائي ديارام، ڇا تون سمجهين ٿو تہ مون پنهنجي وسان ڪجهه گهٽايو هوندو؟ پورو مهينو هنجي پنيان جتيون گسايون آهن. مٿن مائٽن جو ميڙ وٺي ويوسانس. پر ڇوڪرو؟ نرڳيءَ تيل ڪونہ ٿو لائڻ ڏئي. بلڪ سيني جي هڪ ڏيهن بي عزتي ڪندي چيائين، "نڪري وڃو منهنجي گهر مان."

ديارام- ۽ مائٽس وٽني سڀڪجهه ڏٺو ۽ ٻڌو؟

برجلعل- هائو. هوءَ ٻہ پٽ جو پاسو وٺي چوڻ لڳي، "منهنجو هڪ ئي سڪيلڌو پٽ. پٽ پرٽايم تہ پوٽا ۽ پوٽيون ڏسان ڪين وانجهه. وٺي گهر

۾ وهاريان- مون کي ڪانہ ڏني اهڙي نونهن.“

...ارام- مار...! وڏا بي آڪاهيا ڇنبا. ڇا ڄاڃ جوڃ بہ ڪونہ ڪئي هيئہ ڇا؟

...لعل- ڄاڃ؟ ڇا جي ڄاڃ؟ خبر اٿيئي تہ ڪير آهن؟ (يڪساهيءَ ڇئي ويو) ڇوڪري جو پيءُ ماستر گردا سمل آسودا ٽي ٽنڊي آدم ۾ منهنجو استاد هو. هتي مون ماستري شروع ڪئي تہ سنڌس پٽ گرڌنو منهنجو شاگرد. سنڌ ۾ گهرو رستو هو تہ هتي بہ هڪ ٻئي جي گهر ۾ اچڻو وڃڻو هو. ماستر گرداسمل هڪ ڏينهن چيو، ”برجو، توکي تہ خبر آهي تہ مون کي هڪ ئي پٽ پيريءَ ۾ ڄائو. سو بہ گرن اڳيان گيسيون پري گهري ورتو آهي. ان ڪري نالو بہ رکيوسونس گرڌنو. منهنجو خيال آهي تہ تنهنجي شيلونتيءَ کي پنهنجي نونهن بڻائي گهر جي شوڀا وڌايان.“ مون بہ سوچيو تہ تہ ڄا آهن. آڪاهيو گهر آهي. ڇوڪري گهري ٿا وٺن. ڇوڪري کي نوڪري بہ سٺي آهي سو چيومانس تہ توهان منهنجا وڏا آهيو. توهانجو حڪم اکين تي. ان وقت ڇوڪري بہ رضامندي ڏيکاري ۽ مڱڻو ٿيو

ديارام- ته پوءِ هاڻي ڇڙي ڇا لاءِ؟ ڇا ڪين ڏيتي ليتيءَ جي لوڙ آهي؟

برجلعل- نه، ديارام نه. اسانجي قسمت اسان سان دوکو ڪيو آهي. مڱڻي ڪانپوءِ ماستر صاحب شاديءَ جي تاريخ به پڪي ڪئي. پر ان وچ ماستر صاحب راهه ربانـي وٺي رمندو رهيو. شادي هڪ سال لاءِ مهمل ٿي ويئي، ڇو جو ماستر صاحب جـي زال عـذر ۾ هئي. ان وچ ڇوڪري کـي ڇڙواڳي ملي وئي. ڇوڪري جي نوڪري به سٺي آهي. ٻيءُ جـي مرڻ ڪانپوءِ هو وڪارن جي وهڪري ۾ وهي ويو.

ديارام- ماڻس يا توهان ڪيس ڪونه سمجهايو؟

برجلعل- ڪنهنجي به ڪونه ٻڌندو هو. ماڻس عذر لاٿو ته شاديءَ لاءِ گهڻو ڪئيسين. پر ڪن لاتار ڪندو رهيو. اٽين سال پيو به نڪري ويو. آخر گهڻو زوربار آندوسين ته ماڻس ڏمڪي ڏنس ته جيڪڏهن شادي نه ڪندين ته مان زهر کائي مرنديس. آخر شادي ٿي ۽ ٻن مهنن ڪانپوءِ اسان سان هيءُ قهر ٿيو......

ديارام- برجلعل، جيڪڏهن ڇوڪرو شاديءَ ڪرڻ کان نابري واري ويٺو هو ته پوءِ توهان هن سان زبردستي ڇو ڪئي؟

برجلعل- ادا، شل ڪنهنجو ڏيهن ڏنگو نه ٿئي، مان ته مريادا

کي ٿي مٿس ته جي مڱڻو ٽوڙيندس ته ماڻهو
ڇا چوندا. آخر اسان جي سماج ۾ ته اهڙي
آهي جا صرف ڇوڪرين کي ڏوهه ڏئي ڄاڻي.

ديارام- ته پوءِ شاديءَ کان پوءِ ڇوڪرو ڇوڪريءَ
سان ڪيئن هلندو هو؟

گڏونتي- شاديءَ کانپوءِ خير ڪي ٻه چار ڏينهن پوري
وقت تي گهر ۾ آيو هوندو. پر پوءِ ته رات
جا ٻه ٻه ڪري نشي ۾ چور ٿڙندو ٿاٻڙجندو
ٻيئي اندر پير رکڻ سان ڦان ٿي اچي پوندو
هو ته صبوح جو نوين بجي کان اڳ هوش
ڪونه ايندو هوس.

ديارام- هون! (ٿورو سوچي) ته پوءِ مان سمجهان ٿو ته
اهڙي ماڻهوءَ کي سنئين دڳ لڳائڻ مشڪل ته
آهي پر ناممڪن ڪونهي. جيڪڏهن توهان
چاهيو ته مان ساڻس ملان ته مٿان ڪو ڪُڙتيل
نڪري اچي.

ٻوجلعل- ڀلي ڪوشش ڪريو. پر مان ٻڌائي ٿو ڇڏيانو
ته اهو ڪم اهڙو اٿو جڻن ريڻ اڳيان رباب
وڄائڻ.

(اتي شيلونتي اندران هڪ ٽري ۾ چانهه جا
ٻي ڪوپ ۽ پليٽ ۾ بسڪيٽ آڻي ٽيبل
تي رکي ٿي ۽ ديارام کي نمستي ڪري ٿي)

ديارام- نمستي پٽ، شل ڀڳوان سکي رکندءِ. مان سياڻي أي وڃي تنهنجي گهوٽ کي سمجهائي توکي ساهري گهر موڪليندس.

شيل- دادا، مهرباني ڪري توهين وٽس نه وڃو خواهمخواه هو توهانجي به بي عزتي ڪندو. مان جهڙي حال ۾ آهيان، ان ۾ ئي مون کي رهڻ ڏيو. (ائين چئي هوءَ اندر هلي وڃي ٿي.

برجلعل- چانهه ڪٽو. (ٿئي جٿا هڪ هڪ بسڪيٽ کڻن ٿا ۽ چانهه جو ڪوپ ڪٽي چانهه پي ختم ڪن ٿا.)

ديارام- چڱو بابا! مان هلان ٿو. دعا ڪريو ته مان پنهنجي ڪم ۾ سڦل ٿيان. (ائين چئي هو اٿي ٿو.) ها، چڱو جو ياد آيو. اهو سرٽيفڪيٽ ته ڏئي ڇڏيو.

برجلعل- (ديارام کي سرٽيفڪيٽ ڏيندي) چڱو، اڌل. ڀڳوان سوڀ ڏيندءِ.

(برجلعل ۽ گڏونشي کي نمستي ڪري ديارام ٻاهر نڪري وڃي ٿو.)

(پردو ڪري ٿو)

پردو ٻيون

---

(ساڳئي سومر جي نما شام جي مهل. برجلعل

جي گهر جو ساڳيو ڊرائنگ روم. هو صوفا سيٽ تي ويٺو آهي ۽ ان مهل آيل ”هندواسي“ پڙهي رهيو آهي. دروازي جي گهنٽي وڄي ٿي. ٻرجلعل اٿي دروازو کولي ٿو. ديارام اندر گهڙي ٿو. گهنٽيءَ جي آواز تي گٽونتي ٻه اندرين ڪمري مان اچي ٿي.)

ٻرجلعل- اچ، ڀائي اچ. اسان کي تنهنجو ئي انتظار هو. ڪر خبر پنهنجي ڪاميابيءَ جي.

ديارام- يار، ڪهڙي ڳالهه ٻڌايانءِ. اڄ مان هار کائي آيو آهيان. هو ته اڄ جو ليکو لتاڙي، بلڪل ننگو ٿي بيٺو آهي. (اٺو ساه کڻي ٿو.) تو سچ ٿي چيو يار، سونهن آنا سڀ. هو ته ناتا ئي ٽوڙڻ تي سندرو ٻڌي بيٺو آهي.

گٽونتي- مون ته اڳم ئي ٿي چيو ته ڪٿي آڳر وڌي پئي.

ٻرجلعل- (مايوسيءَ مان) پر اسانجي نياڻيءَ جو ڇا ٿيندو؟ اچا اڳيان سڄي عمر پئي اٿس. ڪيئن اڪيلي گذاريندي. اسين ماءُ پيءُ ڪيترو وقت زنده رهنداسين.

ديارام- سمجهه ته جيڪڏهن اسين زوربار آٿي، ڇڏ چاءُ ڪرائي اني ڇڏي ٻه اچونس ۽ ڇوڪرو جيڪڏهن هنڪي نه پڇي ۽ هن ڏانهن نهاري

ٻه نه، ته ڇا اها هلت هنڪي اندر ئي اندر
کائيندي ڪانه؟ پوءِ ڪهڙو ٿيندو هنجو اتي
رهڻ؟ ڇا صرف ٻانهي ٿي وڃي اتي رهي؟

برجلعل— شايد اتي رهڻ سان ڇوڪري جي من ۾
ڦيرو اچي ۽...

ديارام— نه ڀائي برجلعل، نه. جو مرد پر استرين جي
سنگ ۾ سوگهو آهي اهو پنهنجيءَ حق ٻڌيءَ
زال کي بلڪل ڪونه پڇندو. مون کي ته اها
به خبر پئي ته هو ڪلبن ۾ جوئا ڪندو آهي.
دارونءَ جا دنگ چاڙهيندو آهي.

گنوتني— (مڙس ڏانهن نهاري) داداجن بلڪل ٺيڪ ٿا
چون. هاڻي ڇڏيو ماريي جي پڇر. پنهنجي
ٻچڙيءَ جي آئينده لاءِ سوچيو. ڀريو مهينو
ٿي ويو آهي. ويچاري نه ٻاهر ٿي نڪري ۽
نه ڪنهن سان ڳالهائي ٿي. سندس مرڪ ئي
موڪلائي وئي آهي. الائي سڄو ڏينهن ڇا
پئي سوچي ويچاري.

ديارام— اڙي ها، ياد آيو. اڄ صبوح جو ئي ويسٽن
ٽي-وي جو مالڪ مسٽر سندر وڇاڻي
مون کي گڏيو هو. چيائين ته سندن وٽ
ٽيليفون آپريٽر جي جڳهه خالي آهي ۽ ڪا
سنڌي ڇوڪري منهنجي نظر ۾ هجي ته ڪيس

ٻڌايان ته نوڪريءَ ۾ لڳائيس. جيڪڏهن چئو
ته مان شيل کي اتي لڳارايان.

برجلعل- پر شيل کي ته ٽيليفون آپريٽري ايندي ئي
ڪانهي. سو ان کي ڪيئن لڳائيندا؟

ديارام- ان جو ڪم مون تي ڇڏيو. ان ڪم سکڻ ۾
ڪهڙي ٿي دير لڳي. ڪٽي ٻه چار ڏينهن
تڪليف ٿيندس ٻيو ورڻي ڇا. ٿورو سمجهائيس
ته سکي ويندي. اتي ڪم ۾ رڌيل رهندي ته
آهستي آهستي گذريل ڳالهين کي وساريندي
۽ تنهنکان سواءِ ڪجهه ڪمائي ايندي ته
سمجهندي ته هوءَ ڪنهن تي بوجهه ڪونهي.
(اتي اوچتو ٻنهيون وسامي ٿيون وڃن) اندران
شيل اچي بتي ٻاري ٿي ۽ ديارام کي نمستي
ڪري ٿي)

ديارام- سکي ره پٽ. ها شيل، تون سياڻي صبح جو
نوين بجي تيار ٿي ويٺي هججان. مان ايندس
۽ هلي توکي نوڪريءَ تي لڳارائيندس.

شيل— دادا، مان نوڪري ڪانه ڪنديس. مان ٻاهر
ئي ڪانه نڪرندس.

ديارام- ٻاهر ڪانه نڪرندينءَ؟ ڇو پٽ؟ ان ۾ تنهنجو
ڪهڙو ڏوهه؟ نه، نه، ائين ڪونه ٿيندو. توکي
هلڻو ئي پوندو.

گٽونتي- (ذيءَ جي مٿي تي هٿ گهمائيندي) پٽ، هيئنئر توکي بهادر ٿيڻ گهرجي. نوڪري کڻڻ ۽ تو ۾ همت ايندي ۽ خيال به کلندا.

(شيل ٻنهي کان ڪمري جي اندر هلي وڃي ٿي)

ٻرجلعل- چڱو، اها ته ڳالهه ٿي. باقي هاڻي ڇوڪري مان جند ڪيئن آزاد ڪجي؟

ديارام- هي ته ڀاڻ تيار آهي (پوءِ آهستي ڇوڪري طرفان طلاق جي گهر واري سربستي ڳالهه ڪري ٿو ٻڌائين)

ٻرجلعل- مارا اصل ائين لاهي پائي ٻيٺو آهي؟ ته پوءِ ڇا ڪجي؟

ديارام- سياڻي مان پهرين شيل کي نوڪريءَ تي لڳارائي پوءِ سڌو ڇوڪري وٽ ويندس ۽ ڇوندوسانس ته اسين تيار آهيون ۽ ڀاڻ ڪورٽ ذريعي ناتا ٽوڙڻ جي جلد ئي ٻوئواري ڪري.

گٽونتي- توهين ٻئي ونس وڃي، هڪ هڪاڻي ڪري اچو.

(ديارام اٿي ٿو ۽ ٻنهي کان موڪلائي ٻاهر نڪري وڃي ٿو.)

(پردو ڪري ٿو)

## پردو ٽيون

(سال ڪان پوءِ. آرتوار جو ڏينهن. ٻرجلعل جي گهر جو ساڳيو ڊرائنگ روم. نئين صوفا تي گڻونتي ويٺي آهي. ٻرجلعل ٻانهون پنيان جهلي ڪمري ۾ اچ وڃ پيو ڪري. گهر جو ٻاهريون در کليو پيو آهي ۽ ٻه ٽي پيرا ٻاهران ليئو پائي اچي ٿو.)

ٻرجلعل- اڃا ڪونه آيو آهي، چيائين ته پوري ڏهين بجي پهچي ويندس. مٺان اچي سايا ڏه لڳا آهن؟

گڻونتي- اچي ويندو. تڪڙ ڪهڙي آهي؟ اڃا يو پيا ماندا ٿيو......

(اتي دروازي جي اندر ديارام پير رکي ٿو ۽ گڻونتيءَ جو چيل جملو ٻڌي وٺي ٿو.)

ديارام- ڀاڀي، ڪير ٿو ماندو ٿئي؟ اسانجو دوست ٻرجلعل؟

گڻونتي- ها، اهو توهانجو دوست ٻيو وري ڪير؟

ٻرجلعل- ويهه، ديارام. ڇو دير ڪري آئين؟

ديارام- يار، هيڏي وڏي شهر ۾ جتي آمدرفت جو آزار آهي اتي اڌ ڪلاڪ دير ڪا دير ٿوروئي ليکي ويندي. ها، ڪر خبر. شيل ڪي

نوڪري ڪندي هڪ سال ٿـي ويو آهي.
گرڏني کي ناتا توڙي، سينگاپور وئي ۽ اڄ ڇهه
مهنا ٿي ويا آهن. هاڻي ته سڀڪجهه ٺيڪ
آهي نه؟ شيل ته هاڻي پراڻيون ڳالهيون
وساري ڇڏيون هونديون؟ ٻڌاءِ، اڄ ڪيئن ياد
ڪيو اٿيئي؟ سک ته آهي نه؟

برجلعل- دوست، سڀڪجهه ٺيڪ آهي. مون توکي
ڪجهن ضروري صلاح مصلحت لاءِ گهرايو آهي.

ديارام- ڇڻ، دلبر ڇڻ. مان حاضر آهيان.

برجلعل- اسانجي سڪول ۾ جيڪا ماسترياڻي مسز
موهني آهي ان شيل لاءِ مائٽي ڏسي آهي.

ديارام- (خوشيءَ مان) اڙي واه! هيءَ ته سچ پچ
خوشيءَ جي ڳالهه آهي. ڇوڪرو ڪير آهي؟
ان کي هن سڄي ڳالهه جي خبر آهي؟

برجلعل- ها، ڇوڪري جو نالو رتن آهي ۽ موهنيءَ
جي پاسي ۾ پنهنجي ئـي مڪان ۾ رهندو
آهي. سينٽرل پي ڊبليو ڊي ۾ انجنيئر آهي.

ديارام- انجنيئر؟ پوءِ ته مڃيو اٿائين؟

برجلعل- ڳالهه هيئن آهي ته هنجي شادي ٿي هئي.
پر سندس زال ڇئن سالن جو پٽ اشوڪ
ڇڏي وڃي پرلوڪ کي پياري ٿي. سندس گهر
۾ ٻيو ڪوبه ڪونهي جو سندس پٽ جي

سنڀال ڪري. رتن پاڻ ئي پيءُ آهي ته پاڻ
ئي ماءُ. پنهنجي هٿن سان ئي اشوڪ کي
سنڀرائي، روئي پاڻي به پاڻ ڪري.

ديارام- اڇا. ان ڪري ڪيس ضرورت آهي. پر يار
برجلعل، اهڙي ڇوڪري کي گهٽيئي ڪنواريون
ڇوڪريون جون مائٽيون ايندڀون هونديون. پوءِ
شيل لاءِ ڪيئن منهنجو اٿائين؟

برجلعل- سچي ڳالهه آهي. پر موهنيءَ جي چوڻ موجب
هو ڪٿي به ٻي شادي ڪرڻ لاءِ تيار ڪونهي.
ڇو ته سندس چوڻ موجب مائٽيلي ماءُ سندس
پٽ جو خيال ڪانه رکندي ۽ هو رلي ويندو.
پر موهنيءَ هنکي شيل بابت سچي حقيقت
اڳيان رکي آهي ۽ ٻڌايئينس ته اهڙي ڇوڪري
جيڪا سنايل آهي سا هنجي پٽ کي پنهنجي
پيٽ جائي کان به وڌيڪ گهرندي.

ديارام- توهان کي خاطري آهي ته هو شيل سان سنو
هلندو؟ ڇا توهين ساڻس گڏيا آهيو؟

برجلعل- هائو. مان ۽ گڏونتي ٽيون ڏينهن شام جو
موهنيءَ جي گهر ويا هئاسين. اتان وري رتن
جي گهر به وياسين. ڳالهائڻ ٻولهائڻ مان
ڇوڪرو تمام نهنو، گڏوان ۽ فضيليت پريو تو
لڳي. مون ته هن سان لڪ لڪاءُ ڪونه ڪيو

۽ سڀ ٻڍايومانس. ايترو ٻه ڇيومانس ته اسين
اڳم ئي ڏڏل آهيون.

ديارام- پوءِ ته مڇيائين...!

ٻرجلعل- پاڻ ئي ڇيائين تــه جيڪو ڪير جــو سڙيل
هوندو سو ڏڏ کي ٻــه ڦوڪون ڏيندو. پـر مان
انهن پراڻن ويچارن جو ڪونه آهيان ته ڇوڪري
چڊيل آهي يا وڌوا. مون کي اهڙي زال کپي
جا منهنجي ممتا کان وانجهيل پٽ کــي ماءُ
جو پيار ڏئي ۽ مائيلي ماءُ جيان هلت نه هلي.

ديارام- جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ ها ڪرڻ گهرجي.

ٻرجلعل- انهيءَ ڪري ئي تــه مون توکي هت گهرايو
آهي. هيئنر جارڻ موهني رتن کــي ساڻ وٺي
شيل کــي ڏسڻ لاءِ هت آئي. وڌيڪ جيڪو
توکي پڇڻو هجي سو پڇجائنس.

(اتي در تــي گهنٽي وڄي ٿي. ٻــرجلعل در
کولي ٿو. موهني ۽ رتن اندر اچن ٿا.)

ٻرجلعل- (هٿ جوڙي) نمستي، اچو، اچو، سدا آيا.
(گڏونتي ۽ ديارام پڻ انهن کي نمسڪار ڪن
ٿا ۽ هو پڻ کين موٽ ۾ نمسڪارين ٿا.)

گڏونتي- اچو، وهو. (سيٽي وهن ٿا.)

ٻرجلعل- (موهنيءَ ۽ رتن کي ديارام ڏانهن اشارو ڪري)

هيءُ منهنجو دوست ديارام آهي، پراڻي ياري
اٿئون.

موهني- ها، ياءُ بـرجلعل (گهڙي رکي) ڇو شيل کونه
ٿي ڏسڻ ۾ اچي؟

گڏونتي- اندر آهي. سڏ ٿي ڪريانس.

(گڏونتي اندر وڃي ٿي ۽ شيل کي پاڻ سان
ٻاهر وٺي اچي ٿي. ٻنهي جي هٿن ۾ به ٽري
آهن جن ۾ ڪـاجا، بـرفي، بسڪوٽ ۽ چانهه
رکيل آهن، سي سينٽر ٽيبل تـي رکن ٿيون.
شيل سڀني کـي هٿ جـوڙي نمستي ڪري
ڪنڌ هيٺ ڪري ٻهي ٿي.)

موهني- ويهه، ٻار. ڪٿي ڪم ڪندي آهين؟

شيل— (ماءُ جي پاسي ۾ ويهندي) ويسٽن وارن وٽ.

ديـارام- (رتن کي) سائين، تـوهان ڪٿي ڪم ڪندا
آهيو؟

رتـــن- مان سي-پي-ڊبليو-ڊيءَ ۾ جونيئر انجنيئر آهيان.

ديـارام- توهان کي ته سڄي حقيقت کان برجلعل واقف
ڪيو هوندو؟

رتـــن- ها، سائين.

(سڀ ماٺ ڪري ويٺا آهن.)

موهني- (رتن ڏانهن منهن ڪري، ماٺ کي ٽوڙيندي)

ڇوڪريءَ کان جيڪي پڇڻو هجيئي يا ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻي هجيئي سا ڀل ڪر.

رتن- مون کي ڪجهہ بہ پڇڻو ڪونهي. مونکي ڇوڪري پسند آهي.

موهني- تہ پوءِ ڪيون جهولي لعل؟

رتن- منهنجا ٻہ شرط آهن!

ٻرجلعل ۽ گنوننتي- (ٻئي هڪ ئي سر ۾) شرط؟ ڪهڙا شرط؟

رتن- هڪ تہ توهين شاديءَ ۾ ڪجهہ بہ ڏيتي ليتي نہ ڏيندا. مون کي ڇوڪري صرف هڪ ئي ويڊيءَ واري وڳي ۾ کپي. ٻيو تہ شادي ٽڪاڻي ۾ ٿيندي. ماڻهن کي نينڊ ڏيڻ جي ضرورت ڪونهي. صرف ويجهن مٽن مائٽن ۽ خاص يارن دوستن کي دعوت ڏيڻي آهي. ڪل ماڻهو ٻنهي ڌرين جا ملائي ٽيهارو کن کان مٿي نہ هئڻ گهرجن.

گنوننتي- پويون شرط تہ ٺيڪ آهي. پر شاديءَ ۾ نياڻيءَ کي ڦلن مٽ تہ هرڪو مائٽ ڏيندو. اڳين ڪيئن ٿيندو تہ اسين شيل کي شاديءَ ۾ ڪجهہ بہ نہ ڏيون؟

رتن- (نمرتا سان) ڏيتي ليتيءَ ۾ جيڪو ڪجهہ ڏجي تو سو سڀ مون وٽ موجود آهي.

زيور، ڪپڙا، فرنيچر جاءِ ۾ پئسو. باقي مان
ونءِ ڇا ڪندس؟ ڇا توهان کي اها ڳالهه
منظور ڪانهي؟

برجلعل- (رتن ڏانهن هٿ جوڙي) پٽ، انڌو گهري
اللهه کان هڪ اک ۾ جيڪڏهن ڪيس ٻئي
ملن ته بيو ڇا گهرجيس؟

ديارام- شادي ڪڏهن ونندا؟

رتن- اهو مان پيڻ موهنيءَ تي ٿو ڇڏيان. ڇاڪاڻ
ته ڪيس ئي ته شاديءَ جي تياري ڪرڻي آهي.

موهني- مونتي؟ مان ته چونديس ته ٻئي آرتوار تي ئي
ٿيڻ گهرجي. ان ۾ خاص تياري ته ڪا ڪرڻي
ڪونهي.

رتن- نيڪ آهي، مون کي منظور آهي.

(اتي گڻونتي پليٽ مان برفي کڻي رتن جي
وات ۾ وجهي ٿي. رتن برجلعل، گڻونتي ۽
ديارام کي نئڙي پيري پوي ٿو سڀني جا چهرا
خوشيءَ وچان ٽڙي پون ٿا ۽ سڀيئي پليٽن
مان ڪجهه نه ڪجهه کڻي کائڻ لڳن ٿا. ۾
شيل منهن هيٺ ڪيو بيٺي آهي.)

موهني- ڇو شيل تون به ڪجهه کائ نه؟ (اتي موهني
برفيءَ جي پليٽ کڻي رتن اڳيان ڪري ٿي
۽ چويس ٿي ته هو پنهنجي هٿن سان شيل

ڪپي ڪارائي. رتن هڪ برفيءَ ٽڪر ڪٽي شيل کي کارائي ٿو)

موهني- (شيل کي) تون به رتن کي برفي کاراءِ.
(شيل برفي ڪٽي رتن جي وات ڏانهن وڌائي ٿي. رتن وات کولي سچو ئي ٽڪر وات ۾ وجهي ٿو.)

(پردو ڪري ٿو)

## پردو چوٿون

(ٻن سالن ڪانپوءِ. رتن جي گهر جو ڊرائنگ روم تمام ڪشادو. ڇت ۾ پنيون ربين ۽ ڦوڪڻن سان سينگاريل. ڪافي تعداد ۾ ڇالون، مرد ۽ ٻار پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ اچي رهيا آهن. وچ ۾ هڪ ٽيبل تي رکيل ٿالهه ۾ هڪ ڪيڪ پيو آهي جنهن جي پاسي ۾ اڻ ٻريل ٻه ميڻ بتيون رکيل آهن. انهن جي پاسي ۾ هڪ ڇري رکيل آهي. آيل مهمانن ۾ ٻه وجلعل، گٺونتي، ديارام ۽ موهني به نظر اچي رهيا آهن. سيني جي منهن تي خوشيءَ جي جهلڪ ظاهر آهي. رتن مهمانن جو آءُ ڀاءُ ڪري رهيو آهي.)

موهني- ڇو ڀائي رتن، شيل ڪٿي آهي؟

رتن- (اشارو ڪري) او هوءَ ڏس. ڀريان ببلوءَ سان ڪيئن اچي رهي آهي؟

(شيل پنهنجي پٽ، جو ٿورن ڏينهن کان پنڌ ڪرڻ سکيو آهي، ان کي ٻهاري، ٿورو پريان ٿي، ٻانهون پٽ ڏانهن ڪري)

شيل— پنڌڙو، پيرڙو. پنڌڙو، پيرڙو. پنڌڙو، پيرڙو.

(ببلو پير پير ۾ ڪري اڳيان وڌي ٿو. ڪري پوي ٿو ۽ وري اٿي ٿو. سندس پٺيان اشوڪ ببلوءَ کي سنڀاليندو اچي رهيو آهي. ببلوءَ کي پنڌ ڪندو ڏسي سڀ تاڙيون وڄائين ٿا. هنن سڀني کي تاڙيون وڄائيندو ڏسي، ببلو پڻ تاڙيون وڄائي کلي ٿو. شيل خوشيءَ وچان ببلوءَ کي هنج ۾ کڻي ٿي ۽ ٻئي هٿ سان پنهنجي ٻئي پٽ اشوڪ کي وٺي مهمانن وٽ اچي ٿي.)

موهني- ها، ڀائرو ۽ ڀينرون. ٻڌو. اڄ شيل ۽ رتن جي پٽ ببلوءَ جو پهريون جنم ڏن آهي، تنهنڪري توهان سڀني کي واڌايون. هاڻي ببلوءَ کان ڪيڪ ڪٽائبو.

(سڀيئي سري اڳيان اچن ٿا. موهني ٻئي ميڻ بتيون ٻاري ٿي. شيل ببلوءَ کي هڪ

ميڙ بتي ڦوڪ ڏيئي وسائڻ لاءِ چوي ٿي پر هو ڪلي ٿو. اتي هوءَ ببلوءَ جو هٿ جهلي ميڙ بتيءَ طرف هلائي ٿي. هوا تي هڪ ميڙ بتي وسامي ٿي. پوءِ ڇريءَ سان ڪيڪ ڪاٽارائي ٿي سڀيئي هڪ ئي سر ۾ چون ٿا "هئپي برٿ ڊي ٽو ببلو" اتي دروازي مان هڪ ماڻهو جنهنجو سڄو منهن، ڳچي ۽ هٿ جليل آهن ۽ سڙاڻ ۾ ئي نٿو اچي سو اندر اچي ٿو. ڪلهي ۾ هڪ ٿيلهو لٽڪيل اٿس. اڳيان وڌندي تاڙيون وڄائي ٿو. سڀيئي ڄڻا هن ڏانهن اچرج وچان نهاري رهيا آهن. رتن اجنبيءَ ڏانهن منهن ڪري)

رتن- پائي تون ڪير آهين؟

اجنبي- مان هڪ نردئي پاپي آهيان.

(شيل ماءُ کي ڪن ۾- هيءُ آواز تہ بدل ٿو لڳي.)

رتن- مون مطلب ڪونہ سمجهيو.

اجنبي- مان اهو ئي ڳرڙنو آهيان جنهن بدان ڏوہ پنهنجي ڳگدام زال کي ڪوڙي تهمت ڏري گهر مان ڪڍي ڇڏيو هو.

(سڀيئي وائڙا ٿي وڃن ٿا.)

ديارام- تنهنجو هيءُ حال ڪيئن ٿيو؟ تون تہ سيٺگاپور

ويو هئين؟ هتي ڪڏهين آئين؟

گوڏنو — چوندا آهن- آه غريبان قهر خدائي. مان انڊ جي گهوڙي تي سوار هوس ۽ ڪنهن جي ڪونه ٻڌم. مان شيل تي وٺل وهائي ويس سينگاپور. نوڪري سٺي ملي. هڪ ڪيميڪل فئڪٽريءَ ۾ ائڊمنسٽريٽو آفيسر. اتي لوڪل ڇوڪريءَ سان شادي ڪيم. بس، شاديءَ جي ٽورن ڏينهن ڪانپوءِ ئي فئڪٽريءَ ۾ اندر چڪر لڳائڻ ويس ته مٿي رکيل هڪ ائسڊ جي ڪليل ٻرٽي اچي منهنجي مٿان ڪري. منهنجو سڄو شرير جلي ويو ۽ ڪيترن هفتن ماس ٻه ٻاهو نڪري آيو هو. مون کي اسپتال ۾ ڪٽائي ويا. پهرين ته زال اسپتال ۾ سارڻ هوندي هئي. پوءِ گهر ويندي هئي ۽ روزانو پڇڻ ايندي هئي. تنهن ڪان پوءِ هن اچڻ ئي بند ڪري ڇڏيو (اتي اوچگارون ڏئي روئي ٿو. سڀ ڄڻا چپ چاپ هن ڏانهن نهاري رهيا آهن.) پورو هڪ سال اسپتال ۾ رهڻو پيم. اتان جڏهن گهر آيس ته گهر بند ٿيل ڏٺم- پاڙي وارن مان پتو پيم ته هوءَ گهر بند ڪري چابيون کين ڏئي ڪيڏانهن هلي وئي هئي. گهر ڪوليم ته دوستن جي ڪيل

تار فرش تي پيل ڏنم. ان ۾ منهنجي ماءُ جي
گذاري وڃڻ جو اطلاح ڏنل هو. تار ڇهه مهنا
پراڻي هئي. ڪمپنيءَ وارن لوازمو ڏئي مون
کي ڪڍي ڇڏيو. گهڻي ڪوشش ڪان پوءِ بہ،
نہ ڪٿي نوڪري ملي ۽ نہ ورب پنهنجي
ڪنهن ڏنڌي ۾ ڪامياب ويس. لاچار واپس
هندستان هليو آيس. اڄ ئي آيو آهيان. گهر
۾ ويس جتي هاڻي اسانجو پريون مائٽ رهيل
آهي. ان مان خبر پئي تہ شيل جي شادي
ٿي آهي ۽ پتہ پئو جائو اٿس جنهنجي جنم
جو پهريون سالگره اڄ ملهائي رهيا آهن. پتو
پڇي سڌو هليو آيس. (ڪلهي مان ٿيلهو لاهي
ان مان روغني پني ۾ هڪ بعد ٿيل پئڪيٽ
ڪڍي ٿو ۽ ببلوءَ کي ڏئي ٿو. هنجي مٿي
تي هٿ گهمائيندي) پٽ، شل وڏب آورجا
ماڻيندين.

(ببلو هنجي شڪل ڏسي روئي ٿو ۽ ڊجي منهن
ٻئي پاسي ڪري ٿو.)

گرڌنو— (شيل ڏانهن منهن ڪري ڪيس هٿ جوڙي)
مون کي معاف ڪجانءِ. شل پنهنجي ور گهر
سوڌي خوش هجين. آباد هجين.

(برجلعل، گڏونتي ۽ ديارام ڏانهن بہ هٿ جوڙي)

گرڏنو— توهان منهنجا وڏا آهيو. سچ پچ ته وڏا نعين جو پڪرڻ آهن. مون توهان کي ريگناه ستايو ۽ هڪ ابلا جي آهه منهنجو هيءُ حال ڪيو آهي. مهرباني ڪري مون کي معاف ڪندا. (ائين چئي تڪڙو تڪڙو دروازي کان باهر نڪري وڃي ٿو. سڀ جڻا هن ڏانهن نهاريندا رهن ٿا.)

(پردو ڪري ٿو.)

- سماپت -

هرهڪ ماڻهوءَ جي سوچ نرالي ۽ جدا جدا هوندي آهي ۽ سڀ ڪنهن جي سوچ جو انداز پڻ مختلف هوندو آهي. انهيءَ ڪري ڪنهن به انسان جي سوچ ۽ سمجهه کي پنهنجي سوچ ۽ سمجهه واري انداز سان سوچڻ نه گهرجي.

پيار شبد جي سوچڻ سان من کي موج ۽ روح کي راحت اچي ٿي. پيار پرڀوءَ سان ملڻ جو وسيلو آهي. اهو گهر سرڳ سمان آهي جتي پيار آهي. اتي سڀني پاتين ۾ موج ۽ مستي آهي. جنهن گهر ۾ زال ۽ مڙس ۾ پيار آهي اتي ديوتائن جو واسو آهي. پيار سان ماڻهو دشمن کي به دوست بڻايو ڇڏي. پيار کي پريت ۽ پريم، سڪ ۽ سنيهه، محبت ۽ عشق، حب ۽ قرب جي نالي سان به سڏين. پيار جي شڪتيءَ سان انسان باهه جي مچ مان به پار هليو وڃي. پيار جي نشي ۾ هو منزل مقصد تي به پهچيو وڃي.

روحاني، پيار پرماتما جي نور جو درشن ڪرائي ٿو. پيار ٻن وڇڙيل آتمائن کي ڳنڍي هڪ ڪري سچ جي راهه ڏانهن وٺي ٿو هلي. پر اسانجي سماج پيار کي خراب نظر سان ٿي ڏسي، ڇو ته کي پريمي محبت جي اند ۾ مريادا جو ليڪو به لنگهي ٿا وڃن.

اسانجي رشين منين جي اها سکيا هوندي هئي ته پاڻ ۾ پريم ۽ محبت، ايڪي ۽ الفت سان رهو.

ليڪن اڄڪلهه هڪ ننڍڙي گهر ۾ به پيار نه آهي. ڪٿي زال مڙس جو جهيڙو آهي ته، ڪٿي سس ننهن کي ڏيتيءَ ليتيءَ تي ڏنب ٿي ڏئي ۽ ڪٿي ٻڍي ماءُ پيءُ کي گهر مان ڪڍي ٻڍا آشرم ۾ موڪليو ٿو وڃي. اچو ته پاڻ ۾ سڪ ۽ سنيهه، ميل ۽ ميلاپ ڌاريون.

Shri Sahibsingh K. (Bulsar)

Shri Shahani Hargun V. (Baroda)

Shri Shahani B. M. (Ajmer)

Shri Sharma Hargun V. (Baroda)

Shri Shivnani Nari (Ratlam)

Shri Vangani Tolaram (Rajkot)

Shri Varyani M. L. (Ratlam)

## Retired Staff

Shri Achtani P. K.
Shri Advani Hari S.
Shri Ahuja N K.
Shri Bhatia J
Shri Bhatia K. S.
Shri Bijlani S V.
Shri Chandnani H. N.
Shri Chandwani J. I.
Shri Chimnani R.
Shri Gursahani H.
Shri Hans M. N.
Shri Hassani D. A.
Smt. Hemrajani M.
Shri Hingorani S.
Shri Jaswani C. G.
Shri Jotwani N.
Shri Karamchandani H.
Shri Khemani T.
Shri Khemani D. T.
Shri Khairajani L. K.
Shri Khalsa G.
Shri Kotai L. R.
Shri Kotwani P.
Shri Lala Dayal
Shri Mansukhani G. P.
Shri Mohansingh
Shri Motiramani V.
Shri Ochani P.
Shri Rajesth G.
Shri Sunderdas
Shri Ubriani Arjan
Smt. Vazirani Lila
Shri Vazirani P.
Smt. Vaswani Leela

Shri Aildasani Radhakishin (Ratlam)
Shri Ajwani Giansingh (Gangapur)
Shri Bhagia Manohar AWM (Ajmer)
Kum Bhambhra Raju (Ratlam)
Shri Bhambhani Gobind P. (Rajkot)
Shri Bulani Arjanlal (Bhavnagar)
Shri Chandwani U. D. (Ratlam)
Shri Chhabria (Rajkot)
Shri Dhanwani P. H. (Baroda)
Shri Dudani Kishin T. (Ratlam
Shri Gagnani Purshotam K. (Ahmedabad)
Shri Hingorani Tejumal G. (Gandhidham)
Shri Kaka Lal S AOS (Rajkot)
Shri Kalyani H. R. (Ahmedabad)
Smt. Khatwani Jaishri (Rajkot)
Shri Krishnani Tulsidas B.
Shri Lala K. V. (Ratlam)
Shri Lalchandani Haresh T. ACS (Rajkot)
Shri Laxmandas (Rajkot)
Shri Madhubai (Ahmedabad)
Shri Makhijani Ram T. (Ratlam)
Shri Matai Ram (Ratlam)
Shri Navani M. P. (Baroda)
Shri Nagpal Jogasingh DY.CE (Ratlam)
Shri Naryani Manek B. (Ratlam)
Shri Relwanl Jayant (Rajkot)
Shri Sabnani M. C. (Ratlam)
Shri Sachwani H. C. (Rajkot)

Shri Vaswani T. N
Shri Vazirani G.
Shri Vazirani K. B.
Shri Wadhwani B

## Carnac Bunder Staff

Shri Acharya A. A.
Shri Ahuja G. R
Shri Basantani K. D.
Shri Bhambhani J. G.
Shri Bellani V. J.
Shri Bhatia G. P.
Shri Bijlani P.
Shri Chanchlani B R.
Shri Chelani H. K.
Shri Chhabria G. S.
Shri Chhabria S. K.
Shri Dayaram R.
Shri Dingreja H.
Shri Dorwani N.
Shri Golani K.
Shri Gowani L.
Shri Idnani K. T.
Shri Jaisinghani S. N.
Shri Jagwani B. G.
Shri Jashnani A. K.
Shri Karia B. M.
Shri Khalsa P.
Shri Khatuja A.
Shri Khemani D
Shri Kripalani M.
Shri Melwani B. M.
Shri Mohnani K. M.
Shri Motiramani P. B.
Shri Nagpal A. A.
Shri Panjabi N V.
Shri Panjabi S K.
Shri Panjwani N. A.
Shri Raichandani R.
Shri Ramnani K. P
Shri Ramrakhiani H.
Shri Sadarangani G P.
Shri Sangtiani T.
Shri Sukhrani K.
Shri Talreja R G.
Shri Thakur I. H.
Shri Vasandani K. P.

## Out of Bombay

Shri Advani Kishin (Rajkot)
Smt. Aghicha Bimla (Rajkot)
Shri Ailani Ram K (Baroda)

Shri Chawla S.
Shri Chhabria P.
Shri Chhabria S. K.
Shri Demblani M. S.
Shri Devnani D. H.
Shri Disoja L. G.
Shri Dudani Vinod
Shri Fatehchandani S. R.
Shri Hotchand D.
Shri Jaisinghani J.
Shri Jagiasi Kishin
Shri Karnani N. K.
Shri Kataria L. L.
Shri Khatri A. C.
Shri Kewalramani T. K.
Shri Khilnani M. K.
Shri Kukreja P. T.
Shri Lalwani H. V.
Shri Makhijani M H
Shri Mangisia B.
Shri Manwani M. C
Shri Mastana N. S.
Shri Matani H. M.
Shri Menghani S. A.
Shri Merani R. T.
Shri Moolchandani K. K.
Shri Motwani K. T.
Shri Mulani G. H.
Shri Navani Lal P.
Shri Notani G. S.
Shri Parwani R. R.
Shri Panjabi K. R
Shri Raisinghani K.
Shri Ramrakhiani M.
Shri Shahani S
Shri Shamdasani S.D.
Shri Sachdev L D
Shri Sharma B H.
Shri Sharma M.
Shri Sharma V N.
Shri Sidhwa Ajit K.
Shri Sachdev A. M.
Shri Suhanda G.
Shri Suhanda T T
Shri Tahliani I. K
Shri Talreja H.
Kum Talreja P. G.
Shri Talreja P.
Shri Tharwani A.
Shri Tharwani H. A.
Shri Varandani B. T.

Shri Parwani M.
Shri Purswani G.
Shri Rijhwani G. K.
Shri Rijhsinghani L. R.
Shri Tanwani T. M.
Shri Tarachandani J.
Shri Tejuja B. H.
Shri Thakur G. J.
Shri Vangani R.

### Electric & Diesel Loco Shed (Bandra)

Shri Arjan K.
Shri Bhambhani Hiro
Shri Bhatia R. H.
Shri Butani P. U.
Shri Butani R. K
Shri Chanchlani M.P.
Shri Gelaram K.
Shri Girdhari T.
Shri Gopaldas
Shri Gordhan H.
Shri Hathiramani S.
Shri Jhamandas
Shri Jangaidas W.
Shri Kanyalal B
Shri Kewalramani H.
Shri Khemchand B.
Shri Lakhmichand K.
Shri Lilaram H
Shri Merani S.
Shri Mirchandani M. G.
Shri Motwani B. J.
Shri Ramchandra
Shri Sachdev H.
Shri Sachdev M.
Shri Sharma R. T.
Shri Valiram J.
Shri Virumal F.

### Lower Parel & Mahalaxmi Workshop

Shri Advani J. N.
Smt. Ahuja M. L.
Shri Ahuja S. H.
Shri Anshani H. R.
Shri Asrani G. C.
Shri Bhagnani N. A.
Shri Behari D.
Shri Bhatia Das H.
Shri Bhatia K. G.
Shri Bhatia S. G.
Shri Bhojwani G. S.
Shri Budwani G. K.

Shri Chhugani M. U.
Shri Dhanani L. D.
Shri Gandhi N. R.
Shri Gopal V.
Shri Gulabani M. M.
Shri Hiranandani M. G.
Shri Jagesia S. A
Shri Karna N. C.
Shri Kewalramani J.
Shri Lakhani P B.
Shri Lalwani G K.
Shri Lalwani S. D
Shri Lulla C.
Shri Makhijani P. A.
Shri Makhijani V T
Shri Radhakishnani K. P.
Shri RamchandaniR.W
Shri RoopchandaniB.S.
Shri Sajnani T. K.
Shri Sawlani G. C.
Shri Shersingh G.
Shri Tahilramani M.
Shri Teckchandani J.S.
Shrl Tewani R. K.
Shri Tilwani S. B.
Shri Varyani R. P.
Shri Vaswani M. H.
Shri Vazirani S. A.
Shri Verumal J.

## Reservation / Booking / Goods / Luggage

Shri Bhatia N. B.
Shri Bhavnani N. T.
Shri Chawla P
Shri ChhablaniB. R.
Shri Idnani P. G.
Shri Jagasingh B.
Shri Jaswani C.
Shri Jethani K. S.
Sh.i Khatri N. H.
Shri Khemani S.
Shri Khubchandani I.
Shri Kewalramani M.
Shri Lalwani R.
Shri Mamtani G. R.
Shri Mansharamani B. M.
Shri Mohanani C.
Shri Moolchand K.

Shri Boolani W. V.
Shri Chainani Gulab
Shri Chandiramani M.
Shri Dorwani A. G.
Shri Gaba G. V.
Shri Goklani Lal
Shri Janjani R.
Shri Jethani S. M.
Shri Kathar S.
Shri Mangani S.
Shri Motwani K. B
Shri Parwani M L
Shri Peswani M.
Shri Ramchandani P. I.
Shri Sachdev S.
Shri Sadarangani V.N.
Shri Sukhrani R R.
Shri Varyani P. N.
Shri Vazirani G P.
Shri Thawani L.
Shri Tolani K.

## Motormen

Shri Chandnani I. J.
Shri Ghanshani A. G.
Shri Hotani S.
Shri Jhamnani K.
Shri Tarachandani I.G.
Shri Tewani N. D.

## Guards

Shri Badlani M. B.
Shri Bhagat C. D.
Shri Dharmani G.
Shri Gangwani M. T.
Shri Gursahani K. H.
Shri Hazari K. K.
Shri Jawarani P. S.
Shri Karamchandani T G.
Shri Kewalramani V.P.
Shri Khemani M. G.
Shri Lala I C
Shri Lala P. B.
Shri Lulla P. M.
Shri Ramakant B.
Shri Rawtani L S.

## Ticket Checking Staff

Shri Advani N. V.
Shri Advani P H.
Shri Badlani C L.
Shri Bhambhani N.B.
Shri Bhatia J U.
Shri Bhojwani Loku P

Shri Motwani H. D.
Shri Motwani S. R.
Shri Motwani T. V
Shri Parwani B. D.
Shri Sachdev C. T.
Shri Sachdev M. M.
Smt. Sharma Kamla
Shri Sharma V. K.
Shri Tanwani D. M.
Shri Tolani Kishore

## Accounts Office

Shri Bhatia A. R.
Shri Dadlani C. H
Shri Golani S T.
Shri Gulrajani G. P.
Smt. Khemani R. K
Kum. Khilnani D. T
Smt. Mirchandani A.
Shri Mirchandani G.
Kum. Nichani I. T.
Shri Pardasani V. T.
Smt. Thakur R. D.
Shri Tejwani B. P.
Smt. Vijani Devi

## Mahalaxmi Stores & Accounts

Shri Assudani Topan
Shri Ahuja L. R.
Shri Dadlani G.
Shri Daultani S
Shri Goklani N.
Shri Harjani N. J.
Shri Hingorani G. P.
Shri Jethani D. C.
Shri Kripalani S
Smt. Lala J H.
Shri Mahesh T.
Kum Mirchandani I. M.
Shri Navani S.
(Now ACOS -BCT)
Shri Ratesar Manu

## Station Supdt. / Dy - Stn.Suptd.
## Station Masters / Asst. Station Masters

Shri Arjan F.
Shri Bhatia Prakash
Shri Bhatia P. C.
Shri Bhatia P. L.

With Best
Compliments
From



☎ 502255

**CEX GOLD DEALER LICENCE No. 29 / 82**

# MAHALAXMI JEWELLERS

( Air Conditioned Show Room )

**Prop : Kishinchand Chuharmal Pahuja**

Sainath View Society, Shop No. 6,
Kopri Colony, THANE (East)

**☎ Show Room 72209-70182 Resi: 71098**

Cex Gold Dealer Licence No. 2/76
Govt of India Authorised Valour

# Mahalaxmi Jewellers

Air Conditioned Show Room

**Prop: Gurnomal Chuharmal Pahuja**

M. K. Apartment, Shop No. 806,
Ulbasnagar-421 002

نهيل زيور 22 ڪئرٽ سون ۾ تيار گئرنٽيءَ سان
ملي سگهندا ۽ آرڊر تي پڻ ٺاهي ڏيندا سين.

## مهالڪشمي جويلرس

( ايئر ڪنڊيشن شو روم )

هيرا وٺو يا وڪڻو ته اسان سان صلاح ڪريو
هيرن جا ٺهيل زيور تيار ملندا

Kum. Golani P. S.
Kum. Gurnani N. R.
Kum. Harisinghani L.
Shri Hiranandani D V.
Shri Jeswani M. G.
Shri Khanchandani T.
Shri Karnani K. H.
(Now AEE-BCT)
Shri Kripalani D. A.
Shri Lalchandani M. T.
Smt. Malani S.
Smt. Menda S. M.
Shri Mirchandani K. J.
Shri Motwani J. D.
Smt. Mulani D S.
Smt. Panjwani P. L.
Kum. Ramnani S.
Shri Rohra L. D
Shri Rupani B.
Kumr Sadarangani S.
Shri Sainani H. B.
Shri Sitlani R. S.
Smt. Sitlani G.
Smt Tahliani M.
Smt. Thadani S M.
Shri Tahilramani K.K.
Shri Thakur M. S.
Smt. Tanwani L. B.
Shri Vachhani B. M.
Shri Vaswani R. V.
Smt. Wadhwani B.M.

## Bombay Division Staff

Shri Bhatia B. J.
Shri Bhatia G. D.
Shri Bhojwani L. P.
Shri Bijlani I. J.
Shri Chelani H. J.
Shri Chhugani A. B.
Shri Daney M L
Shri Devidas C.
Shri Dudani H. L.
Shri Ghanshani N B.
Shri Harjani S. M.
Shri Haryani K. S.
Shri Jethani S. M
Shri Khanchandani .R
Shri Khemchandani R. P.
Shri Makhijani L. B.
Shri Malani N. I.
Shri Menghani G. D.

**Audit Offices**

Shri Jawaharani Parsram S.

**Catering**

Shri Ahuja Jairam P.
Shri Chhabria Lachhu N.

**I. R. C. A.**

Shri Dudani Sobhraj M.

**Telephone Exchange**

Shri Thakur Vijay

**Railway Recruitment Board**

Smt. Lalwani Sangeeta R.

**J. C. Bank (Grant Road)**

Shri Bachwani Devi V.
Smt. Bhambhani C.S.
Shri Gajwani M. V.
Shri Gangwani M. D.
Shri Jeswani B. D.
Smt. Lalwani H. D.
Smt. Malkani V. C.
Shri Manjal M G.
Smt. Nasta Renu L.
Smt. Parikh K. D.
Shri Raheja L B
Shri Sidhwani M. D.
Kum. Tolani D. P.

**J. R. Hospital (Bombay Central**

Smt. Jagasia D. M.

**Bombay Division**

**Divisional Office**

Shri Advani T. P.
Shri Alwani Dilip
Kum. Bathija P. H.
Kum. Bhambhani K.
Smt Chawla K. J.
Kum. Ghanshani P. S.

## Survey & Construction

Shri Advani Sachoo
Shri Ailsinghani N.
Kum Bajaj P. D.
Shri Bedi J.
Shri Dudani G. T.
Shri Gehani Relu U.
Shri Gehani T. L.
Shri Godwani M.
Shri Golani S. R.
Shri Gurnani C. L.
Smt. Israni L. B.
Smt. Jagesia K. G.
Shri Joshi Ashok
Kum. Karnani N. L.
Smt. Mansukhani S G.
Shri Masand G. K.
Shri Mehtani Gulab
Smt. Mirchandani M. C.
Shri Panjabi K. H.
Shri Panjwani H. B.
Shri Pamnani H.
Shri Tahliani Prem
Smt. Thakur M. H.
Shri Vaswani M. S.
Kum. Vazirani I. N.

## R. D. S. O Office

Shri Bhatia Gopal C.

## M. T. P. Offioe

Shri Bhatia Kishin P.

## CPLO'S Office

Smt. Hansrajani Geeta A.
Shri Manglani J. S.
Shri Motwani Indur T.

## Dy. Inspector General of Police (Railways)

Shri Chhugani Bhojraj S.

## Ist Class Rəservation Office

Shri Gwalani T. S.
Kum. Mohini Shroff
Shri Motihar G. K.
Kum. Talreja Shanti
Smt. Thakur Jyoti

## Security & Vigilance Department

Shri Butani A. P.
Smt. Ghanshani P.
Shri Shahani K. T.
Shri Rohra B. S.
Smt. Vazirani M B.

## Personnel Department

Shri Advani I. O.
Kum. Ajwani S. L.
Smt. Badlani S. N.
Shri Bhatia P. G.
Shri Batra K J.
Kum. Bhavnani S. L.
Shri Bhojwani A B.
Kum. Bijlani C.
Smt Chandwani J R
Shri Chawla P. B.
Shri Jaisinghani A.
Shri Jamnani N.
Shri Jeswani M.
Shri Panjwani L.
Smt. Rajasth J P
Smt. Rajasth M. L.
Shri Ramchandani K
Shri Ramchandani H.
Shri Surjani W. S.
Smt. Thadani K. S.
Shri Vashumal S.

## Cash Offices

Smt. Bhojwani S. N.
Shri Chotrani I. J
Shri Devnani N. K.
Shri Dhirmalani R. S.
Shri Jhurani K.
Shri Krishnani K.
Shri Kotai K L
Shri Karamchandani M. G.
Shri Keswani R. J.
Shri Lalwani T. H.
Shri Mansukhani P.
Shri Masand G. G.
Shri Mewani H.
Shri Mohnani C.
Shri MotianiG.
Smt. Malani K.
Kum. Raney L. M.
Shri Raheja P.
Shri Sharma M. B.
Smt. Sharma Kamla
Shri Varliani L.
Shri Vidhani R. S.

## Stores Department

Kum. Ahuja S. L.
Shri Bhatia A. S.
Smt. Bijlani Pooja H.
Shri Budhrani G. K.
Kum. Chainani N. J.
Shri Chhugani K.
Shri Choithramani H.
Smt. Chopra S. S.
Smt. Dadlani S. G.
Shri Gulrajani N. M.
Shri Israni K. S.
Shri Jaisinghani A.U.
Shri Jeswani S. H.
Smt. Jeswal G. K.
Smt. Jotwani S. B.
Smt. Karnani V. G.
Shri Kotai G. J.
Shri Khatri M. K.
Kum. Mansukhani S. N.
Smt. Menon M.
Smt. Mirchandani J.T.
Shri Motwani B.
Shri Mulchandani R. J.
Shri Nichani P. R.
Shri Parwani Hashu
Shri Premchandani S. V.
Smt. Punwani M. T.
Smt. Ramnani R. S.
Shri Raney G.
Smt. Sipahimalani K. G.
Shri Shroff L.
Shri Tejwani G. C.
Smt. Vaswani D. B.
Smt. Vaswani P. R.
Smt. Vazirani N.
Smt. Yadav S. R.

## Transportation Branch

Shri Bathija N. N.
Shri Chellani S. V.
Shri Phatnani N. H.
Shri Hiranandani V.N.
Shri Khemani B. P.
Shri Laheja R. H.
Smt. Lalwani R. T.
Shri Makhijani L. B.

## Works Engineering

Smt. Ahuja K. S.
Kum. Balani G. T.
Shri Bhatia C. P.
Shri Bhatia P. V.
Smt. Chhugani M. L.
Shri Gangaramani I. R.
Shri Keswani H.
Shri Khathuria G.
Smt. Lachhiramani R.
Smt. Malani M. S
Shri Masand V.
Smt. Matai C. N.
Shri Mohanlal C.
Shri Narsinghani V.T
Shri Pamnani G. P.
Shri Fohani V. S.
Shri Ramrakhiani B. S.
Kum. Shahani C. G.
Shri Sharma P.
Shri Keswani A. H
Shri Tikamdas C

## Signalling & Telecommunication Department

Smt. Ajwani L. G.
Smt. Chandnani S.D.
Shri Daultani A. S.
Smt. Dharamdasani M.A.
Smt. George A.
Kum Panjwani L. K.
Smt Sewani G G.
Shri Shivnani S. U.

## Electrical Department

Smt. Advani V. S.
Shri Goklani M. V
Shri Hansrajani C.T.
Smt Shahani S. G.
Shri Pathai V.M.

## General Branch

Smt. Batra R. M.
Shri Bhatia G S.
Shri Janjani R.
Shri Malani S.
Smt. Mirchandani B.A

Shri Dulani M. H.
Smt. Gandhave P. G.
Shri Ganshani N. K.
Shri Goklani K. G.
Shri Harisinghani M. C.
Smt. Hemrajani M.
Shri Hiranandani C.
Shri Hiranandani N.U
Smt. Hiranandani L S.
Smt Hingorani V. B.
Shri Jagesia H F.
Shri Jagesia T T
Smt. Jagtiani S. C.
Shri Jagtiani T. T.
Smt. Jaisinghani V G.
Shri Jethani R G.
Smt. Jeswani R. M.
Shri Jethwani M.P.
Shri Jhamnani . T.
Smt. Kanal M P
Smt. Kanal R. K.
Kum. Katanhar J L.
Smt. Keswani R. S.
Smt. Keswani R. M.
Shri Kewalramani K.J
Smt Kotwani I.
Shri Kripalani V. T.
Kum. Lala K. C.

Kum. Lala P. K.
Smt. Makhija V. M.
Shri Malkani P. C.
Shri Mansukhani M.
Smt. Mansukhani R. S.
Shri Masand G. P.
Kum. MirchandaniJ.S.
Shri Moorjani J. N.
Smt. Nariani L. K.
Shri Navani S. S.
Shri Oochani P.
Kum. Parwani K. T.
Shri Punwani N. K.
Shri Radakrishnani R H.
Smt. Raisinghani G.N
Smt. RamchandaniA G
Shri Rohra K. B.
Smt. Tahliani P. T.
Smt. Tharani K. S.
Smt; Tocher J.
Kum. Tolani V. P.
Shri Vanwari G. B.
Shri Vasandani B. G.
Smt. Vazirani P. M.
Shri Wadhwani I. B.
Kum. Wadhwani A.

Shri Lalwani M. S.
Shri Makhijani M. B.
Shri Mansukhani M.M.
Shri Mansukhani R.H.
Smt. Masand I. L.
Shri Mirani M. V.
Kum. Mirchandani K.
Smt Motwani V. D.
Shri Nachnani A. T.
Shri Panjabi B H.
Shri Sabnani N. S.
Smt. Sajnani V. K.
Kum. Shahani N. N.
Smt. Shahani S R.
Shri Shandilya D. A.
Smt Sipahimalani K.A.
Kum Sohandani K.B.
Smt. Shahani P.
Smt. Sujjan I. M.
Shri Tahiliani K.
Kum. Tarab C. H.
Kum. Tarachandani K. L.
Shri Tarachandani L. N
Smt. Thadani G T.
Kum. Thadhani K D.
Shri Tharwani S
Kum. Tolani A. A.
Smt. Vaswani L M.
Shri Vazirani G. P.

## Commercial Branch

Shri Advani H. H.
Shri Amlani R. D.
Smt. Badlani K. S
Kum. Balwani P.
Kum. Batra G K.
Shri Bhagatsingh A.
Shri Bhagya T. M.
Kum. Bharwani R.R.
Shri Bhatia N. G.
Shri Bhatia R. D
Kum. Chainani S. H
Kum. Chandiramani P.J
Shri Chandiramani R. S.
Smt. Chandnani S G.
Kum. Changlani P R.
Shri Chicknani K B.
Smt. Dadlani G. B.
Shri Dadlani M. G.
Shri Dadlani R. L
Shri Devnani G H.
Smt. Dudani K. G.

# OUR COLLEAGUES

## Head Quarters Office

## Accounts Department

Shri Advani D. G.
Shri Advani H. S.
Smt Advani M. K.
Shri Advani S. H.
Smt. Ajbani K. S.
Shri Ahuja C. P.
Smt. Ambwani B. R.
Shri Amarsinghani H. U
Smt. Aswani Renu K.
Shri Bajaj S. B.
Smt. Bhagat M. A.
Shri Bhagchandani H.
Shri Bhagtiani M.
Shri Bharwani D. R.
Kum. Bhatia J. A.
Shri Bhatja R. S.
Smt. Bidichandani V
Kum Changrani D. P.
Smt Chellani N. M.
Kum Dumbani B. J
Smt Chhugani V. J.
Kum. Gandhi M N
Smt. Gehani D. R.
Kum Gehani A. A
Smt Gehani D. A.
Smt. Gehani S. J
Smt. Gurnani K. L.
Smt. Gurbuxani K. M.
Smt. Harjani B. M.
Shri Haswani K. P.
Smt. Israni R. K.
Kum. Hirani J A.
Kum Hiranandani N. N
Smt. Jagasia C. D.
Shri Jagasia N. J.
Shri Jagasia N. H.
Kum Jagtiani A. P.
Shri Jagtiani R. T.
Smt Janki P.
Shri Jiandani P. D.
Shri Joshi D. L.
Smt. Karnani J A.
Shri Karnani R A
Shri Kewalramani J.
Shri Khubchandani M.
Smt. Krishnani I J.
Shri Kripalani A. W.
Kum. Kripalani M. N.
Smt. Kulchandra H V.
Kum. Kundnani S.

## SINDHI SABHA (WESTERN RAILWAY)

### OUR OFFICERS

Shri Ahuja N. K.
Shri Aghicha K.
Shri Asudani K. V.
Shri Badlani K. B.
Shri Balchandani S.
Shri Banswani G. L.
Shri Bhatia V. B.
Shri Chhablani M. B.
Shri Dharmani T. D
Shri Gangwani G. H.
Shri Gehani N. K.
Shri Hingorani K. K.
Shri Himatsinghani G
Shri Idnani J. D.
Shri Israni B. B.
Shri Israni J. S.
Shri Israni L. K.
Shri Keswani G. P.
Shri Khemani H R
Shri L. Govind

Shri Makhijani B
Shri Mandhani S.
Shri Manghnani M. M.
Shri Masand G.
Shri Mehboobani M.
Shri Merani G. V
Shri Nathani T T.
Shri Nihalani R. H.
Shri Peswani M.
Smt Pherwani R. K.
Shri Pohani N. S.
Shri Shivdasani S. A
Shri Sumani I P
Shri Tejwani C P.
Shri Tejwani D. P.
Shri Tolani G. K.
Shri Tolani M. K.
Shri Vaswani K. H
Shri Vaswani M. M
(Now in Rly. Bd.)

### OUR DOCTORS

Dr. (Kum) Bhagwanani M.
Dr. (Shri) Nagpal H. A.
Dr. (Smt.) Mansharamani K. H.
Dr. (Smt.) Punwani C. D.

---




# Rakhi Jewellers

**Prop. Sachanand C. Valecha**

Shop No. 557, Bharat Chowk,
ULHASNAGAR-1.



گهڙائيءَ جي هر ڪم ۾ هڪ ئي مشهور دڪان

## راکي جويلرس

٥٥٧، ڀارت چونڪ، الهاسنگر-١

Printed by Ishwardas V. Jadwani at 'Raju Printers', Station Road, Ulhasnagar-421003.

Published by Sindhi Sabha, Western Railway, Churchgate, Bombay-400 020.

# 'HALCHAL'

# 1985

16th Issue ISSUED BY
SINDHI SABHA
WESTERN RAILWAY
BOMBAY